# ڀلنامو

| صحيح | غلط | سٽ | صفحو |
|---|---|---|---|
| قوم | قوم | ٧ | (١۴) |
| طرح | طح | ٩ | (١۴) |
| مزاون | مزون | ٨ | ٦ |
| سمت | ست | ٧ | ١٠ |
| اولاد | اودلا | ٢۴ | ٢٨ |
| وکن | کان | ١ | ٣٠ |
| نه | ني | ١ | ٥٨ |
| ڪندو | ڪندا | ١٩ | ٦٢ |
| ڪروڙ | ڪ ڙ | ٢١ | ٦٣ |
| موجب | جب | ٢١ | ٨۴ |
| ٻاه | ه | ٩ | ٨٧ |
| ڏاهڙ | اهڙ | ٣ | ١٠٥ |
| ڪري | ڪي | ٣ | ١١٨ |
| سڪ | سڪ | ٩ | ١٢٢ |
| ماڻهو | ما ڻو | ٧ | ١٢٦ |
| جي | ي | ٣ | ١٣٩ |
| مان | من | ٢ | ١۴٠ |
| اهو | هو | ١٨ | ١۴٠ |
| وڃڻ | وڃڻ | ١٧ | ١۴٨ |
| وڌو | وڌو | ١٩ | ١۴٨ |
| ٻاهر | ٻاهو | ٢١ | ١۴٩ |
| رکو سڪو | رکو رکو | ٢۴ | ١٥۴ |

منا ٻن جون ڳالهيون ڪري ۽ انهن جا وچور سان ڳالا ڳجهي. ليڪن انهن جي ذڪر ڪرڻ سان نه زبان ۽ منانيءَ جو سواد ايندو نڪر پيٽ ئي ڀرٻو.

انهيءَ ڪري سنتن ھن ڪلجڳ ۾ اهڙي گيان مت جي پيروي ڪرڻ کان منع ڪئي آهي ۽ جيون جي مڪتيءَ ۽ اُڌار لاءِ ستگور ڀڳتي مقرر ڪئي آهي. جيتوڻيڪ اڌڪاري، ودوان ۽ جڳ جو ڌرم جي ڳالهين لي گذران آهي، اهي هن ڳالهه لـي لڪتچيني ڪندا ۽ ناراض ٿيندا پر جيڪي سچا پرماتي آهن سي هن

سمجهندا ۽ مڃيندا.

پورو ٿيو

سگهندو؟ هو ڇون ته نه گيان جي ڪتابن جو پڙهڻ ۽ انهن
جو ويچارڻ ۽ مڃڻ، اهوئي ڪرم ۽ اپاسنا آهي. ڇا! وياس،
وشسٽ ۽ ٻيا اڳيان گياني، جي ٻوڪ ساڌنائون ڪري
گيان جي پد کي پهتا هئا، سي سڀ نادان هئا، جو هڏن
ناحق پنهنجو وقت وڃايو ۽ محنتون ڪيون؟ اڙو گيان،
جو اڄ ڪلهه هلي رهيو آهي سو نه نهايت سولو آهي ۽
ٿوري ئي وقت ۾ ڪنهن کي به حاصل ٿي سگهي ٿو!
ڇاڪاڻ ته ٻه چار ڪتاب پڙهڻ ۽ سمجهڻ، اهوئي اڄ ڪالهه
جي گيانين جو ساڌن ۽ سڌالت آهي ۽ هو سمجهن ٿا ته من
کي نرمل ۽ نسچل (هڪ هنڌ بيهارڻ) ڪرڻ جي ڪابه
ضرورت ناهي. ٻوءِ گياني ۽ اگيانيءَ جي وچ ۾ ڪهڙو
تفاوت ليو؟ تفاوت اهو ليو جو گياني رکو واتس سان
ڳالهيون ڪري ٿو باقي هلت ۾ گياني ۽ اگياني ٻئي هڪ
جهڙا آهن.

ننهڪري رکو ڳالهين ڪرڻ سان جيڪو جو اڌار نٿو ٿي
سگهي ڇاڪاڻ ته حق ۽ جيئن هي ڪيد، جا هميشه ٻوگ اپاس
سان گلندي آهي سا زباني ڳالهين سان هرگز نه گلندي.
جيڪڏهن پنهنجي من ۾ چڱيءَ طرح ويچار ڪري ڏٺو وڃي
ته صاف معلوم ٿيندو ته اڙوڪي گيان مت سان ڪڏهن به جيو
جو ڪلياڻ نه ٿي سگهندو ۽ نه الهيءَ مان من ۽ اندريون وس
ٿي سگهنديون جيئن نه انهن جگن جا ڪرم هيٺئر نٿا ٿي
سگهن ۽ اشتانگ ٻوڪ ٻه نٿو ٿي سگهي نه ٻوءِ گيان جيڪو
انهن ڪرمن مان نڪرڻ وارو ٿيل هو، سو ڪيئن پراپت ٿي
سگهندو؟ الهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته جيڪي ڪجهه
اڄ ڪلهه جا گياني چئي رهيا آهن ۽ مڃي رهيا آهن اهو واچڪ
گيان يا ڪتابي گيان آهي. اهو اڙوڪو آهي جيئن ڪو ٻڪايل

ليون ڳالهيون اڏان. تنهن کانسواءِ هو هر ڪنهن جا پيد
۽ ڳجهيون ڳالهيون ڄاڻڻ چاهي ٿو ۽ هتان هتان ڳالهيون
چوندي، ٻڌندي ۽ چالاڪي وڏالي ٿو ۽ اها
چالاڪي پڻ کي ڏيکاري پنهنجي ساراهه ڪرائڻ چاهي
ٿو. هو پنهنجي وڏائيءَ ۽ ساراهه ۾ ڏاڍو خوش ٿئي ٿو.

(١٥) گورمک جيڪو ٻه پرمارٿي ڪم ڪري ٿو اهو ڌيرج
سان ڪري ٿو ۽ سدائين ستگور جي دَيا ۽ مهر جـو
ڀروسو ۽ هن جي چرڻن ۾ پڪو نشچو رکي ٿو.
منمک هر ڪنهن ڳالهه ۾ تڪڙ ڪري ٿو ۽ هرڪو ڪم
جلدي پورو ڪرڻ چاهي ٿو. ۽ انهيءَ اتاوليءَ ۾ ستگور
جي مهر جـو ڀروسو ۽ هن جي وچن جو نشچو بلڪل
وساري ڇڏي ٿو.

اهي سڀ ڳالهيون جيڪي گورمک جي چال بابت
ورلن ڪيون ويون آهي، اهي ستگور جي مهر سان لـي
پرابت ٿين ٿيون. جنهن لاءِ هن جي ڪرپا ٿيندي انهيءَ
کي هو بخشيش ڪندا. جيڪي هن جي چرڻن ۾ پريم ڪن
ٿا ۽ هن ۾ وشواس رکن ٿا، انهن کي هڪ ڏينهن ضرور
هيءَ بخشش ملندي. ستگور جي چرڻن جو پريم سڀني کان
جو پدار آهي. جنهن کي پريم جي بخشيش ٿي انهن ۾ اهي
سڀ گڻ پاڻيهي اچي ويندا ۽ سڀ منمکي لڇڻ ڪن ۾ ويندا
رهندا.

٢٣. هن ڪلجگ ۾ جيو جي ڪلياڻ لاءِ ستگور ۽ شبد
جي ڀڳتيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو به رستو ستن ورلن لـــ ڪيو
آهي. ويدن ۽ پراڻن ۾ به ڪلجگ واسطي اهو ئي جتن مقرر
ٿيل آهي يعني نه گورو ۽ نام جي اپاسنا سان جيو جو ڪارج
و. انهيءَ واسطي ڪهڙيءَ ڳالهيون آهن. مرولي ڀـو چا

(١٢) گورمکھ غريبيءَ ۽ پٽسي نہ ھجڻ جي حالت ۾ گھبرائي
نٿو ۽ جيڪا تڪليف مٿانئس پوي ٿي تنھن کي ڌيرج
۽ صبر سان سھي ٿو. ھو ستگور جي ديا مھر تي ڀروسو
رکي ٿو ۽ ھن جا شڪرانا مڃي ٿو.
منمکھ بلڪل جلدي تڪليف کان گھبرائجي مدد لاءِ
پڪار ڪري ٿو ۽ پٽسي نہ ھجڻ جي حالت ۾ دکي ٿي،
ھن ھن سان شڪايت ڪري ٿو.

(١٣) گورمکھ پنھنجا سڀ ڪم ستگور جي موج تي ڇڏي
ٿو. پلو ٽٽي يا ڀرو، پر پاڻ انھيءَ ۾ نٿو آڻي. ھو
پنھنجي ڳالھ مٿي نٿو ڪري ۽ ٻين جي ڳالھ کي ھيٺ
نٿو ڪري ۽ جھڳڙي ۽ کٽ پٽ جي ڪمن ۾ نٿو پوي.
ھو سدائين ستگور جي موج ڏانھن نھاري ٿو ۽ ستگور
جا گڻ ڳائيندي پنھنجي حياتي گذاريندو رھي ٿو.
منمکھ پنھنجي سڀ ڪنھن ڪم ۾ پنھنجو آپو ھلائي
ٿو ۽ پنھنجي مزي ۽ فائدي لاءِ جھڳڙي ۽ کٽ پٽ جا
ڪم ڪندو رھي ٿو. ھو پنھنجي ڳالھ مٿي ڪرڻ لاءِ
ڪروڌ ۾ اچي وڙھڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو.

(١٤) گورمکھ لين لين شين ۽ ڳالھين ۾ نٿو ڦاسي ڇاڪاڻ تہ
ھو ڄاڻي ٿو تہ انھن جي جڙ سنسار آھي. ھو پنھنجا گڻ
سنسار کان لڪائيندو رھي ٿو ۽ پنھنجي ساراھ ڪرائڻ
نٿو چاھي. ھو جيڪا ڳالھ ڏسي يا ٻڌي ٿو، انھيءَ مان
پنھنجي مطلب جو نقطو ڄڻھن مان ستگور جي پرڀات ۽
پريت وڌي سو چونڊي ڪڍي ٿو ۽ ستگور جو
سيني گڻن جو ڀنڊار آھي، تنھن جي ھميشہ مھما ڳائيندو
رھي ٿو.
منمکھ چاھي ٿو تہ نت اھون ليون شيون ڏسان ۽ ٻڌان

منمک سڀني ماڻهن ۽ سامان سان پريت ڪري ٿو ۽
رنگ ۽ سواد ماڻڻ چاهي ٿو ۽ سڄو تماشي ۾ خوش
رهي ٿو.
(١٠) گورمک جيڪو ڪم ڪري ٿو سو پنهنجي ستگور کي
خوش ڪرڻ لاءِ ڪري ٿو ۽ ستگور جي ديا ۽ مهر
چاهيندو رهي ٿو. هو فقط پنهنجي ستگور جي ساراهه ۽
استت ڪري ٿو ۽ هن جي اي وڏائي چاهي ٿو ۽
سڀني خواهشن لٿو رکي.
منمک جيڪو به ڪم ڪري ٿو تنهن ۾ ڪڏهن نه
ڪجهه پنهنجي مطلب يا سک جو خيال رکي ٿو،
چاڪاڻ ته مطلب کان سواءِ هن کان ڪو به ڪم نه ٿي
سگهندو آهي. هو سدائين پنهنجي عزت ۽ وڏائي چاهي
ٿو. هن ۾ سڀني خواهشون زبردست هونديون آهن.
(١١) گورمک ڪنهن سان نه ويرُ وروڌ لٿو رکي بلڪ هو
ورودين سان به پيار ڪري ٿو ۽ پنهنجي من ۾، ڪل
ڪٽنب، ذات پات يا وڏن ماڻهن جي دوستيءَ جو
ايمان لٿو آڻي. هو پريمين ۽ سچن پرمارٿين سان وڏاڪ
پريت ڪري ٿو. هو سدائين پنهنجي ستگور جي چرڻن
جو پريم پنهنجي دل ۾ جاڳائي رکي ٿو ۽ ڏن به ڏن
هن جي وڏاڪ ديا ۽ مهر حاصل ڪرڻ
چاهي ٿو.
منمک وڏو ڪٽنب ۽ گهڻا دوست چاهي ٿو ۽
شاهوڪار ۽ هلنديءَ وارن سان گهڻو پريم ڪري ٿو
۽ انهن جي دوستيءَ ۽ پنهنجي ذات پات جو ايمان
ڪري ٿو ۽ دنيا دنيءَ جا گهڻا ڪم ڪرڻ چاهي ٿو
پر ستگور جي راضپي جو خيال گهٽ رکي ٿو.

ڪري ٿو. هن کي رکو سکو کاڌو ۽ سادا پدارٿ نٿا وڻن.

(٧) گورمکھ سنساري پدارٿن ۽ دنيا جي جاڙ ۾ نٿو اٽڪي ۽ انهن جي نفعي يا نقصان ۾ ڪيس خوشي يا رنج نٿو ٿئي ۽ جي ڪير ڪيس گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو ته انهيءَ لاءِ ڪاوڙ نٿو ڪري. ڀر سدائين پنهنجي آتما جي مکتي ۽ ستگور جو راضپو ڌيان ۾ رکي ٿو.

منمکھ سنسار ۽ انهيءَ جي پدارٿن جو گهڻو خيال رکي ٿو ۽ انهن جي هاڃي ۽ لاڀ ۾ جلدئي دکي يا خوش ٿئي ٿو. جي ڪير هن کي ڪوڙا وچن چوي ٿو ته هڪدم غصي ۾ ڀرجيو وڃي. هو ستگور جي مهر ۽ طاقت جو ڀروسو ۽ خيال نٿو رکي.

(٨) گورمکھ هر ڳالهه ۾ صاف دل ۽ سچار رهيتو ۽ سدائين اُدارچت يعني وڏيءَ دل وارو هوندو آهي. هو هميشه ٻين سان سنو سلوڪ ڪري ٿو ۽ ٻين جو ڀلو چاهي ٿو ڀر پاڻ توري ۾ راضي رهي ٿو ۽ ٻين کان ڪجهه به وٺڻ جي خواهش نٿو رکي.

منمکھ لالچي ٿئي ٿو ۽ ٻين کان وٺڻ لاءِ هميشه تيار رهي ٿو ڀر ٻين کي ڏيڻ نٿو چاهي. هو هر ڪنهن ڳالهه ۾ پنهنجي فائدي جو خيال رکي ٿو ۽ ٻئي جو خيال نٿو رکي. هو پنهنجون ترشنائون وڌائيندو رهي ٿو ۽ وهنوار ۾ سچائيءَ سان نٿو هلي.

(٩) گورمکھ سنساري ماڻهن سان گهڻو پيار نٿو ڪري ۽ ڀوڳن جي چاهه ۽ آس نٿو رکي. هن کي سير ۽ تماشي جو شوق نه ٿيندو آهي. هن کي رڳو ستگور جي چرڻن جي پراپتيءَ جي چاهنا رهي ٿي ۽ انهيءَ جي آنند ۾ ئي مگن رهي ٿو.

منمکھ مسن ۽ الدرجن کي دٻائڻ پسند نٿو ڪري ۽ ڪنھنجو بہ دٻاءُ يا حڪم مڃڻ نٿو چاھي. ھو اُني ڪنھن جي ساراه يا وڏائي نٿو سھي سگھي.

(٣) گورمکھ ڪنھن لاءِ بہ زبردستي نٿو ڪري ۽ سڀني جي خاطري ۽ سيوا ڪرڻ لاءِ تيار رھي ٿو ۽ ٻين جو اُپڪار ڪرڻ چاھي ٿو. ھو پنھنجي پوڄا ۽ عزت جي چاھنا نٿو رکي. ھو ستگورو جي يادگيريءَ ۾ ھن جي چرڻن ۾ لڳولڳ رھي ٿو.

منمکھ ٻين لاءِ حڪم هلائي ٿو ۽ ٻين کان پنھنجي سيوا ڪرائي ٿو ۽ پنھنجو مان چاھي ٿو. ھو پنھنجي مطلب کان سواءِ ٻين سان پريم نٿو ڪري ۽ ھرشيءِ سان پنھنجي پوڄا ۽ عزت ڪرائي ٿو. ھو پنھنجي ستگورو جي چرڻن ۾ لڳولڳ نٿو رھي.

(٤) گورمکھ نمرتا ۽ نھٺائي نٿو ڇڏي ۽ ڪڏھن بہ ڪير سندس نندا ڪري ٿو يا سندس نرادر ۽ بي عزتي ڪري ٿو تہ ھو دکي نٿو ٿئي بلڪ ھو ان ۾ پنھنجي ڀلائي سمجھي ٿو.

منمکھ نندا ۽ بي عزتيءَ کان ڏجي ٿو ۽ پنھنجو نرادر ھرشيءِ سان نٿو سھي ۽ پنھنجي وڏائي چاھي ٿو.

(٥) گورمکھ سيوا ڪرڻ ۾ آلس نٿو ڪري ۽ ڪڏھن بہ سستي لئي وھڻ نٿو چاھي.

منمکھ شرير جو آرام چاھي ٿو ۽ سيوا ڪرڻ ۾ سستي ڪري ٿو.

(٦) گورمکھ نمرتا ۽ سادگيءَ سان هلي ٿو. جيڪو رکو سکو کاڌو يا سادو سؤدو ڪپڙو کيس ملي ٿو تنھن ۾ راضي رھي ٿو.

منمکھ سدا سٺا سٺا طعام چاھي ٿو ۽ انھن جو ويچار

ڪري ٿو. هن کي رکو سکو کاڌو ۽ سادا پدارٿ نٿا وڻن.

(٧) گورمکھ سنساري پدارٿن ۽ دنيا جي چار ۾ نٿو اٽڪي ۽ انھن جي نفعي يا نقصان ۾ ڪيس خوشي يا رنج نٿو ٿئي ۽ جي ڪير ڪيس گھٽ وڌ ڳالهائي ٿو ته اُنھيءَ لــي ڪاوڙ نٿو ڪري. پر سدائين پنھنجي آتما جي مکتي ۽ ستگور جو راضپو ڌيان ۾ رکي ٿو.

منمکھ سنسار ۽ انھيءَ جي پدارٿن جو گھڻو خيال رکي ٿو ۽ انھن جي هاڃي ۽ لاڀ ۾ جلد ئي دکي يا خوش ٿئي ٿو. جي ڪير هن کي ڪوڙا وچن چوي ٿو ته هڪدم غصي ۾ ڀرجيو وڃي. هو ستگور جي مهر ۽ طاقت جو ڀروسو ۽ خيال نٿو رکي.

(٨) گورمکھ هر ڳالھ ۾ صاف دل ۽ سچار رهيٿو ۽ سدائين اُدارچت يعني وڏيءَ دل وارو هوندو آهي. هو هميشه ٻين سان سٺو سلوڪ ڪري ٿو ۽ ٻين جو ڀلو چاهي ٿو پر پاڻ ٿوري ۾ راضي رهي ٿو ۽ ٻين کان ڪجھ بہ وٺڻ جي خواهش نٿو رکي.

منمکھ لالچي ٿئي ٿو ۽ ٻين کان وٺڻ لاءِ هميشه تيار رهي ٿو پر ٻين کي ڏيڻ نٿو چاهي. هو هر ڪنھن ڳالھ ۾ پنھنجي فائدي جو خيال رکي ٿو ۽ ٻئي جو خيال نٿو رکي. هو پنھنجون ترشنائون وڌائيندو رهي ٿو ۽ وهنوار ۾ سچائيءَ سان نٿو هلي.

(٩) گورمکھ سنساري ماڻھن سان گھڻو پيار نٿو ڪري ۽ ڀوڳن جي چاھ ۽ آس نٿو رکي. هن کي سير ۽ تماشي جو شوق نه ٿيندو آهي. هن کي رڳو ستگور جي چرڻن جي پراپتيءَ جي چاهنا رهي ٿي ۽ انھيءَ جي آنند ۾ ئي مگن رهي ٿو.

منمک مسن ۽ الدولن کي ڏيارڻ پسند نٿو ڪري ۽
ڪنهنجو به ڏياءُ يا حڪم مڃڻ نٿو چاهي. هو اهي ڪنهن
جي ساراهه يا وڏائي نٿو سهي سگهي.

(٣) گورمک ڪنهن تي به زبردستي نٿو ڪري ۽ سڀني
جي خاطري ۽ شيوا ڪرڻ لاءِ تيار رهي ٿو ۽ پاڻ هر
اپڪار ڪرڻ چاهي ٿو. هو پنهنجي پوڄا ۽ عزت جي
چاهنا نٿو رکي. هو ستگر جي يادگيريءَ ۽ هن جي
چرنن ۾ لولين رهي ٿو.

منمک ٻين تي حڪم هلائي ٿو ۽ ٻين کان پنهنجي شيوا
ڪرائي ٿو ۽ پنهنجو مان چاهي ٿو. هو پنهنجي مطلب
کان سواءِ ٻين سان پريم نٿو ڪري ۽ خوشيءَ سان
پنهنجي پوڄا ۽ عزت ڪرائي ٿو. هو پنهنجي ستگر
جي چرنن ۾ لولين نٿو رهي.

(٤) گورمک نمرتا ۽ نهٺائي نٿو ڇڏي ۽ جڏهن بـه ڪير
سندس نندا ڪري ٿو يا سندس نراد ۽ بي عزتي ڪري
ٿو ته هو دکي نٿو ٿئي بلڪ هو ان ۾ پنهنجي ڀلائي
سمجهي ٿو.

منمک نندا ۽ بي عزتيءَ کان ڏجي ٿو ۽ پنهنجو نراد
خوشيءَ سان نٿو سهي ۽ پنهنجي وڏائي چاهي ٿو.

(٥) گورمک شيوا ڪرڻ ۾ آلس نٿو ڪري ۽ ڪڏهن بـه
سست ٿي ويهڻ نٿو چاهي.

منمک شرير جو آرام چاهي ٿو ۽ شيوا ڪرڻ ۾ سستي
ڪري ٿو.

(٦) گورمک نمرتا ۽ سادگيءَ سان هلي ٿو. جيڪو رکو
ڪاڌو يا سادو سوڌو ڪپڙو کيس ملي ٿو تنهن ۾ راضي
رهي ٿو.

منمک سدا سٺا سٺا طعام چاهي ٿو ۽ اهڙين جو ويچار

۽ رمز شش لٿو سمجهي سگهي پر ستگور جي طرح ڄاڻي ٿو
۽ جي هو چاهي ته شش کي اهو محسوس ڪرائي ٿو. هو
شبد روپ، سرت روپ، پريم روپ، آنند روپ ۽ هر ڪ
روپ آهي ۽ پوءِ به اَروپ آهي.

٢٦٢. ستگور پنهنجي ديا سان سدائين جيو جي سنڀال
ڪندا رهن ٿا ۽ چاهين ٿا ته سيئي شش سندن چرنن ۾
پڪي پريت ۽ وشواس رکن، پر هيءَ من نٿو چاهي ته جيو
الهيءَ اوستا کي پراپت ڪري تنهن ڪري هو جيو کي پوئين
ڏانهن ڪيڇي ٿو ۽ جيو کي پنهنجي حڪم ۾ هلائڻ چاهي ٿو.
تنهن ڪري جيون کي گهرجي ته من جي دغا ۽ دولاب کان
بچي ستگور جي چرنن جي ياد ۾ رهن ۽ من جي جار ۾
نه ڦاسن.

سماڻپ ۽ سنڀال واسطي، گورمک ۽ منمک جي لڇڻن
جو، ٿورو حال هيٺ ڏجي ٿو، جنهن سان پنهنجي حالت جي
پيت ڪندو رهجي.

(١) گورمک هر ڪنهن سان سچو ورتاءُ ڪري ٿو ۽ برائيءَ
جي ڳالهين کان پري رهي ٿو. هو ڪنهن کي به دوکو
نٿو ڏئي ۽ هو جيڪو ڪم ڪري ٿو سو ستگور لاءِ ڪري
ٿو ۽ هن جي ديا تي ڀروسو رکي ٿو.
منمک چالاڪيءَ ۽ ڪپٽ سان هلي ٿو ۽ پنهنجي مطلب
واسطي ٻين کي دوکو ڏئي ٿو. هو پنهنجي بڌيءَ ۽
چالاڪيءَ تي ڀروسو رکي ٿو ۽ پاڻ کي مشهور ڪرڻ
چاهي ٿو.

(٢) گورمک، من ۽ اندرين کي روڪي ٿو ۽ اندر ۾ لماڻو
رهندو آهي ۽ طعني يا ٽوڪبازي جي وچن کي سهندو
آهي ۽ نصيحت کي پيار سان ٻڌي ٿو. هو پنهنجي وڏائي
نٿو چاهي.

ڪرڻي اڻالي وڃي ٿي ڇاڪاڻ ته نام ستگور جي وس آهي. جيڪو ستگور کي ڀڪڙيندو تنهن کي نام ۽ رام ٻئي ملندا پر جيڪو ستگور کان نام وٺي ۽ ستگور سان ٻربر نه ڪندو تنهن کي ٻه (الديون) نام حاصل نه ٿيندو.

٢٦٠. سنتن جو نام اڳوچر* آهي ۽ ويدن جو نام گوچر آهي. جيڪو نام گوچر آهي اهو سس نام يعني سچو نام ٿي نه سگهي. جڏهن نام است يعني سچو نه هوندو ته ان جو استان (region) ۽ روپ (form) به سچو نه هوندو. سنتن جو نام به سچو آهي ۽ انهي جو استان ۽ روپ به سچو آهي ڇاڪاڻ ته جيڪو ورن آتمڪ نام⊙ آهي تنهن جي ذريعي مثالي ٿي سگهي ٿي پر سرت مٿي نٿي چڙهي ۽ ڌن آتمڪ نام{} ذريعي سرت پنڊ مان برهمنڊ ۾ چڙهي پنهنجي نج استان يعني ست لوڪ ۾ پهچي سگهي ٿي. اهو ڌن آتمڪ نام سنتن کان سواءِ ٻئي ڪنهن وٽان به حاصل ٿي نه سگهي. جنهن جا وڏا ڀاڳ آهن تنهن کي اهو نام رلجهه ٿئي ٿو.

٢٦١. جڏهن ڪنهن به طرح جي تڪليف ٿئي ته ان مهل حضور ستگور کي ياد ڪجي. ستگور سدائين شش وٽ نج روپ ۾ موجود آهي. ڪال ۽ ڪرم انهي* روپ جي ويجهو ٺا اچي سگهن. هو ٻري ٻري کان انهي ته ٻچارن تا ۽ ٻاڻ به ڏيڄن ٿا. ستگور جي گود ۾ ڪنهن به قسم جو ڀؤ ناهي. ستگور هر وقت رکيا ڪرڻ لاءِ موجود آهي ۽ هر وقت پنهنجي شش جي سنڀال ڪندو رهي ٿو. ستگور جي مرج

---

* الديل جي ٻهچ کان اري

⊙ جو لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ اچي سگهي.

{} جو لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ نه اچي سگهي.

ستگرو جي کوج ڪري هن جي شرڻ ورتو. جن انهن جا وچن
مڃيا ۽ پوري ستگرو جي کوج ڪري هن جي شرڻ ورتي
آهي، انهن کي گهرجي ته هميشه ستگرو کي ئي پنهنجو مالڪ
۽ پتي سمجهن.

۲۵۷. جيو کي گهرجي ته هميشه ستگرو جي ڪرپا ۽ هن جي
ديا خيال ۾ رکي ۽ اهو ويچاري ته ڪيئن نه ستگرو موکي
چوراسيءَ کان بچايو آهي ۽ منهنجا ڪرم ۽ ڀرم ڪاٽيا اٿس
يعني ڦيرڻ ۽ ورڻ کان بچايو ۽ ڀٽڪڻ کان ڇڏايو ۽ سچي
شبد مارگ ۾ لڳو ڪيو آهي. لڏهن هن جي پريت ستگرو
سان لڳندي ۽ سندس من ۾ ڀرم نه اٿندا. تنهنڪري هميشه
ستگرو جي ديا ۽ مهر کي ياد ڪرڻ ضروري آهي.

۲۵۸. ودياوان گوروءَ مان جيو جا شڪ ۽ سنسا دور نٿا
ٿي سگهن، البت بحث مباحثو خوب ٿئي ٿو. جڏهن هڪ
سلوڪ جا چار يا زياده ارٿ ڪيا ويا ته ماڻهن کي پاڻ
وڌيڪ سنسي ۽ مونجهاري ۾ وڌو ويو. هو ڪهڙي ارٿ
کي مڃين؟ جنهن ڳالهه جي، جيو جي ڪلياڻ واسطي ضرورت
هئي، تنهن کي چند ڄاڻ ڪري چٽيءَ طرح نه پڌايو ويو نه
...سوءِ جيو مڪتيءَ جو رستو ڪيئن پائيندا ۽ ڪيڏو پتن
ڪندا؟ تنهن ڪري اهو گورو ڳولهڻ گهرجي جنهن کي خود
پنهنجي ڳالهه جي خاطري هجي. جيستائين اهو نه ملندو
...ستائين ڪارج سڌ نه ٿيندو. هيءَ سون جهڙي جا ارڏيهي
...آهي تنهن کي انڌي ۽ لوڻ والگر، پنڊتن، ٻيڪ ڏارين
...واچڪ گيانين جي سنگ ۾ بي قدريءَ سان نه وڃائجي ۽
...ري ستگرو جي ڳولا ڪري هن جي سيوا ۽ ستسنگ
...ي.

۲۵۹. جيڪي ماڻهو "ست نام"، "رام" ۽ "هرنام" جو
... ڪن ٿا ۽ ستگرو سان پريت نٿا ڪن، انهن جي اٿا

ڇوڙي ڏسي ٻاهر نه نڪرندس." تڏهن اهو هٺ ۾ ڪري ويهي
ويهو. پوءِ ٻاٻا گورو صاحب اچي پرگهٽ ٿيو ۽ هن شش کي
پنهنجي ڳلي سان لڳايو ۽ هڪدم کيس پنهنجي گهر وٺي آيو.

هاڻ خيال ۾ رکڻ گهرجي ته پيغمبر صاحب، خود ايشور ۽ گورو ۽ جي گورو ۽ جو حڪم آواز آيو هو، اهو شش جي امتحان ۽ پريکشا جي واسطي هو. جڏهن هو گورمکتا ۾ سچو ۽ پورو ثابت ٿيو، تڏهن گورو صاحب ٻاڻ پرگهٽ ٿيو ۽ هن شش کي اچائي ورتو. تنهن ڪري جيڪي کي گهرجي ته جيتري قدر ٿي سگهي ستگور سان اهڙي مضبوط ۽ سچي پريت ۽ پرتيت ڪن.

٢٥٥. پتورتا استري پنهنجي پتيءَ ڪالسواءِ ٻئي ڪنهن کي مرد نٿي سمجهي يعني سڀني کي ٻالڪ سمجهي ٿي، ٻالڪ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي پريت ۾ وساري ڇڏي ٿي. اهڙي طرح، جيڪي ستگور جا شش آهن اهي کي ۾ گهرجي ته پنهنجي ستگور ڪالسواءِ ٻئي ڪنهن کي ۾ پنهنجو مالڪ ۽ مکتي داتا نه سمجهن. جيڪي گدڙي وال سنت آهن اُن کي اوستاين مڙهن جيستائين ڪين پنهنجي وقت جو پورو ستگور نه مليو آهي. جڏهن اهڙو ستگور ملي وڃي تڏهن پتورتا استريءَ وانگر پنهنجو سڀ ڪجهه اهيءَ کي ٿي سمجهن ۽ ٻئي ڪنهن ڏ ۾ نشچو نه رکن.

٢٥٦. جيڪي وچ وارا ٿيندا آهن سي مڱڻو ۽ شادي ڪرائي، گهوٽ ڪنوار جو ميلاپ ڪندا آهن ۽ ڪنوار کي سمجهائيندا آهن ته ڏس! تون پنهنجي پتيءَ ڪالسواءِ ٻئي ڪنهن سان ۾ پريت نه ڪج ۽ اسانجو اترو ٿي خيال رکج جيترو پڻ جو رکندي آهين. اهڙيءَ طرح گورو نانڪ صاحب ۽ جيڪي ٻيا سنت ٿي ويا آهن اهي وچ وارن جو ڪم ڪيو آهي سي پنهنجن گرنٿن ۽ ٻاڻيءَ ۾ لکي ويا آهن ته پوري

ٺهڙو ٿي آهي ۽ درشن ڪرڻ لائق آهي. وڃ! تون هينئر ٿي
مولويءَ سان گڏ اچي وڃ. اهو شش ٻڌو گورمک هو، سو
هٿ جوڙي اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو ته جيڪو ستگور جو
حڪم. ائين چئي انهيءَ وقت مولويءَ سان گڏ جهاز ۾ چڙهي
مڪي ڏانهن روانو ٿيو. جهاز ڪجهه اڳتي ويو ته زبردست
طوفان اچي لڳو ۽ جهاز ٻڏي پيو ۽ جيڪي به مسافر جهاز تي
هئا سي ٻڏي ويا پر هن شش کي هڪ تختو هٿ لڳي ويو
جنهن تي چڙهي ويٺو. ٿوريءَ دير ۾ هي به ٻڏڻ تي هو
ته اوچتو ۾ هڪ هٿ سمنڊ مان ٻاهر نڪتو ۽ آواز آيو ته
"پنهنجو هٿ مونکي ڏي ته مان توکي بچايان" تڏهن شش
پڇيو ته "تون ڪير آهين؟" آواز آيو ته "مان پيغمبر آهيان."
تڏهن شش چيو ته "مونکي خبر ناهي ته پيغمبر صاحب
ڪير آهي، مان پنهنجي ستگور کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به
نه سڃاڻان" تڏهن اهو هٿ غائب ٿي ويو. ٿوريءَ دير
کان پوءِ جيئن شش تختي تي لڙهندو ۽ غوطا کائيندو پئي
ويو ته ٻيو هٿ ٻاهر نڪتو ۽ آواز آيو ته "مونهنجو هٿ پڪڙ
ته توکي بچايان" شش پڇيو ته "تون ڪير آهين؟" آواز
آيو ته "مان خدا يعني ايشور آهيان." هن اهوئي جواب
ڏنو ته "مونهنجو خدا منهنجو گورو آهي، ٻئي خدا کي مان
ڪونه سڃاڻان" تڏهن اهو هٿ به گم ٿي ويو. ڪجهه
وقت کان پوءِ وري ٽيون هٿ ٻاهر نڪتو، اهو هٿ هن
جي ڏاڏي گوروءَ جو هو. انهيءَ چيو ته "مان انهيءَ
گوروءَ جو گورو آهيان، مون کي پنهنجو هٿ ڏي ته مان
توکي ٻاهر ڪڍان." تڏهن انهيءَ شش جواب ڏنو ته "ڀلي
ٻڏي وڃان ڇاهي بچي وڃان پر پنهنجي ستگور کانسواءِ پنهنجو
هٿ ڪنهن کي به ڪونه ڏئي سگهان، پوءِ ڇاهي اهو ڪير به
هجي. مان پنهنجي ستگور کان سواءِ، ٻئي ڪنهن جي به —

شرڻ ۾ نه ايندو. اهڙيءَ حالت ۾ چيلي کي ڳوڙهي نه هن
سان ڪوبه واسطو نه رکي ۽ ٻاڻ ٻوري ستگرو جي شرڻ
۾ اچي.

۲۵۳. جڏهن لوڪن ستگرو کي مالڪ چئي چڪا آهيو ته
پوءِ ٻيو مالڪ ڪٿان آيو؟ جيئن کي لوڪن مڃن ۽ وڏو سمجهو
ٿا، لوڪن جو نه هڪ ستگرو ئي مالڪ آهي. هن جڳ کي
ڏيهه ڌاري سروپ ڏيکاريو آهي، تنهن مان ئي ٻين لوڪن
جو ڪارج ٿيندو. هن جو ٻيو سروپ سچي مالڪ يعني
سچ پرش راڌا سواميءَ جو آهي ۽ هوئي لوڪن جو سچو
بادشاهه آهي.

۲۵۴. ڳالهه ٿا ڪن ته دکن ۾ هڪ هنڌ هڪ فقير صاحب،
جو هڪ ڪامل گرو هو، رهندو هو ۽ هن جو هڪ شش
نهايت ئي گرمک هو. هڪ ڏينهن جڏهن هن فقير صاحب
جو ستسنگ پئي هليو ته هڪ مسلمان مولوي جو مڪي وڃڻ
واسطي تيار هو سو اچي آيو. هن فقير صاحب کي چيو ته
"مڪو ۽ ڪعبو تمام برڪت ۽ اهم استان آهن. توهان جي
شش کي به اتي درشن واسطي وڃڻ گهرجي،" ۽ پڻ به
هر طرح سان مڪي ۽ ڪعبي جي تعريف ڪرڻ لڳو. انهيءَ
وقت فقير صاحب جو اهو شش اتي ويٺو هو، اهو ڏاڍو
غصي ٿيو ۽ انهيءَ مولويءَ کي ڪنڌ کان جهلي، هن جو سر
فقير صاحب جي چرنن ۾ ڪلهي رکيو ۽ چيو ته "ڏس ته
ڪروڙين مڪا ۽ ڪعبا هنن چرنن ۾ موجود آهن." جڏهن
فقير صاحب ڪنهن حاجت لاءِ اتان اٿي ڪو ٻاهر ويو تڏهن
انهيءَ شش ۽ مولويءَ جي وچ ۾ خوب بحث مباحثو ٿيو.
جڏهن فقير صاحب موٽي آيو تڏهن مولويءَ هن شش لاءِ
شڪايت ڪئي. انهيءَ وقت گرو صاحب پنهنجي شش کي
سمجهايو ته ڪعبو تمام ستو آهي ۽ جيئن مولوي چوي ٿو

ھاڻي سيني کي گھرجي تہ ھن ڳالھ کي نشچي سان مڃين
تہ جيڪي سنت ستگور جي ڀڳتي ڪن ٿا اھي ڪل مالڪ
جي ڀڳتي ڪندا. چاڪاڻ تہ وقت جي پوري ستگور ۽
ڪل مالڪ ۾ ڪوبہ تفاوت ناھي. ٻئي ھڪ روپ آھن.

٢٥٠. جنھن کي پورو ستگور مليو آھي ۽ ھو انھيءَ جي
شبد، سمرن، پريت ڪري ٿو ۽ سندس نشچو رکي ٿو پر
جيڪڏھن ھن جو اندروني واڌارو اڃا نہ ٿيو آھي ۽ ٿورهين
عرصي ۾ سندس ستگور چولو ڇڏي وڃي تہ ھن کي پنھنجي
ستگور ۾ اھوئي ساڳيو پريم ۽ وشواس رکڻ گھرجي ۽ ھنجي
سروپ جو ڌيان ۽ ھن جي ھدايتن جي موجب اڀياس ڪندو
رھي. آخر ۾ اھوئي ستگور انھيءَ نئين روپ ۾، شش جي
محنت موجب سندس ڪارج راس ڪندو.

٢٥١. جنھن ماڻھوءَ کي شروع ۾ ئي اڌورو گورو مليو آھي
جنھن کي شبد جو ڀيد معلوم نہ آھي ۽ پوءِ وري ڪنھن شبد
جو ڀيدي گورو ملي وڃي تہ ھن کي گھرجي تہ پھرين
گوروءَ کي ڇڏي. (شبد ڀيدي) ستگور جي شرن وٺي.

"جھوٺي گور کي ٽيڪ کو لڄت نہ ڪيجي بار،
دوار نہ پاوي شبد ڪا ڀٽڪي بار مبار."

بلڪ انھيءَ گوروءَ کي بہ مناسب آھي تہ پنھنجن چيلن
سان گڏ ستگور جي شرن ۾ اچي ۽ انھيءَ کان پنھنجي مڪتي
ڪرائي.

٢٥٢. جنھن کي شبد ڀيدي گورو ملي ٿو پر اھو اڃا پورو
ناھي ۽ پوءِ ھن کي شبد مارگي پورو ستگور ملي ٿو تہ ھن کي
گھرجي تہ پھرين گوروءَ کي پوري ستگور ۾ سمايل سمجھي،
ستگور جي شرن وٺي ۽ سندس گوروءَ لاءِ بہ ضروري آھي
تہ ھو بہ چيلي جو ساٿ ڏئي ۽ پاڻ بہ ستگور جي شرن وٺي
پر جيڪڏھن ھو اڀرڪا وارو ۽ اھنڪاري آھي تہ ستگور جي

حساب سان ايشور ڪٿي رهيو؟ جڏهن ايشور لئي نه رهيو ته ته اپاسنا ڪنهن جي ڪجي؟ ڇاڪاڻ ته نام، روپ، ليلا ۽ ڌام کانسواءِ اپاسنا ٿي نٿي سگهي. انهيءَ سبب ڪري اهڙا ماڻهو غلطيءَ ۾ پيا آهن ۽ انهيءَ سبب ڪري هنن جو گيان، واچڪ گيان آهي. هنن ڪرم ۽ اپاسنا ڪرڻ کانسواءِ، ڪتاب پڙهي ۽ ٻڌيءَ سان ويچاري اهو گيان حاصل ڪيو آهي. جي ڪنهن کي (ويدن موجب) اپاسنا ڪري سچو گيان ٿيو ۽ آهي ته به هو سنتن جي ڪرم جي حد اندر آهي. سنتن جو لڇ ڏيش انهيءَ کان گهڻو اڳي ۽ اوچو آهي. جيڪي ڪرم ويدن ۾ لکيل آهن اهي اڳين جڳن جا آهن. لڪر اهي ڪرم اڄ ڪالهه جي ماڻهن کان ودڌيءَ پوروڪ ٿي سگهندا ۽ لڪر انهن مان اهو اڳيون ڦل ملندو. هن زماني ۾ جي ڪير ڪرم ڪرڻ چاهي ته اهو به سنتن جي رهبريءَ هيٺ ۽ جي اپاسنا ڪرڻ چاهي ته اها به سنتن جي ڏسا ولي ڪندو ته پوءِ هن جو ڪارج راس ٿيندو. يعني هُو ويد جي سڏالي ۽ انهيءَ کان پري ٿيندو. ٻي ڪنهن به طريقي سان هن وقت ڪجهه حاصل ڪري نه سگهبو.

٢٤٩. مالڪ جي دربار ۾، ڀڳتي کان سواءِ ٻيو ڪير ٿو وڃي سگهي. جيڪي رشي، مني، جوڳي، جتي، گيالي، سنياسي ۽ ٻير هنس ٿيا آهن ۽ پنهنجي مت ۾ پورا به هئا مگر هو مالڪ جي دربار ۾ داخل ٿي نه سگهيا، ڇاڪاڻ ته اڌڪاري هئا ۽ گرو ڌارڻ نه ڪيو هئائون. هنن کي سنت سڳورو نه مليو هو؛ هن زماني ۾ جيڪي ماڻهو هنن جا گرنٿ پڙهي پاڻ کي پورڻ سمجهن ٿا ۽ جيڪا ڪرڻي يا ڪمائي هنن (گرنٿن جي وچيندڙن) ڪئي هئي تنهن جو چوٿون حصو به نٿا ڪن ۽ سنت سڳورو جي ٻندا ڪن ٿا ته پوءِ هُو ڪيئن مالڪ جي دربار ۾ داخل ٿيندا؟

سنت چون تا ته انهيءَ چوڻ جو مطلب اهو ئي آهي ته
ستگور جي شرن وڃو، ڇاڪاڻ ته هري ۽ گورو هڪ
آهن. انهيءَ ڪري وقت جي ستگور جي شرن وڃڻ گهرجي
ڏهن اهو نام جنهن کي پتت اڌارن يعني پاپين جو اڌار
ڪندڙ چون ٿا، اهو ملندو ۽ انهيءَ نام جي ڪمائي ساڌ سنگ
مان ٿيندي يعني ٻيا سڀ سنگ ڇڏي پهرين ساڌ جو سنگ
ڪجي. ڏهن ڪمائي ٿيندي ۽ اها ڳالهه معلوم هئڻ گهرجي
ته ماتا، پتا، پت، استري ۽ ٻين سنساري ماڻهن جو سنگ،
ڪسنگ آهي ڇاڪاڻ ته انهن جي سنگت، نه ستگور جي شرن
۾ وٺي وڃي ٿي ۽ نه انهيءَ مان ڪيس نام ملندو ۽ نه
ساڌ سنگ حاصل ٿيندو. پر جي پورو ستگور پنهنجي مهر ۽
ديا ڪري ته سڀ ڪم بڻائي ڇڏي.

٢٤٨. اصل ۾ سنتن جي مت جي ريت ۽ ويدن جي مت
جي ريت ۾ وروڌ نه آهي. پر سنتن جو سڌانت، ويدن
جي سڌانت کان تمام اوچو آهي. ويدن ۾ ڇپيل آهي، ڪرم
اپاسنا ڪرڻ گهرجي، سو سنت پڻ اهو ئي ٿا چون ته
پورن ستگور جي شيوا تن، من ۽ ڌن سان ڪريو ۽ هن جو
ستسنگ ڪريو. اهو سڀ ڪرم آهي ۽ جيڪو ستگور اندر
نام يعني شبد جو ڀيد ٻڌائي انهيءَ ۾ سرت جو لڳائڻ اها
اپاسنا آهي. ويدن ۾ جيو ۽ ايشور جا ٽي سروپ اڪيل
ن يعني وشو، تيجس ۽ پراڳ. اهي ٽي روپ جيؤ جا
ن. ويراٽ، هرڻ گرڀ ۽ اديا ڪرت، اهي ٽي روپ
ايشور جا آهن. اڄڪلهه جا گياني ايشور کي اتا مڃين. هن
چوڻ آهي ته، ٿورن ماڻهن جو ميڙ هڪ ٽولي آهي، هڪ
ر ماڻهن جي فوج هڪ پلٽڻ آهي. اهڙو ولي، هو ايشور
سمجهن ٿا. جڏهن ٽوليءَ يا پلٽڻ جا ماڻهو جدا جدا ٿي
ته پوءِ اهو نالو يعني ٽولي يا پلٽڻ ۾ نه رهيو. انهيءَ

چڙهندا آيا آهن. ڪال ۾ سڀ لوڪ ۾ موٽي وڃي نٿو سگهي، پر جڏهن جيو کي ستگور ملي وڃي ٿو ته انهيءَ جي ديا ۽ شڪيا جي پرتاپ سان هن جا پردا ٽٽي سگهن ٿا ۽ هو وري موٽي سڀ لوڪ ۾ وڃي سگهي ٿو. انهن پردن جي ٽپڻ کان سواءِ، ڪي پنهنجي گهر نٿو پهچي سگهي ۽ اهي پردا شبد ۽ ستگور جي شڪيا ۽ هنجي پريم کانسواءِ نه ٽٽندا.

٢۴٦. جيستائين آتما الک جي گهيري کان ٻري لـــ پهچندي تيستائين هن کي مڪتي پراپت نه ٿيندي. الک ٿالو من يا ڪال جو آهي. جاڪاڻ ته ڪال جيو کي ڪالهندو پير وجي ۽ ڏمرط ۾ اٽڪائي ٿو. جيڪڏهن انسان کي (مالڪ جي) سچي ٽڙپ آهي ته ٻيا سبب جتن ڇڏي هڪ ٻروَن ستگور جي شرڻ ۾ ٻري ته ٻوءِ هن جو ڪم راس ٿيندو، جاڪاڻ ته سنت انهيءَ الک يعني ڪال کي جالو آهي ۽ اهيئي هن جيو کي الک جي گهيري کان ٻاهر پهچائي سگهن ٿا. ٻيئي لوڪ ۽ جيڪي به اوتار يا ديوتائون ٿي ويا آهن اهي سڀ الک جي گهيري کان ٻاهر نه ويا آهن پر سڀ انهيءَ کان ٻري بيٺل آهن، ليڪن جڏهن جيڪو هنن جي شرڻ وٺندو سو به ڪال جي حد کان ٻاهر ٿي ويندو ۽ جيڪو گذري ويلن جي ٽيڪ ۾ رهندو ۽ موجوده وقت جي ستگور ۾ پيار ۽ نشچي وشواس نه ڪندو، اهو سنتن جي سچي پدکي نه حاصل ڪندو ۽ ڪال جي جارمان ٻاهر نه ويندو.

٢۴٧. اهين چيل آهي ته هريءَ جي چرڻن جي شرڻ وٺڻ سان جيو جو اڌار ٿيندو. هاڻ ويچار ڪرڻو ته انهيءَ هريءَ کي منش ڪٿي ڳولي؟ هن کي نه چرڻ آهن، نه روپ آهي نه ديهه. جڏهن هريءَ جي چرڻن جي شرڻ جي ڳالهه ڪن ٿا ته سندس چرڻ ضرور هوندا ۽ جي هن جا چرڻ هوندا ته سندس ديهه به هوندي، ته اهڙو هري ڪير آهي؟

سنت چون ٿا ته انهيءَ چوڻ جو مطلب اهوئي آهي ته ستگور جي شرن وئو، ڇاڪاڻ ته هري ۽ گورو هڪ آهن. انهيءَ ڪري وقت جي ستگور جي شرن وڃڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته اهو نام جنهن کي پتت اڌارن يعني پاپين جو اڌار ڪندڙ چون ٿا، اهو ملندو ۽ انهيءَ نام جي ڪمائي ساڌسنگ مان ٿيندي يعني ٻيا سڀ سنگ ڇڏي پورڻ ساڌ جو سنگ ڪجي تڏهن ڪمائي ٿيندي ۽ اها ڳالهه معلوم هئڻ گهرجي ته ماتا، پتا، پٽ، استري ۽ ٻين سنساري ماڻهن جو سنگ، ڪسنگ آهي ڇاڪاڻ ته انهن جي سنگت، نه ستگور جي شرن ۾ وٺي وڃي ٿي ۽ نه انهيءَ مان ڪنهن کي نام ملندو ۽ نه ساڌسنگ حاصل ٿيندو. پر جي پورو ستگور پنهنجي مهر ۽ دَيا ڪري ته سڀ ڪم ٺهي پوندا.

٢٤٨. اصل ۾ سنتن جي مت جي ريت ۽ ويدن جي مت جي ريت ۾ وروڌ نه آهي. پر سنتن جو سڌانت، ويدن جي سڌانت کان تمام اوچو آهي. ويدن ۾ ڇهه ڪرم ۽ اپاسنا ڪرڻ گهرجي، سو سنت پڻ اهوئي ٿا چون ته پورڻ ستگور جي سيوا ڪن، من ۽ تن سان ڪريو ۽ هن جو سَتسنگ ڪريو. اهو سڀ ڪرم آهي ۽ جيڪو ستگور اندر ۾ نام يعني شبد جو ڀيد ٻڌائي انهيءَ ۾ سرت جو لڳائڻ اها اپاسنا آهي. ويدن ۾ ٽي ۽ ايشور جا ٽي سروپ اڪيل آهن يعني وشو، تيجس ۽ پراگيه. اهي ٽي روپ جيو جا آهن ۽ وراٽ، هرن گرڀ ۽ اديا ڪرت، اهي ٽي روپ ايشور جا آهن. اڄڪلهه جا گياني ايشور کي انتا مڃين. هن جو چوڻ آهي ته، ٿورن ماڻهن جو ميڙ هڪ ٽولي آهي، هڪ هزار ماڻهن جي فوج هڪ پلٽڻ آهي. اهڙو ٽولي، هو ايشور کي سمجهن ٿا. جڏهن ٽوليءَ يا پلٽڻ جا ماڻهو جدا جدا ٿي ويا ته پوءِ اهو نالو يعني ٽولي يا پلٽڻ ۾ نه رهيو. انهيءَ

چڙهندا آيا آهن. ڪال ۾ سڀ لوڪ ٻه موٽي وڃي نٿو سگهي، پر جڏهن جيو کي ستگرو ملي وڃي ٿو ته الهيءَ جي دياءَ ۽ شبد جي پرتاپ سان هن جا پردا لهي سگهن ٿا ۽ هو وري موٽي سچ لوڪ ۾ وڃي سگهي ٿو. انهن پردن جي لهڻ کان سواءِ، هي پنهنجي گهر نٿو پهچي سگهي ۽ اهي پردا شبد ۽ ستگرو جي شبدا ۽ هنجي پريم کانسواءِ نه لهندا.

۲۴۶. جيستائين آتما الک جي گهيري کان ٻاهر نه پهچندي تيستائين هن کي مڪتي پراپت نه ٿيندي. الک ٿالو من يا ڪال جو آهي. جاڪاڻ ته ڪال جيو کي ڪالهندو ٻيو وڃي ۽ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. جيڪڏهن انسان کي (مالڪ جي) سچي ترڪ آهي ته پيا سڀ جتن ڇڏي هڪ ٻه رون ستگرو جي شرن ۾ اچي ته پوءِ هن جو ڪم راس ٿيندو، جاڪاڻ ته سنتن الهيءَ الک يعني ڪال کي جالو آهي ۽ انهيءَ هن جيو کي الک جي گهيري کان ٻاهر پهچائي سگهن ٿا. ٻيئي لوڪ ۽ جيڪي ٻه اوتار يا ديوتائون ٿي ويا آهن اهي سڀ الک جي گهيري کان ٻاهر نه ويا آهن پر سنت الهيءَ کان پري پهتل آهن، انهن ڪري جيڪو هنن جي شرن وٺندو سو به ڪال جي حد کان ٻاهر آئي ويندو ۽ جيڪو گذري ويلن جي ٽيڪ ۾ رهندو ۽ موجوده وقت جي ستگرو ۾ پيار ۽ مٿس وشواس نه ڪندو، اهو سنتن جي سچي پد کي نه حاصل ڪندو ۽ ڪال جي جار مان ٻاهر نه ويندو.

۲۴۷. ائين چيل آهي ته هريءَ جي چرڻن جي شرن وٺڻ سان جيو جو اڌار ٿيندو. هاڻ وچار ڪرڻ ته انهيءَ هريءَ کي ڪٿي ڳولجي؟ هن کي نه چرڻ آهن، نه روپ آهي نه ديهه. جڏهن هريءَ جي چرڻن جي شرن جي ڳالهه ڪن ٿا ته سندس چرڻ ضرور هوندا ۽ جي هن جا چرڻ هوندا ته سندس ديهه ٻه هوندي، ته اهڙو هري ڪير آهي؟

چڙهندا آيا آهن. ڪال ۾ سڀ لوڪ ۽ مرڻي وڃي لٿو سگهي، پر جنهن جيءَ کي ستگور ملي وڃي ۽ الهيءَ جي دنيا ۽ شيوا جي پرتاپ سان هن جا پردا لهي سگهن ٿا ۽ هُو وري مرڻي سڀ لوڪ ۾ وڃي سگهي ٿو. انهن پردن جي لفظ ڪان سواءِ، ڪي پنهنجي گهر لٿو پهچي سگهي ۽ اهي پردا شبد ۽ ستگور جي شيوا ۽ هنجي پرڀس ڪالسواءِ نه لهندا.

٢٤٦. جيستائين آتما الک جي گهيري ڪان ٻري نه نڪرندي تيستائين هن کي مڪتي پراپت نه ٿيندي. الک نالو من يا ڪال جو آهي. جاڪان نه ڪال جيءَ کي ڪالبدو ٻيو وڃي ۽ ڏنڊ ۾ نٿو اچي. جيڪڏهن انسان کي (مالڪ جي) سچي تڙپ آهي نه پيا سڀ ڄڻن ڇڏي هڪ پورن ستگور جي شرن ۾ ٻري نه پرءِ هن جو ڪم راس ٿيندو، جاڪان نه سنتن الهيءَ الک يعني ڪال کي جالو آهي ۽ اهيئي هن جيءَ کي الک جي گهيري ڪان ٻاهر پهچائي سگهن ٿا. ٻيئي لوڪ ۽ جيڪي ۽ اوتار يا ديوتائون ٿي ويا آهن اهي سڀ الک جي گهيري ڪان ٻاهر نه ويا آهن پر سڀ الهيءَ ڪان ٻري ٻيٺل آهن، ٻيهن ڳري جيڪو هين جي شرن ونندو سو به ڪال جي حد ڪان ٻاهر ٿي ويندو ۽ جيڪو گذري ويلن جي ٽيڪ ۾ رهندو ۽ موجوده وقت جي ستگور ۾ پيار ۽ مٿس وشواس نه ڪندو، اهو سنتن جي سچي پد کي نه حاصل ڪندو ۽ ڪال جي جار مان ٻاهر نه ويندو.

٢٤٧. الين چيل آهي ته هريءَ جي چرڻن جي شرن وٺڻ سان جيءَ جو اڌار ٿيندو. هاڻ وچار ڪرڻو ته الهيءَ هريءَ کي ڪٿي ڳولي؟ هن کي نه ڇولدا آهن، نه روپ آهي نه ديهه. جڏهن هريءَ جي چرڻن جي شرن جي ڳالهه ڪن ٿا نه سندس چرڻ ضرور هوندا ۽ جي هن جا چرڻ هوندا نه سندس ديهه ۾ هوندي، نه اهڙو هري ڪير آهي؟

وڃي ۽ هو پنهنجي ڪرپا سان، شيوڪ جون سڀ ڪميون
پوريون ڪري ڇڏي ٿو.
۲۴۳. جڏهن ڏيڻ وارو ڪنهن کي ڪجهه ڏيندو آهي
تڏهن هو پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍي ڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح
مالڪ جڏهن دَيا ڪري ٿو تڏهن برسات وسائي ٿو پراڻيءَ
مان دنيا کي فائدو رسندو آهي؛ جڏهن پرمارٿين تي دَيا
ڪري ٿو تڏهن هنن تي پريم جي برسات وسائيندو آهي.
ڪنهن ۾ ٻيا سڀ گڻ هجن پر پريم نه هجي ته پوءِ اهو
خالي آهي؛ جنهن ۾ ڪو به گڻ ناهي پر پريم آهي، اهو ئي
مالڪ جي دربار ۾ وڃي سگهندو. ڪنهن ڪري مکيه ڳالهه
پريم آهي؛ اهو پريم، ستگور جي ڀڳتيءَ کان سواءِ نٿو ملي.
۲۴۴. سنت جڏهن انهيءَ پد کي بي انت ڪوٺين ٿا،
انهيءَ جو مطلب اهو نه آهي ته ڪو هنن انهيءَ پد جو انت
نه معلوم ڪيو آهي يا نه پاتو آهي. انهيءَ جو مطلب اهو آهي
ته اِلي جيڪو آنند آهي، اهو بي انت آهي؛ سنت انهيءَ
استان ۾، جيئن مڇلي پاڻيءَ ۾ رهندي آهي تيئن رهن ٿا.
هاڻي جيڪڏهن ڪير چوي ته مڇليءَ جي جل جو انت نه ڄاتو
آهي يا نه پاتو آهي ته اها ڳالهه غلط آهي. جيڪي جل سان
ملي جل روپ ٿي ويا آهن انهن جي ڪجهه به تعريف ناهي.
مهما انهن جي آهي جي مڇلي روپ ٿي، پاڻيءَ ۾ رهي ان
جو آنند ماڻين ٿا.
۲۴۵. ڪال جي ڄرڪاڻي سان جيو کي موڪش نٿو ملي
سگهي ڇاڪاڻ ته سرت چيتن آهي انهيءَ کي ڪال نٿو ڪاٽي
سگهي. ڪال شرير کي ڪاٽي ٿو، ڪنهن کي پاڻيءَ دوارا،
ڪنهن کي اگنيءَ دوارا؛ ڪنهن کي ڌرتيءَ دوارا. ڪال
۽ آتما جو پاڻ ۾ ميل نه ٿيندو، ڇاڪاڻ ته جڏهن کان ولي
ٻئي ست لوڪ مان هيٺ آيا آهن، انهن تي پردن مٿان پردا

٢٤٠. جيستائين لعل سان لعل نه ملندو ليستائين ڪم پورو نه ٿيندو. پنجن اسٿول تتن جو ڪارڻ، سرت آهي ۽ سرت جو ڪارڻ شبد آهي. انهن پنجن جي جهڪڙي ۾ ٻڌل ماڻهو ڪجهه به ڄاڻندو نه ٿيندو. سرت لعل کي شبد لعل ۾ ملائڻ سان ڪم پورو ٿيندو. پر اها ڳالهه به پوري ستگور جي ديا کان سواءِ حاصل نه ٿيندي. انهيءَ ڪري پوري ستگور جي کوج ۽ هن جي پرک ڪرڻ گهرجي.

٢٤١. جهڙيءَ طرح پپيهو مينهن جي بوند لاءِ، هڪ جهنگل مان ٻئي ۾ ڦري ٿو ۽ ٻئي ڪنهن به پاڻيءَ جي بوند نٿو پئي، چاتڪ نه پئي ڪنهن به برساد مان هن جي پياس نٿي اجهامي، مالڪ به اها هن جي سچي تڙپ ڏسي مينهن وسائيندو آهي ۽ هن جي پياس اجهائيندو آهي. ساڳيءَ طرح جيڪي ستگور جا سچا ڳولائو آهن ۽ هن جي ڳولا ۾ لڳا رهن ٿا، انهن کي ستگور ۽ نام حاصل ٿيندا، ليڪن اهو هرڪو جو ڪم ناهي جو هن رستي ۾ قدم رکي سگهي.

٢٤٢. سيوڪ جهڙي ٿو نه منهنجي اها آس آهي ته مان ٻاڻ کي مهنديءَ وانگر پيهي، ستگور جي چرڻن ۾ لڳايان پر ستگور هيئنر قبول نٿا ڪن. سيرا مون نه پنهنجي من کي مهنديءَ وانگر پيهي تيار ڪري رکيو آهي، جڏهن به سندن موج ٿئي تڏهن چرڻن ۾ لڳائين. سيوڪ جو فرض اهو ئي آهي ته اتري محنت ۽ ڪوشش ڪري من کي پيهي ڇڏي ۽ پوءِ به ستگور منظور نه ڪري ته به پنهنجي دپتائي ڇڏي ۽ ستگور جي موج تي راضي رهي. اهڙي حالت نه ٿئي جو ٿوري سيوا ڪري ۽ جي اها منظور نه ٿئي ته ستگور ۾ اباڻ اچي وڃي. انهيءَ جو نالو سيوڪي ناهي، اهو ته ٻاڻ ستگور کي سيوڪ ٻڌائڻ آهي. جڏهن اها حالت آهي ته من ڪيئن پيسو ويندو؟ پر ٻاهران سان جسي ديال ستگور ملي

ڳالهه ستگور جي پوري پرات ڪرڻ سان ئي حاصل ٿيندي.

٢٣٦. جن ڪي هيئنئر انسان جو جنم مليو آهي، اُهي جيڪڏهن ستگور جي ڳولا نٿا ڪن ته هو چوراسيءَ ۾ ويندا ۽ وري ڪين نرديهي نه ملندي. تنهن ڪري هيئنئر وڃه جي اهو وجهه هٿن مان وڃو نه ورئي وجهه نه ملندو.

٢٣٧. ٻاهرين شيوا ۽ ٽهل جا ماڻهو اڪثر ڪنتا تنهن مان سچي ۽ ڪوڙي جي پرک نٿي پئجي سگهي. سچي پرک اها آهي ته جنهن ڪي شبد جو ڀيد ڏنو ويو آهي، انهيءَ ۾ جيڪڏهن هنجي سرت لڳي وڃي ته پوءِ هنجي پرات سچي سمجهڻ گهرجي.

٢٣٨. وقت جي ستگور کي ست لوڪ پيا پڇي ڪنهن استان لاءِ عرض نه ڪرڻ گهرجي. هن کي سدائين اها پرارٿنا ڪجي ته "مولڪي پنهنجي چرنن ۾ رکو" انهيءَ کان اوچو ۽ بهتر استان ٻيو ڪرب ناهي.

٢٣٩. جيڪي ماڻهو سنساري پدارٿن کي پوڄين ٿا اُهي انت ۾ چوراسيءَ ۾ وڃڻ جي لائق ٿين ٿا. ۽ جيڪي ماڻهو انهن ئي پدارٿن کي سنت ستگور ۽ ساڌ جي اڳيان پيٽ ڪن ٿا ته اُهي پرم پد جا اڌڪاري ٿين ٿا. ڇاڪاڻ ته سنت جو نه انهن پدارٿن ۾ موهه آهي ۽ نه پنهنجي شرير ۾. هن فقط جيون جي اُڌار لاءِ ديه سروپ ڌارڻ ڪيو آهي، پر پنهنجي گهر (ست ديش) جو سير هو هر روز ڪندا آهن. جيڪو پدارٿن ۽ پنهنجي شرير جي موهه ۾ ڦاٿا پيا آهن، جيڪي اُنهن مان، پنهنجو تن، من، ۽ ڌن، سنتن جي شيوا ۽ ٽهل ۾ خرچ ڪندا، اُهي چوراسيءَ کان بچندا، پر جيڪي پنهنجي ڪاڏي پيتي ۽ عيش آرام ۾ عمر برباد ڪري رهيا آهن، اُهي چوراسيءَ ۾ ويندا.

ولڙا جي جڳتي، سنتن کي نه هٿ نه آئي جاڪاڻ ته اهي سمنڊ ڇڏي پيا. پر اها جڳتي جيون جي هٿ ۾ اڃي وڃي آهي.

٢٢٩. جي ڪير چاهي ته مان سمنڊ ستگر جي ڀيڄاڻ يا سڃاڻپ ڪريان ۽ جيڪي ڳالهيون ڳرنٿن ۾ لکيل آهن اهي سنتن مان لڳائي ڇڏيان، ته ستگر ڪڏهن هرگز نه ملندو ۽ نڪي هن کي سڃاڻي سگهندو. هن کي گهرجي ته ڪجهه ڏينهن ستگر جو سنگ ڪري، تڏهن ڪالهوءِ ائي ڪڏهن سڃاڻي سگهندو. پوءِ ڪري اباءُ ستگر کي سڃاڻڻ جو ڪرلهي.

٢٣٠. جنهن ماڻهوءَ هن مٽي ديهيءَ ۾ آتما، جا الهيءَ ديهيءَ ۾ اصل يعني سچي وستو آهي تنهن کي نه ڀاليو آهي ۽ سنسار جي پرڳڻ ۾ الهيءَ ديهيءَ کي برباد ڪيو ته اهو ماڻهو پسوءُ آهي. شڪل انسان جي ٿي ته ڇا ٿيو؟ ڪرتوت ته جانورن جا آهن! اها ڳالهه (آتما کي سڃاڻڻ) نه پوري ستگر ڪالـواءِ پراپت نه ٿي سگهندي. ڀورڻ نه پوري ستگر جو ملڻ مشڪل آهي ۽ جي ملي نه ڪٿي ته وري هن ۾ وشواس ٿو اچي. جاڪاڻ ته اڄڪلهه جي پڪي ساڌن جو اهو حال آهي جو پاڻ کي پورڻ برهم سڏائين ٿا ۽ ماڻهن کي گيان سيکاري پرمائين ٿا. جي هنن کان پڇبو وجي ته ٿرهاڻ برهم کي ڪهڙيءَ جڳتيءَ سان پاتو ته ان جو جواب ٿا ڏين. انهن ڪري انهن جو پاڻ کي برهم چوڻ ڪوڙ آهي. هنن جو مارگ، جو ودبا ۽ ٻڌيءَ جي ويچار جو آهي، سو نه من جي حد اندر آهي. الهيءَ سان جيءَ جو اڌار نه ٿيندو. اهڙلي وڏڀاڳي آهي، جنهن کي پورو ستگر ملي وڃي آهي ۽ جنهن کي ستگر پنهنجو پريم ۽ وشواس بخشيو آهي ۽ شردا ۾ لڳايو آهي. جاڪاڻ ته انسان کي طاقت ناهي جو هن ۾ وشواس آڻي سگهي ۽ سندس شردا ۾ لڳي سگهي. اها ڳالهه نه ستگر

۲۲۷. جڏهن ڪائونئي انسان پيدا ٿيو، تڏهن ڪائونئي ڪال
هن سان گڏ آهي، گويا هن سرشت جي ڪال سان شادي ڪرائي
ويئي آهي. جڏهن گهوٽ ڪنوار کي وٺڻ ايندو آهي، تڏهن
رواجي طرح ڪنوار روئندي آهي. هن جي روئڻ جي اها
مراد آهي ته ڪيس گهوٽ سان وڃڻ نه ڏين، پر ڪيس ڪير
به روڪي نه سگهندو آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن وقت ڪال
ايندو تڏهن وقت هيءَ سرشت ڪٿي ڪيترو به روئي پر ڪير
به هن کي مدد نه ڏيئي سگهندو. ڪال هن کي اهڙي رستي
کان وٺي ويندو جو رستو، وار کان به باريڪ آهي ۽ ڪنهنءَ
جي به طاقت ناهي جو انهيءَ تي هلي سگهي. سرشٽون يا
روح انهيءَ رستي ويندي ويندي، ٽڪر ٽڪر ٿي هيٺ
ڇٽي ٿي انت لڪ آهن، انهي ڪري ٻڌون. انهي جيڪا
تڪليف ٿئي ٿي، تنهن جو بيان ڪيو ڪري سگهجي. تنهن
ڪري سنت ستگور، ماڻهن تي دیا ڪري بار بار سمجهائين
ٿا ته وڃڻ جو رستو وار کان به باريڪ آهي جي انهيءَ جو
خوف آئو ته پوءِ پنهنجي اصليت کي سمجهڻ جي ڪوشش
ڪريو، پر انهيءَ جو اپاءُ پوري ستگور کان سواءِ ٻئي ڪنهن
وٽ ناهي. جڏهن ستگور جي شرن وٺبي تڏهن ستگور
جيڪا مناسب ڪرڻي هوندي سان هن کان ڪرائيندو. اهڙي
ڀيانڪ رستي کان هن کي بچائي، پنهنجي گود ۾ وهاري،
نج استان ۾، جتي سدائين آنند لڳو پيو آهي انهي پهچائيندو.
انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو به اپاءُ ڪونهي.

۲۲۸. اهو سچ آهي ته (الله دين) نام جو پراپت ٿيڻ ڏاڍو
مشڪل آهي، پر نام جي پراپتيءَ وارن جي شرن وٺڻ ته
سولي آهي. هميشه کان اها چال هلندي پيئي اچي ته
هر ڪنهن کي نام پراپت ڪيو ٿئي، پر ماڻهو سنتن جي شرن
وٺندا آيا آهن ۽ شرن وٺڻ ۾ به وڏو آنند آهي. اها شرن

دنيا جي حاڪن سان سچائي لئي وڙهي ٿي، اهو ٻئي ڪنهن کي خيال ۾ نه ٿو اچي. ستگرو جو سڀ جو مالڪ آهي، تنهن سان جنهن جي سچائي ٿي، تنهن کي ڪنهن جو ڊپ ٿيندو؟ سو اها ڳالهه (ستگرو جي سچائي) ڪنهن ورلي کي حاصل ٿئي ٿي. ماڻهن جو نه اهو حال آهي جو دنيا جي حاڪن کان ڊڄي، ستگرو ڪسي ڇڏيو ڏين نه پوءِ ستگرو جي سچائي ڪهڙيءَ طرح ٿيندي؟ سچ پچ نه انسان کي طاقت ناهي جو ستگرو کي سچائي سگهي. دنيا جا حاڪم پنهنجي حڪومت سان سڀ کي ڊيڄارين ٿا پر ستگرو ڪا کي ظاهر به نه ڪندا آهن. هو دنيا ۾ عام ماڻهن والگر هلندا آهن. انهيءَ سبب ڪري، جنهن تي هن جي دया ٿئي ٿي، اهو اي ڪين سچائي سگهي ٿو، ٻئي ڪنهن جي طاقت ناهي!

٢٢٥. ستگرو جا وچن ۽ سندن ليلا نه سڀ ڪنهن کسي پياري لڳي ٿي. پر ڪنهن ورلي کي ستگرو پيارو لڳي ٿو. جن جي پريت وچن ۽ ليلا تي مدار ٿي رکي، انهيءَ پريت جو ڀروسو ناهي. پڪي پريت انهن جي آهي جن کي ستگرو سان ٿي پريت آهي. ستگرو جي وچن ۽ ليلا کي پريت ڪندڙن مان نه ستگرو سان پريت ڪرڻ وارا ٿيندو پون. اها نه ستگرو سان پريت ڪرڻ واري ڏاڪڻ آهي.

٢٢٦. هڪڙو ٻئي کي وڏو ٿو چوي يعني جنهن جو، جنهن ۾ سوارت آهي، انهيءَ جي ساراه ڪري، پر انهيءَ ساراه جو ڪو اعتبار ڪونهي. اهو اهڙو آهي جهڙي ڪڪڙ جي هيڪ، جا شروع ۾ زوردار هوندي آهي پر آهستي آهستي گهٽجندي ويندي آهي. جنهن جو اهڙو حال آهي تنهن جي پريت تي ڀروسو ناهي. پرانت انهيءَ جي سچي آهي جا شروع کان وٺي آخر تائين هڪ جهڙي هجي.

تن لوڪن جو ناتُ آهي، تنهن سان جهڳڙو ۽ ڪشمڪشا ڪرڻ ۽ نين بيماري آهي موروڪتا، ڇو ته انسان کي اها خبر ئي ناهي ته مان ڪير آهيان، ڪٿان جو آئس آهيان ۽ اُهو مالڪ ڪٿي آهي؟

اُهو پڌرو پيو آهي، ته ڪتابن پڙهڻ سان، نه ڪا بيماري ڇٽائي سگهجي ٿي ۽ نه ڪو جهڳڙو نبيري سگهجي ٿو. بيماري لاهڻ لاءِ ماڻهوءَ کي ڪنهن زنده حڪيم يا ڊاڪٽر وٽ روبرو وڃي، پنهنجو حال ٻڌائي دوا وٺڻي آهي ۽ جهڳڙي نبيرڻ لاءِ، هن کي روبرو، ڪنهن حاڪم، جج يا مئجسٽريٽ وٽ وڃي پنهنجو جهڳڙو بيان ڪري، ٺاهه ڪرائڻو پوندو.

ستگور وقت جو حڪيم ۽ حاڪم آهي ۽ انهن بيمارين کي لاهي سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح موروڪتا يا ٻي سمجهائيءَ جي بيماري، گذري ويل مهانمائن جي نيڪ يا آسري ٻڌڻ سان نه لهي سگهندي. هن وقت جيڪو ستگور موجود آهي تنهن جي شرن وٺڻ سان، اها موروڪتا جي بيماري لهي ويندي يعني ته جڏهن ستگور جيو کي اکيون ڏيندو تڏهن هن کي پنهنجي ۽ مالڪ جي خبر پوندي. وقت جي ستگور جي ست سنگ ڪالسواءِ، ٻيو ڪو به علاج (انهن ٽنهي بيمارين جو) ڪونهي.

٢٢٣. شبد سوڪير آهي ۽ جيو جو سروپ استول ٿي ويو آهي. پوءِ جيوُ شبد ۾ هڪدم ڪيئن لڳندو؟ استولتا جي هٽائڻ جو اُپاءُ ستگور ٻڌائي آهي. جيستائين ستگور ٻڌائي پوريءَ طرح نه ٿيندي تيستائين هي جيوُ شبد لڳڻ جو لائق نه ٿيندو.

٢٢٤. ستگور جي سڃاڻپ مشڪل آهي. جنهن ستگور کي سڃالو سو نريئي يعني ٻي ڏيهه ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته جنهن جي

آهي، تنهنجي سامهون ويراڳ وغيره جهڙا ساڌن، ٻيا
ساڌنا، همت ٻڌي اچي بيهندا آهن. جاڪاڻ ته اهي هن کي
ستگور جي دربار مان العام طور ملن ٿا. ليڪن ستگور ڀڳتي
اهڙي هٺ گير جي جهڙيءَ طرح چڪور کي چنڊ پيارو
لڳندو آهي ۽ هرڻ کي ناد يا باجو، پتنگ کي ڏيئو، مڇيءَ
کي پاڻي. جنهن کي اهڙي پريت آهي اهيءَ جو نالو
گورڀڳت آهي ۽ اهيءَ جي لئي اهڙي مهما ٻڌائي آهي.

٢٢٠. جيڪو نام لوريءَ ابولنا سان وٺندو رهي، اهو
سچو نام ڪولهي. نام سڀ کان زبردست آهي. ڪيتري ٻه
ابولنا هجي، ته ٻه نام اهيءَ کي ٻولو ڪري سگهي ٿو ۽
ڪٿي ڪهڙي ٻه جاءِ يا هنڌ تي اهيءَ نام کي جپيو ته اهيءَ
۾ ڪرڻ هرج ڪولهي ۽ اها جڳهه ڪٿي ابولو ٻه هجي ته ٻه
نام جي پرتاب سان ٻولو ٿي ويندي. اهڙو نام ستگور وٽ
آهي ۽ ٻئي ڪنهن وٽ ناهي.

٢٢١. ڪلجڳ ۾ نام ۽ ستگور ڀڳتيءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن
ڪرم ڪرڻ جو حڪم نه آهي. جيڪو ٻه اهيءَ جي آتڙ
ڪندو يعني انهن جڳن جي ڪرمن ۾ پيندو، اهو اڌڪاري
ٿي پوندو ۽ نرمل ۽ ٻولو ٿيڻ جي ٻدران ملين ٿي پوندو.
ويد شاستر ٻه انهن چون ٿا ۽ سنت ٻه اهو ٿي فرمائين ٿا. ويد
جي نام جي حد تي لوڪن ناهين آهي پر سنتن جو نام چوٿين
لوڪ ۾ پهچائي ٿو.

٢٢٢. انسان کي، ٻي ظاهري ۽ ٻي ڳجهيون بيماريون لڳل
آهن. ظاهري بيمارين جو ته علاج ڪري ٿو پر ڳجهين بيمارين
جي ڪنهن خبر ٻه ڪانهي. انهن جو چتاءُ سنت ستگور ڏيئن
ٿا. جي ڀاڳ سان سنتن جو سنگ ملي وڃي ته سڀئي انهن
بيمارين جو پتو پوي ٿو ۽ انهن کي دور ڪرڻ جو اپاءُ ٻه
ٿئي ٿو. پهرين بيماري آهي جنم مرڻ. ٻي بيماري، من، جو

وڃن ٻڌي سنسڪار ٻرن ٿا ۽ اهي ٻڻ آهستي آهستي چوراسيءَ جي چڪر کان ٻچي وڃن ٿا. ڇاڪاڻ ته سنت ڪالسواءِ ڪير به چوراسيءَ کان ڪو ٻچائي سگهي ۽ نه جيڪي سندس نہ ڏيس ۾ پهچائي سگهي ٿو.

٢١٨. جن جو نام ۽ وشواس ناهي ۽ ٻهنجي ٻاهرين رهڻي ڇگيءَ طرح نيڪ رکن ٿا ۽ ڪجهہ اندر جي صفائي به ڪن پيا، اهي ڪٿي ڪيتري قدر به جپ، تپ، سنجم وغيره ۽ اپاس ڪن، انهن کي پورو ڦل نہ ملندو. ۽ جن کي پوري ستگور نام جي بخشيش ڪئي آهي ۽ هن لئي هنن جو سچو ۽ پڪو نشچو ٿي ويو آهي ته انهن کي جپ، تپ ۽ سنجم جو ڦل به ملندو ۽ هوءُ نج پد به پائيندا.

دوهرو

نام ليو جن سب ڪيو جوڳ جڳ آچار،
جپ تپ سنجم پرسرام سڀ نام ڪي لار.

اهو نام ستگور کان ملندو ۽ انهيءَ سان ماڻهوءَ جي سڀني وڪارن جي جڙ ڪٽجي ويندي ۽ آهستي آهستي من ۽ اندريون به وس اچي وينديون. ۽ جي ٻئي ڪنهن طرح ڪير اندرين کي روڪڻ جو اراد و ڪندو ته ڪيس ڏاڍي مشڪلات ٿينديون ۽ هڪ کي روڪيندو ته ٻي اندري زور وٺي ويندي. اهڙي حال ۾ ٿين جي نام جپڻ وارن جو به ڏسڻ ۾ اچيٿو ته ڪيتري به جپ ڪندي سندن وڪار دور نٿا ٿين، ۽ گورمک کان نام يعني سنتن کان نام وٺي ان جي آراڌنا ڪن ته بيشڪ آهستي آهستي سندن وڪار دور ٿي ويندا. انهيءَ نام کان سواءِ وڪارن کي دور ڪرڻ لاءِ هن ڪلجڳ ۾ ٻيو ڪو جتن يا اپاءُ ڪونهي.

٢١٩. سنتن جي مت ۾ ويراڳ جي ڪا به مهما ڪانهي، صرف گور ڀڳتيءَ جي مهما آهي. جنهن جي گور ڀڳتي پوري

اهو سمجهڻ گهرجي ته ماتا، پتا، پت، استري، يار دوست، برادري ۽ ٻين وغيره انهن سڀني ۾ ڪوبه اهڙو سچو دوست ناهي بلڪ اهي سڀ دک ڏيڻ وارا آهن. پر سنساري ماڻهو انهن کي سک روپ سمجهن ٿا، انهيءَ ڪري اهي اڀاڳي آهن. وڏ ڀاڳي اهي آهن جي پوري ستگور ۾ پريم ۽ وشواس رکن ٿا ۽ سندس شيوا ۾ پنهنجو تن من ۽ ڌن لڳائين ٿا. جنهن هن ڄواليءَ هي وقت ۾ ڀي ستگور کي ڳولي لڌو آهي اهوئي عقلمند آهي پر ڪوڙ غافل رهندو انهيءَ کي پڇتائڻو پوندو.

٢١٦. سنتن ۽ ٻين جو مطلب ته ڪڏهن ليو آهي ۽ نه ڪڏهن لهندو. ڇاڪاڻ ته هو ماڻهن کي ٻاهرين ڪرين ۾ ڦٽڪائين ٿا ۽ سنت هنن کي اندرين ڳالهيءَ ۾ لڳائين ٿا. پنڊت، ماڻهن کي پٿر ۽ پاڻيءَ جي پوڄا ۾ لڳائي، گمراه ڪن ٿا ۽ سمجهائن ڪو ڪو ماڻهن کي ورن آتمڪ نام ڏئي ٿو، پر اُن جو ڀيد نٿو ڏئي سگهي. ليڪن سنت ڌن آتمڪ نام ڏين ٿا ۽ انهيءَ جو ڀيد، سروپ، لطا ۽ ڌام، پوريءَ وڏيءَ الوسار سمجهائين ٿا. جيڪڏهن جيئن سنتن جا وچن مڃي نه جيڪر سندس ڪارج ٿئي، نه ته جم جم ڦٽڪندو رهندو.

٢١٧. هن جيءَ جو ڌرم يا فرض اهو آهي ته پنهنجي پتا جي شيوا ڪري. هنجو پتا، ست نام ست پرش آهي ۽ هي جيءُ، جو انهيءَ جو انس آهي تنهن کي هي ملڻي نٿو پوءِ هي سندس شيوا ڪيئن ڪري؟ هاڻ سمجهڻ گهرجي ته سنت، ست پرش جو اوتار آهن. هنن جي شيوا ڪرڻ، ست پرش جي شيوا آهي. پوئين ٽن جڳن ۾ سنت پرگهٽ نه ٿيا هئا. هاڻ ڪلجگ ۾ فقط جيون جي تارڻ واسطي، اوتار ورتو اٿن. ٻيو ڪوبه مطلب هنن جو سنسار ۾ اچڻ جو ڪونهي. جيڪي سنسڪاري جيوَ آهن اهي سنتن جو درشن ڪن ٿا ۽ وچن ٻڌن ٿا ۽ سندن چرنن ۾ لڳي وڃن ٿا. ڪيترن ماڻهن کي هنن جا

تنهن ڪري اياڻي آهن ۽ لاچار آهن ڇاڪاڻ تہ هن وقت پرمارٿ، آجيوڪا (روزگار) جي آڌر تي بيٺو آهي ۽ اڳين وقت ۾ آجيوڪا پرمارٿ جي آڌر هئي. پر هيئر ڪلجڳ ۾ جيڪي سڌت پرگهٽ ٿيا آهن، تن اهڙي جڳتي ڪڍي آهي، جنهن موجب جيڪڏهن ڪير ڪمائي ڪري تہ سچو براهمڻ يا سچو ڪتري ٿي پوي. پر اهي ماڻهو پنهنجي اڌڪار جي ڪري، سنتن جي وچنن ۾ وشواس نٿا ڪن، الٽ نندا ڪن ٿا. انهيءَ جو ڪارڻ هي آهي تہ هي ماڻهو سنسار مان نڪرڻ نٿا گهرن ڇو تہ گندگيءَ جو ڪينئون گندگيءَ ۾ ئي خوش رهندو آهي. تنهنڪري سنساري ماڻهن کي سنتن جا وچن برا ٿا لڳن پر سنت هنن جي ڀلي جي ئي ڳالهہ ڪندا آهـن.

٢١٤. مالڪ انسان جي اندر آهي پر هيءُ مورک، ڪيس ٻاهر ڳوليندو وتي. ڪاشيءَ ۽ پرياگ جا رهواسي، ايوڌيا ۽ ٻندراٻن ۾، هردوار، بدري ناٿ، ايوڌيا ۽ ٻندراٻن جا رهواسي پرياگ ۾ ڀٽڪندا وتن ٿا. انهيءَ ڀرم مان، پوري ستگرو کان سواءِ ٻيو ڪير بہ نٿو ڇڏائي سگهي. تنهن ڪري ستگرو جي کوج ڪرڻ گهرجي. پنڊت ۽ ڀيکي خود پاڻ بہ ڀرم ۾ پيا آهن ۽ ٻين کي بہ پيا ڀرمائين.

٢١٥. هيءُ انساني سرير ڪڻ ڀنگر يعني ٿوري وقت لاءِ آهي. انهيءَ جي جوڀن تي ڪوڙو هٺ ڪيوا جهڙيءَ طرح پن ڇڻ جي موسم ۾، وڻن جا پن ڇڻي هيٺ اچي ڪرندا آهن، اهڙي طرح هيءَ جواني بہ ٿوري عرصي ۾ هلي وڃڻ واري آهي. تنهن ڪري مناسب آهي تہ انهيءَ کي مفت ۾ برباد نہ ڪجي ۽ پنهنجي پياري مالڪ جو ڀڄن ڪري، پنهنجي حياتي هن جي سيوا ۽ ڀڄن ۾ لڳائجي.

جي لوهان کي سنتن جي پراپت ٿئي ۽ ڪال جي جار ۾ ڦاٿا
رهندا. پر جيڪڏهن هي مَش جو ڦرڻ سڦل ڪرڻ چاهيو ٿا
ته ودّيا ۽ بُڌيءَ جو اهنڪار ڇڏي، سنت ستگورن جي
اڳيان دينتا ڪريو. هو سمرٿ آهن، لوهالڪي مايا ۽ ڪال
کان بچائي، لوهالڪي سچي گهر يا نج استان ۾ پهچائي
ڇڏيندا. باقي لوهالجي اختيار آهي چاهي هِن وچن کي مڃو
يا نه مڃو. هي سڀ لوهالجي ڀلي واسطي چيو ويو آهي.

٢١٢. ڪلجگ ۾ سنت بادشاه آهن. جيڪي جيو هِن جي
حڪم ۾ هلندا يعني جيڪو ڪرم ۽ اپاسنا، سنتن هن ڪلجگ
۾ ڪرڻ فرمايو آهي اهو ڪندا ته سکي رهندا ۽ هِن جو آڌار
ليندو. جيڪي هِن جي حڪم جي برخلاف هلندا
يعني اڳين جُڳن جا ڪرم، اپاسنا ۽ شاسترن ۽ پراڻن ۾ جيڪو
ڪيان لکيل آهي اهو ڪندا ته اهي ڪرم ڪالين وڌيءَ پوروت
نه لهي سگهندا، الٽو سندن اهنڪار وڌندو ڇاڪاڻ ته اهي
جيڪي اڳين زمانن جا قاعدا ۽ قانون آهن اهي هيٺئر رد ۽
خارج آهن. هيٺئر جيڪڏهن ڪير انهن قانونن جي ٽيڪ يا
آسرو وٺندو ۽ انهن موجب هلندو ته انهيءَ جو ڪارج هرگز
راس نه ٿيندو ۽ هُو چوراسيءَ کان نه ڇُٽندو. انهيءَ ڪري
سڀني ماڻهن کي گهرجي ته سنتن جو حڪم مڃن. سنتن هيءَ
**ڪرم** ۽ اپاسنا مقرر ڪيا آهن. ستگورن جو ستسنگ ۽ شيوا
۽ درشن ۽ سندن بانيءَ جو پاٺ ڪرڻ ۽ ٻڌڻ ۽ سندن ٻڌايل
نام جو سمرڻ، اهو **ڪرم آهي** ۽ ستگورن جي سروپ سان
پريت ۽ انهيءَ جو ڌيان ڪرڻ ۽ اندر ۾ سرت کي شبد سان
لڳائڻ يعني شبد ٻڌڻ، اها اپاسنا آهي.

٢١٣. براهمڻ ۽ کترين پنهنجو ڪرم ۽ ڌرم ڇڏي ڏنو
آهي پر اڃا اهنڪار نه ڇڏيو اٿن. اڳين جُڳن جا ڪرم هيٺئر
ماڻهو پوريءَ وڌيءَ سان نه ٿا ڪري سگهن. آچارين جيڪي
ڪلجگ واسطي ڪرم فرمايا آهن اهي هي ٿا ڪري سگهن

پنهنجي ديا سان هن جو اڌار ڪن ٿا پر جنهن کي ستگرو سان پريت آهي تنهن جي شبد ۾ به پريت ضرور هوندي. پهرين ستگور جي ديهه سروپ جي پريت ۽ پڪتي هئڻ گهرجي، انهيءَ بنا ڪم نه بڻجندو.

٢١٠. نارد مني جنهن کي رام جو پرڪاش درشن ٿيو هو پر اهڙي طاقت رام جي نه ٿي جو هن کي چوراسيءَ جي چڪر کان بچائي ڇڏي؛ هن کي نه پنهنجي گروءَ ئي بچايو. اڄ ڪلهه جيڪي ماڻهو رام جو نالو جپين ٿا، جنهن رام کي هن ڪڏهن به پنهنجي اکين سان نه ڏٺو آهي ۽ نه ڪڏهن هو پوري گروءَ سان مليا آهن ته پوءِ اهڙا ماڻهو چوراسيءَ کان ڪيئن بچندا؟ تنهنڪري اهو ضروري آهي ته هو موجوده وقت جي ستگور کي ڳولين ۽ هن جي شرن وٺن.

٢١١. نرملا گيانين کان پڇڻ گهرجي ته توهين جيڪڏهن گرو نانڪ جي گهر جا آهيو ته گروءَ جيڪو گرانٿ ناهيو آهي تنهن تي عمل ڇو نه ٿا ڪريو؟ ويدن ۽ شاسترن جا غلام ڇو ٿيا آهيو؟ يعني ته گرو صاحب جيڪا ڀڳتي بتائي آهي انهيءَ جي ڪمائي ۽ جيڪا ديتا هن ورتي ڪئي آهي، تنهن جي پيروي ڇو نه ٿا ڪريو؟ جيڪڏهن توهين پاڻکي گياني سمجهو ٿا ته اها وڏي غلطي آهي. ڀڳتيءَ بنا توهان کي گيان ڪيئن پراپت ٿيو؟ اهو گيان نه پورين جو گيان آهي. جنهن وقت مايا جو چڪر هلندو تنهن مهل توهان جو اهو گيان اڏامي ويندو. تنهن ڪري جڏهن پوري ستگرو جي ڀڳتي ڪندا تڏهن سچو گيان پراپت ٿيندو.

وياس ۽ وسشت، جي پنهنجي مت ۾ پورڻ هئا، انهن تي به مايا پنهنجو حملو ڪيو، پوءِ توهين ڪيئن مايا کان بچي سگهندا؟ مايا کان فقط سنت ئي بچيل آهن يا اهي جيڪي سنتن جي شرن ۾ آيل آهن، پر ڪير به مايا کان هرگز نه بچندو؟

لڳو سڃاڻي. هن جي ڏسندي ئي جيڪو پاپ ڪن ٿا ته به هيو
ڪين منع لڳو ڪري، ليڪن چوراسيءَ جو چڪر پرڀالي او.
پوءِ اهڙي رام مان ڪهڙو مطلب سڌ ليندو؟ جڏهن ستگور
ملي ۽ اهيءَ جو ڏس ڏئي ته ملائي سروپ ۾ رام لوهالجي
اندر ۾ وياپڪ آهي تڏهن وڃي ٿي هن جيو کي مُر پوي ۽
هؤ ٻرن ڪرمن ۽ چوراسيءَ کان بچي وڃي ٿو. اهيءَ ڪري
ستگور جي کوج تمام ضروري آهي. ڇاڪاڻ ته هو پرگهٽ
رام آهي ۽ جيڪو گهٽ رام آهي اهيءَ جي کوج ستگور کان
سواءِ ٿي ئي سگهي. جيڪي اهن لتا ڪن ٿا ڪي نه رام ملندو
۽ نه چوراسيءَ کان ڇٽندا ۽ سندن هيءَ دُرلڀ انساني ديهي
مفت ۾ برباد ٿي ويندي. جيڪو سچيءَ دل سان ايشور جي
کوج ڪندو تنهن کي ستگور ضرور ملندو ڇاڪاڻ ته ستگور
نت اوتار آهي يعني سدائين هن دنيا ۾ موجود رهي ٿو.

٢٠٩. اندر ۾ جيڪو شبد وڃي پيو تنهن جي ٻڌڻ کي
شبد ڀڳتي چئجي ٿو ۽ جنهن جي اندر ۾ اهو شبد پرگهٽ
آهي، اهيءَ سان پريت ڪرڻ ۽ اهيءَ جي شيوا ڪرڻ، اها
ستگور ڀڳتي ۽ شيوا آهي ۽ اهو ئي ستگور آهي ۽ هن جو نج
سروپ شبد آهي. هن جي وچن کي مڃڻ ۽ اهن جي پيروي
ڪرڻ، اها ستگور جي ٻاهرين ڀڳتي آهي ۽ پنهنجو اندر ۾
شبد کي ٻڌڻ، هيءَ اندرين ڀڳتي آهي. پر ڏاڪڻ جو پيرارن
ڏاڪو اهو آهي ته جنهن سروپ سان ستگور اپديش ڪريٿو
اهيءَ سان ضرور پريت هئڻ گهرجي. تنهن کان پوءِ ئي ستگور
جي شبد سروپ سان پريت ٿيندي. جنهن کي ديهه سروپ
ستگور سان پريم ناهي تنهن جي شبد سروپ ستگور سان به
پريم نه ٿيندي. ڇاهي هؤ ڪيتري نه محنت ڪري پر
سندس شبد نه کلندو. پر جنهن جي ستگور جي ديهه سروپ
سان پريت آهي پر شبد ۾ اهڙي پريت ناهي ته به ستگور

وچيندڙ خود برهما کي به معلوم نه ٿي سگهيا آهن. پر پوري ستگور کانسواءِ انهيءَ راز يا ڳجهه کي ڪير به کولي نٿو سگهي. نهن ڪري سيني کي گهرجي ته ستگور کي سڀ کان مکيه سمجهن. هو گرنٿ جو راز به ٻڌائي سگهن ٿا ۽ بنا گرنٿ جي آڌار (مدد) ڪري سگهن ٿا. جيڪي ماڻهو وقت جي ستگور جي کوج نٿا ڪن اُهي چوراسيءَ ۾ ڀٽڪندا رهندا.

٢٠٦. واچڪ گيانين کي مڪتي نه ملندي آهي، اُهي صرف ڳالهيون ڪري ڄاڻن پر جيڪو سچو گياني آهي انهيءَ جا اصول ڪرم ڪندا ۽ پر سوڪير ڪرم نٿا ڪندا. اُهي سنتن جي پد ۾ پهچڻ کان سواءِ نٿا ڪٽجي سگهن. اهو سمجهڻ گهرجي ته هن جڳهه ۾ سنتن جي دوارن ئي مڪتي ٿي سگهي ٿي، ڇاڪاڻ ته اصول ۽ سوڪير ڪرمن جي ڪٽجڻ کانسواءِ مڪتي ڪيئن ٿيندي؟ ڪرم ڪاٽڻ جي جڳتي گيانين وٽ نه آهي.

٢٠٧. گورمک انهيءَ جو نالو آهي جو ستگور کي ڪُل مالڪ سمجهي ۽ هنجي ڪنهن به ڪم ۾ ڪي من ۾ سوال نه اُٿاري ۽ منجهس اُپاءُ نه آڻي. ڪنهن جي گهر ۾ ڪو موت ٿي پوي يا ڪو دک اچي پوي يا ڪو نقصان ٿي پوي يا گرمي زياده ٿي پوي يا سردي زياده ٿي پوي يا برسات گهٽي پوي يا ٿوري پوي يا بلڪل نه پوي يا بيماري يا وبا ۽ پليگ يا ٻي ڪا مصيبت اچي پوي ته ان وقت انهن ڳالهين ته انهن نه ٿيڻ گهربو هو يا اهو ٻي مناسب ۽ پرو ٿيو آهي. بلڪ هو انهن سمجهي ته جيڪي ڪجهه ٿيو آهي سو مالڪ جي موج سان ٿيو آهي ۽ انهن ئي مناسب هو لدو ۽ انهيءَ ۾ ڪا چڱائي هوندي ۽ اها ڳالهه ڪو ورلو گورمک ڪري سگهندو ٻئي ڪنهن جي جاءِ ناهي.

٢٠٨. رام سيني جي اندر ۾ وياپڪ آهي پر ڪير به ڪيس

كي جهڙي رهيا آهن انهن مان ڪنهن بہ نہ اثر نہ ٿي ها. انهيءَ
مان ظاهر آهي تہ نام بہ شڪتي ڪانهي. شڪتي ستگر ۾
آهي. وڏائي انهي جهڙو آهن جي ستگر جي سيوا ڪري
رهيا آهن. گنهگار بہ جيڪڏهن ستگر جي نوڪ پڪڙين ٿا
تہ ڪين معافي ملندي بہ جيڪي بہ گناه آهن، پر جي ستگر
جي نوڪ نہ ورتي آهي تہ وڏن گنهگارن بہ ٻڏيا ويندا.

۲۰۵. ڪيترا اڌڪاري ۽ عزت چاهيندڙ ماڻهو، جيسي
ستسنگ ۾ اچن ٿا ان کي ستسنگ مان رس نٿو اچي چاڪاڻ
تہ انهي دوش دشٽيءَ يا عيب جوئيءَ جي نظر سان اچن
ٿا ۽ جيڪي ڪجهہ سمجهايو وڃي ٿو سو نٿا سمجهن. ٻاهران ۾
گرنٿ جي وڏي عزت ڪن ٿا پر اندر حسد ۾ وچن نٿا
مڃين پر جيڪي ماڻهو انهي وچن مڃين ٿا ۽ پنهنجي طاقت
انوسار ڪمائي بہ ڪن ٿا ۽ ستگر کي سڀ کان مٿي سمجهن
ٿا، انهن کي هو گهٽ ٿا سمجهن. انهن اڌڪارين کي ستن
مان ڪڏهن بہ ڪجهہ بہ فائدو نہ ٿيندو. انهي گرنٿ جا ٽيڪي
آهن ۽ گرنٿ بہ جيڪو حڪم آهي تہ ستگر کي ڳولهيو ۽
سندس سيوا ڪريو تہ انهن کان ڪجهہ حاصل ٿئي، انهيءَ
حڪم کي نٿا مڃين پر گرنٿ کي گرو ڪري ٿا مڃين. انهن
ماڻهو گرو نانڪ صاحب جي وچن جي برخلاف هلي رهيا
آهن چاڪاڻ تہ گرنٿ گرو نٿو ٿي سگهي. انهي تہ جڙ آهي ۽
نہ ڳالهائي ٿو ۽ نہ اپديش ڏئي سگهي ٿو. انهي ڪم ستگر
جوڳي آهي. جيڪڏهن گرنٿ اپديش ڪري سگهي تہ پوءِ
نرملا ۽ اداسي ڪاشيءَ ۾ وڃي پنڊتن اڳيان ليڪچر ڪرڻ لاءِ
ها ۽ گرنٿ کي ويد شاستر کان گهٽ نہ سمجهن ها ۽ ليڪن ۽
ورن بہ نہ پڙهن ها ۽ پنهنجي چيلن کي انهي اپديش نہ ڪن
ها تہ سندن مرڻ ڪالهوءِ سندن ڪريا ڪرم ڪيا ۽ روجهي
ڪرائين. گرنٿ ۾ انهي راز سمايل آهن جي وڏن جي

ستسنگ ۾ نه وڃن ۽ جي وڃن ٿا، نه ڪجهه ساڻ نه وڃن
چاڪاڻ ته سنتن جي حاضريءَ ۾ پاڪائي ۽ ڪجهه لاءِ جاءِ
ڪانهي. اهي سڀنيءَ طرح هلڻ ساڻ ڪجهه حاصل ٿيندو.
نه ته هو پنهنجو نرادر ڪرائيندا. جي سنت پاڻ موجود
آهن ۽ سندن دربار لڳي ٿي، اهي وچي ڪوڙ ۽ ڪجهه جون
ڳالهيون ٻڌائڻ پنهنجي بري گت ڪرائڻي آهي چاڪاڻ ته
سنت سمرت آهن ۽ برداشت ڪري وڃن ٿا پر هنن جهڙي
ستسنگين کان اهي ڳالهيون ٻڌيون سنيون وڃن ۽ اهي هنن جي
ڪجهه ڪي ڪر ليو ڇڏين ٿو ته انهيءَ ستسنگ ۾ رات ڏينهن
سچن جي ڇانٽي ٿيندي رهي ٿي، اهڙي هنڌ ڪچي ۽
پاڪائيءَ جو گذارو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

٢٠٢. ايشور جي دربار جا دربان، برهما، وشنو ۽ مهاديو
آهن ۽ سنت ستگور جي دربار جا دربان سندن شيوڪ آهن.
انهن جو درجو ايترو قدر مٿي آهي جو برهما، وشنو ۽ مهاديو ۽
خود ايشور، جو هنن جو مالڪ آهي، اهي سڀ سنتن جي
شيوڪن کي روڪي نٿا سگهن ۽ نه هنن جو مقابلو ڪري ٿا
سگهن. چاڪاڻ ته سنت سڀني کان وڏا آهن ۽ انهيءَ ڪري
هنن جي شيوڪن کي به اهو ئي درجو مليل ٿو، جنهن جي
برابري ايشور ۽ ديوتائون به نٿا ڪري سگهن.

٢٠٣. سنتن جي وچن جو ارث سنت ئي ٺيڪ طرح ڪري
سگهن ٿا ۽ ٻئي ڪنهن کي به طاقت ناهي جو سنتن جي باڻيءَ
جو پورو مطلب سمجهائي سگهي. جي ڪير ڪندو به ته بس
پنهنجي بڌيءَ انوسار ڪندو ۽ بڌيءَ جي اتي جاءِ ناهي
چاڪاڻ ته سنتن جي باڻي انڀوي آهي ۽ ان جو ارث به
انڀوي آهي. ودوان جي طاقت ناهي جو انهيءَ کي سچيءَ
۽ پوريءَ طرح سمجهي سگهي.

٢٠٤. جي نام ۾ شڪتي هجي ها ته هزارين ڀيڪي انهيءَ

سگهن ٿا پوءِ سدس سروپ کي ڪيئن سڃاڻي سگهندا؟ گورمک کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به انهيءَ روپ جي سڃاڻپ نه اچي سگهندي. جهڙيءَ طرح لوهه جڏهن پارس کي لڳندو آهي ته سون ٿي پوندو آهي پر لوهه کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڌاتو پارس کي لڳڻ سان سون نٿو ٿئي. ماڻهن جو اهو خيال آهي جو گورمک ته ٿيڻ چاهين ٿا پر گرو ٻئي جهڙي ڪري ڪجهه اهڙي ٿا ڪن. انهيءَ ڪري ڪين گهرجي ته وقت جي ستگرو جي چيئيءَ طرح ٻئي ڪن ته آهستي آهستي گورمک ٿيئجي پوندا.

ڪي مورک ماڻهو ائين چوندا آهن ته پورو ستگرو اسين ڏٺو ڪونه جڏهن هن ڪنهن ٻئي کي ستگرو بڻايو هجي. خاطر خيال ڪري ڏسو ته جي هن ڪنهن کي ستگرو بڻايو نه هوندو ته ان مان ڪهڙو فائدو ليندو. جي ڪين ستگرو ليکو آهي ته ٻاڻي ستگرو جي ٻڌي ڪن ڏهن لي هر اها ٻالهه ٻاڻي ڏسي سگهندا. اهڙن ماڻهن کان ٻچي ته ٺڳي ڪرڻ لاءِ اڄاڻو لوڪ ويس ٻڌائي ڪري رکيا آهن. پر انهيءَ ۾ به مالڪ جي موج آهي جاڪاڻ ته جي سڀ گورمک ٿي وڃن ته پوءِ سنسار جي رچنا ڪيئن رهندي!

۲۰۱. سنسار ۾ پيڪدارن ۽ براهمڻن جو آدر آهي پر انهن کي وڏو اهيئي ٿا سمجهن جن کي پرمارٿ جو چاهه ڪرڻي جاڪاڻ ته اها جڳتي جنهن سان جيو پنهنجي نج استان کي حاصل ڪري ٿو سا انهن وٽ ناهي. هن ته پنهنجي سوارٿ لاءِ پيڪ ۽ وديا حاصل ڪيا آهن. جيڪو انسان پرمارٿ جو سڪايل آهي تنهن جي من ۾ انهن ٻئي لاءِ عزت نه رهندي. ٻاهران چاهي هو انهن جي خاطري به ڪري ۽ ڏن به ڏئي پر پنهنجو من هن کي ڏئي نٿو سگهي. تنهن ڪري پنڊتن ۽ پيڪن کي گهرجي ته اهڙن ماڻهن کان سچن پرمارٿن جي

پورن برهم آنند سروپ آهي تنهنجو آنند وٺڻ چاهي ٿو. انهيءَ سبب ڪري هن کي مرڻ جو ڏک نٿو ستائي. بلڪ ساڌ ته جيئري ئي مرن ٿا ۽ ستگور جي نم سروپ جي آنند ۾ مگن رهندا آهن.

١٩٨. سنتن جي دربار ۾ ڪو به خاص قاعدو، شرط، يا ۽ ستسنگ جو مقرر ناهي ۽ نه سنت ڪنهن سان به زبردستي ڪندا آهن. هو فقط وچن ٻڌائي ماڻهن کي سڌاريندا آهن. جيڪي جيو اُتم آهن سي جلدي مڃين ۽ سمجهن ٿا ۽ جيڪي وچولا آهن اهي ڏيري مڃين ٿا ۽ جيڪي سنتن جي وچن کي، نڪي سمجهن ٿا، نڪي مڃين ٿا اهي ستسنگ ۾ ٽڪي نه سگهندا آهن. پر ستسنگين کي مناسب آهي ته ڪنهن سان به ايترا نه ڪن ۽ نه اهو ارادو ڪن ته هرڪو سندن والڪر هلي، ڇو ته صورت ۾ هليو وڃي. ڇاڪاڻ ته هلي وڃڻ ۾ انهيءَ جو ئي نقصان آهي ۽ ستسنگيءَ کي ڪو به فائدو ناهي. پر جي هو ستسنگ ۾ ايندو رهندو ته سمجهندي سمجهندي هڪ ڏينهن سمجهي ويندو ۽ پوءِ ان سڀني والڪر پنڌ هلڻ لا ورنڻ لڳندو.

١٩٩. مالڪ جي ڀڳتي ڪندڙ ڌيءَ، منمک پٽ کان بهتر آهي ڇاڪاڻ ته اهڙي ڀڳت استري ٻنهي ڪلن جو اڌار ڪري ٿي يعني ٻئي ڪل، پيڪو ۽ ساهرو تاري ٿي. منمک پٽ ٻنهي ڪلن جو نقصان ڪري ٿو. انهيءَ ڪري وڏ ڀاڳي اهو ڪل يا ڪٽنب آهي جنهن ۾ پٽ خواه ڌيءَ ٻئي ڀڳت پيدا ٿين ٿا. جنهن ڪٽنب ۾ هڪ ڀڳت پيدا ٿئي ٿو تنهنجي اڻ ڪلن يعني پيڙهين جو اڌار ٿئي ٿو ۽ منمک چاهي ڪيترا، هجن پر اهي نرڪ ۾ ڪهاي ويندا.

٢٠٠. جڏهن ستگور جي استول سروپ، جو هن جيون جي اڌار لاءِ ڌارڻ ڪيو آهي تنهن کي به ماڻهو سڃاڻي نٿا

ڀوڳيندا ۽ لٽڙ ونيي هو ڀوڳيندا، چاڪاڻ تہ ٻين ڀوڳين ڀوڳڻ
وقت ساڳيءَ طرح ڀوڳن کي ڇمبڙي پنهنجو ٻاڻ (آتما) کي
ڀلجي وڃن ٿا. ڏسڻ ۾ ايندو تہ جڏهن اهڙن صاحبن جو ڪير
نراد ڪري ٿو تہ ڪين شوڪ ٿئي ٿو، ڪي کو الزام لڳائي
ٿو يا جڏهن هو ٻئي ڪنهن جو مان ۽ وڏائي ٿيندي ڏسن ٿا
تہ هين ڪين ڪروڌ ۽ ابرڪا اچيو ستائي. جڏهن هنن جي ڪنهن
ڀوڳ جي آشا پوري نٿي ٿئي تہ هن هو دکي ٿين ٿا ۽ انهيءَ
ڀوڳ جي آشا پوري ڪرڻ لاءِ انيڪ ڪوششون ڪندا ۽
هر ڪنهن کان مدد چاهين ٿا ۽ انکي عرض ڪن ٿا.
هاڻ ويچار ڪرڻ گهرجي تہ اها ڪيتري قدر نہ ڪرپل
حالت آهي! جن ڀوڳن کي هنن ڪانر جي وشتا سمان آئي ڇيو،
انهن کي ڀوڳڻ لاءِ ڏاڪڻ جي سبب کان هيٺين ڏاکي لي
اچي پهچن ٿا، جتان چوراسيءَ جو رستو کليو پيو آهي. انهن
ڪري سنت ديا ڪري هي وچن فرمائين ٿا تہ جنهن کي
پنهنجي آتما جي مڪتي ڪرڻي آهي تنهن کي گهرجي تہ وديا
گيانين جي سنگ کان بچي جيتري قدر ٿي سگهي اولرو
ستگور جي کوج ڪري ۽ هن جي چرنن جو آسرو وٺي تہ هنجو
ڪم ٿئيو. ٻئي ڪنهن بہ اشٽ ذريعي يا پنڊت يا ڀيکداريءَ
جي سنگ بہ چوراسيءَ کان نہ بچي سگهبو. ڀيکدارين ۽ پنڊتن
کي ڪارڻ پيارڻ ۽ جيڪي ٻچي سو ڏيڻ مناسب آهي پر
پنهنجو لن ۽ من ستگور جي چرنن ۾ ارپڻ ڪرڻ ضروري آهي.
اها ڳالهہ انهيءَ واسطي آهي ۽ انهيءَ کان ئي مجي وندي،
جنهن کي مالڪ سان ملڻ جو چاهہ آهي ۽ پنهنجي آتما جي
مڪتي ڪرڻي آهي. ڀيکي ۽ پنڊتن ۽ سنساري ماڻهن کي هي
وچن پيارا نہ لڳندا.
١٩٥. وديا وان ۽ چالاڪ ماڻهو ستگور جي سنگ جي لائق
ناهن چاڪاڻ تہ اهي اهنڪاري ٿيندا آهن ۽ ڪين سنت ستگور

۽ ڪروڙ ۾ اچي ٿو. انهيءَ مان ثابت ٿيندو ته مان وڏائي، سٽر تماشي، ۽ مشهوريءَ جي ڪيتري نه زبردست خواهش اُنهن اندر ۾ پوري پيئي آهي. جي ڪي انهن ڳالهين يعني ظاهري لياقت، وڏائي ۽ وڏپڻ وغيره ۾ لڳي رهڻ کي ۽ گيان جي ڪتابن پڙهڻ کي پرمارٿ سمجهي ٿو ته اها به هڪ ڀُل آهي. چاڪاڻ ته انهن ڳالهين سان من نٿو مري. من کي مارڻ جي جڳتي يا طريقو هي آهي ته پوري سَتگُرو يا پوري ساڌ جي شيوا ۽ هن جو سَت سنگ ۽ رکيو سڪو ٽڪر کائي، سَتگُرو جي جڳتيءَ يعني صورت شبد مارگ جي اڀياس ۾ من لڳائجي. اهو آهي من کي مارڻ جو طريقو. جڏهن انهن ڳالهين جو ذڪر ۾ ڪريون ته پوءِ من ڪيئن وس ۾ ايندو ۽ پرمارٿ ڪيئن ٺهندو؟ اهڙن ماڻهن جو حال اهو آهي جو وات سان ته چون ٿا ته هن لوڪ ۽ پرلوڪ جا ڀوڳ اسانکي ڪالوءَ جي وشٽا سمان آهن پر سندن من، ڀوڳن جي چاهه ۽ تلاش سان ڀريو پيو آهي ته پوءِ ڪين ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ افسوس اهو آهي جو هو اهڙا غافل آهن جو خبر نٿي پوين ته اسين چئون ڇا ٿا ۽ ڪريون ڇا ٿا! پر دنيا جا ماڻهو انهن کان به وڌيڪ غافل آهن جو اهڙن کي پرمارٿي سمجهن ٿا ۽ هنڌن جي پليان لڳي پاڻ به ٻڏندا وڃن ٿا.

١٩٤. ڪي ودوان انهن چوندا آهن ته ڀوڳن جي چاهه ۽ ڪام ڪروڌ وغيره من ۽ اندرين جو سڀاءُ آهن. آتما جو سروپ انهن کان نيارو آهي ۽ جيئن انهيءَ ڳالهه کي چڱيءَ طرح ويچاري ڏسبو ته اهي آتما جو ڪجهه به نٿا بگاڙي سگهن. هاڻي اهو سمجهڻ کپي ته هي وڏو دوکو آهي. جڏهن ڀوڳ ۽ ولاس جي چاهه ۽ من ۽ اندرين جا وڪار انهن جو سڀاءُ آهن ته پوءِ سنساري جيو ۽ گيانيءَ ۾ ڪهڙو تفاوت ٿيو؟ جهڙو سنساري انهن جو ٿُل چوراسيءَ ۾ اچي

الهن ۾ ٽيڪ ٻڌي رهيا آهن ۽ ڪين پنهنجو اشت ڪري
ليڪين تان، انهن کي سمجهڻ گهرجي ته اهڙيءَ ٽيڪ مان جيو
جو ڪارج (مڪتي) هرگز نه ٿيندو ڇاڪاڻ ته وياپڪ روپ
رام يا برهم ديپڪ يا ڏيئي وانگر آهي، جو سڀ کي روشني
ڏئي ٿو. انهيءَ روشنيءَ ۾ چور چوري ڪري ٿو، شرابي
شراب پيئي ٿو، وشئي وشيه ڀوڳي ٿو ۽ پرمارٿي پرمارٿ
ڪمائي ٿو، هو ڪنهن کي ڪجهه به نٿو چوي. تنهن ڪري
اهڙي جي ٽالي جپڻ يا اشت ڪرڻ سان چور واسي نه ڇٽندي
۽ من پنهنجو ناچ نچائيندو رهندو. پر جن کي مالڪ روپ
ستگور جي ٽيڪ آهي ۽ هنن جو ستسنگ پراپت آهي ته،
وشئي وشيه ڇڏي ڏين ٿا، چور چوريءَ کان هٽي وڃن ٿا
۽ ٻين برن ڪمن کان دن ٻدن پري هٽندا ۽ نرمل ٿيندا وڃن
ٿا ۽ هڪ ڏينهن هو پنهنجي نج پد ۽ نج روپ کي حاصل
ڪندا. رام يا برهم يا ٻئي ڪنهن به نام يا اشت کي جپيندي
جپيندي سڄي عمر گذري ويندي پر نه وڪار دور ٿيندا،
۽ نه ڀوڳن جي آشا ۽ ترشنا جي جڙ ڪٽبندي. پوءِ اڌار يا
مڪتي ڪيئن ٿي سگهندي؟

١٩٣. جي ڪير ائين خيال ڪري ٿو ته مون سڀ تياڳ
ڪري ڇڏيو آهي يا پوٿيون پڙهي وچار ڪري مون سڀ
ڇڏي ڏنو آهي ته اها سندس وڏي ڀل آهي ۽ ٻاڻ کي دوکو
ٿو ڏئي. ڇاڪاڻ ته ڪيس ابا پنهنجي من ۽ اندرين جي پرک
نه ٿي آهي. جڏهن نانا پرڪارن جا ڀوڳ اڳيان اچن يا ڪير
مان ۽ آدر ڪري يا ڪو شاهوڪار يا آفيسر ڪا ڳالهه پڇي
تڏهن ڏسڻ گهرجي ته ڪيئن نه من ڏولجي ٿو، هنجي طرف
ڌيان ڏئي ٿو ۽ جڏهن نرادر يا بي عزتي ٿئي يا پنهنجي
مطلب جي ڳالهه حاصل نه ٿئي ته ڪيئن نه من دکي ٿئي ٿو

ڦاڻدي ۽ سک ڪالر جتي ٻه سنت ستگر ٻرگهٽ ليا هجن
اُلي وڃي جيتري قدر ٿي سگهي هُن جو درشن ۽ شيرا
ڪي پنهنجو ڀاڳ بلند ڪن.

۱۹۰. ڦرديبي الهيءَ جي سٽلي آهي جنهن کي وقت جي
موجوده ستگور جي شيرا پرابت آهي. شيرا جي قل جو پيد
هي آهي ته درشن لاءِ بند ڪرڻ سان پير ٻولر لين ٿا ۽ درشن
ڪرڻ سان اکيون ٻولر ليس لهون ۽ ڄڃ سان شيرا ڪراڻ،
جهڙوڪ پنکو يا وڄڻ جلائڻ ۽ پيرن کي زور ڏيڻ سان هٿ
ٻولر لين ٿا ۽ پاڻي پرڻ جي شيرا ڪرڻ سان سڄو سرير ٻولر
ٿئي ٿو. ڏيان ڏيئي وچن ٻڌڻ ۽ ويچارڻ سان جيتري قدر
ٿي سگهي، انهن موجب هلڻ سان، انتهڪرڻ ٻولر ٿئي ٿو.
اهڙيءَ ريت جڏهن جيءُ شيرا ۾ لڳي ٿو ته پوءِ ستگور جي
ديا ۽ هن جي ستسنگ جو قل پاڻکان پاڻيهي ڏسندو رهندو
۽ جيڪو آنند ۽ درجو کيس پرابت ليندو الهيءَ جي مهما
بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

۱۹۱. اڄڪلهه گرهستي ۽ بيکاري جڏهن پنهنجي گهران
ٻاهرا لاءِ نڪرن ٿا ته هنن جي دل ۾ لهرڻ ڏسڻ جي خواهش
هرلدي آهي پر ستسنگ، جو سڀ جو سار آهي، تنهن جي
گهرلا ڪير لئو ڪري ۽ نه الهيءَ لاءِ ڪين پيار آهي. اهڙا ماڻهو،
جنهن ڳالهه کي ستسنگ سمجهن ٿا، اهو اصل ۾ ستسنگ ڪي
ڪرلهي. ستگور جي سنگ کي ست سنگ چئجي ٿو. جتي
قصا، آکاڻيون، لڙائي، جهڳڙن ۽ وديا جون ڳالهيون هجن،
الهيءَ جو نالو ستسنگ ناهي. ستگور حو روپ، خود ست پرش
جو روپ آهي تنهن ڪري هن جي سنگ جو نالو ست سنگ
آهي، باقي سڀ اجايون ڳالهيون آهن جن مان ڪڏهن به
جيءُ جو اُڌار نه ليندو.

۱۹۲. جيڪي ماڻهو رام ۽ برهم کي سرو ياپڪ سمجهي

وشواس نہ ايندو.

١٨٩. ساڌ، برهمڻ ۽ کتري اڄ ڪلهہ اڌڪاري تي پيـ
آهن. نہ ساڌ ۾ ساڌنا، نہ برهمڻ ۾ برهمڻتا ۽ نہ کتريءَ ۾ راڄـ
۽ ٻل رهيا آهن، فقط اڌڪار پيا ڪن. پر ويش ۽ شودر اڄا
ڪجهہ پنهنجي چال تي پورا آهن. سنت فرمائين ٿا تہ ساڌ
جو سنگ ڪريو پر جڏهن ساڌ جو ملڻ ئي مشڪل آهي تہ
سندس سنگ ڪٿان ملي؟ ۽ بنا سنت ۽ ساڌ جي اُڌار بـ
نٿو ٿئي. تنهن ڪري هينئر سمجهڻ گهرجي تہ بنا سنسڪار،
سنت يا ساڌ نٿا ملن جنهن جو ڀاڳ ڀلو آهي تنهن کي ضرور
ستگور يا ساڌ ملي ٿو.

جيڪڏهن ڪير چوي تہ سنسڪاريءَ کي ساڌ جي سنگ
جي ڪهڙي ضرورت آهي تہ اها ڳالهہ غلط آهي. ماڻهو چاهي
سنسڪاري هجي يا اسنسڪاري، ٻنهي کي ساڌ جي سنگ
جي ضرورت آهي. پر ايترو تفاوت ضرور ٿيندو جو سنسڪاريءَ
تي وچن جلدي اثر ڪندا ۽ هو انهن کي سولائيءَ سان مڃي
سگهندو پر اسنسڪاري سنتن جا وچن گهٽ مڃيندو ۽ انهن
موجب گهٽ هلي سگهندو، پر منجهس اهو پوندو ۽ اڳتي هلي
هن کان ڪمائي ٻڄندي. سنسڪاري الهيءَ کي چئجي ٿو
جيڪو اڳين جنمن کان وٺي سنت ستگور يا ساڌ سان ملندو
۽ ان ۾ پريم ۽ نشچو رکندو پئي آيو آهي ۽ جنهنجو ڀاڳ
هن جي دَيا سان آهستي بلند ٿيندو پيو وڃي. سنت
ستگور جي دَيا سان اسنسڪاري بہ سنسڪاري ٿي سگهي
ٿو ۽ سنت ستگور جي اهڙي مهما آهي جو جيڪو سندن
درشن ڪري ٿو تنهن جو ڪجهہ قدر اُڌار ٿئي ٿو ۽ چوراسيءَ
کان بچيو وڃي ۽ ڪيترن ئي دکن ۽ ڪليشن کان سندس بچاءُ
ٿئي ٿو ۽ هنن جي دَيا سان هن جي اُڌار جو رستو آئينده
کلي پوي ٿو تنهن ڪري سڀني ماڻهن کي گهرجي تہ پنهنجي

١٨٧. جنهن کي ستگر جي چرڻن ۾ پريت آهي اهڙيءَ کي ستگر جي مهما کان سواءِ ٻي ڪا به ڳالهه نٿي وڻي؛ جنهن جو ستگر ۾ نشچو آهي اهو ستگر ۾ ڪو به اوڻو نٿو ڏسي. ٻي جي ڪنهن ۾ اوڻ درشٽي آئي ته ستگر ۾ سندس ڀاوَ يا پريم نه رهندو. تنهن ڪري ستگر بابت ڪڏهن به اوڻ درشٽي نه اچڻ گهرجي. جنهن جي اهڙي حالت آهي اهوئي گورمک ليکبو ۽ اهڙيءَ کي هڪ ڏينهن پرم پد ملندو.

١٨٨. چوندا آهن ته ايشور سڀ هنڌ، آڪاش توڙي پاتال ۾ وياپڪ آهي پر ڪنهن کي به ملي ڪونه. جيڪڏهن هنجي روپ جو درشن ڪنهن کي به نٿو ٿئي ته پوءِ هن جي سرو وياپڪ هجڻ مان جيءَ کي ڪهڙو فائدو؟ جڏهن مالڪ، ستگر جو روپ ڌارڻ ڪري اچي ٿو تڏهن اهڙيءَ روپ سان مالڪن کي درشن به ڏئي ٿو ۽ هنن کي پند سمجهاڻي، پنهنجي دَيا مهر سان ڪالڻ جڳتيءَ جي ڪمائي ڪرائي، ڪن نج گهر پهچائي ٿو ۽ پنهنجي نج روپ جو درشن ڏيئي ٿو. هاڻ غور ڪرڻ گهرجي ته ستگر روپ وڏو آهي يا وياپڪ روپ؟ وياپڪ روپ سان ڪنهن جو به ڪم نٿو ٿئجي. ستگر روپ جو سٺو سنگ ۽ هنجي سيوا ڪري، جنهن وقت انسان کي هن ۾ نشچو ٿئجي ويو ته پوءِ سولائيءَ سان ڪم ٿئجي ٿو. وقت جي ستگر جي ملڻ کان سواءِ ڪنهن کي به مالڪ جو پورو نشچو اچي نٿي سگهي ۽ جيستائين پورو نشچو نه آهي تيستائين پوري پريت ۽ پرتيت به نه ايندي ۽ جي پريت ۽ پرتيت ناهن ته اڌار ڪٿان ٿيندو. پوءِ جيڪي به پرمارٿي ڪرم ڪيا اٿن جي ڦل ڀوڳڻ لاءِ چوراسيءَ جي چڪر ۾ وڃڻو پوندو، پر سچي مالڪ جي ڀڳتي ڪڏهن به نه ليندي جيستائين ڪ وقت جو ستگر نه ملندو ۽ هن جي وچن تي

جنهن کي پوري ستگور جو درشن ۽ شيوا ۽ ستسنگ ۽ شبد
جو اڀياس پراپت آهي، اهوئي جيئرو وڏڀاڳي آهي.
ست دارا اور لڪشمي سب ڪاهو ڪي هو وي،
ستگور سيوا ساڌ سنگ ڪل ۾ درلڀ دووي.

١٨٥. رام، جو ٽن لوڪن جو ڪرتا آهي ۽ انهن کي پالي پوشي ٿو ۽ ناس ڪري ٿو، سو آتما کي دعوي رکندڙ آهي. چاڪاڻ ته هن دنيا کي اصلي روپ کان جدا ڪري ڳرڀ ۾ وڌو ۽ پوءِ انيڪ پرڪارن جا اندريان ۽ ٻاهريان دشمن هئن کي ساڻ لڳائي ڇڏيا يعني اندر ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار ۽ ٻاهر، ماتا، پتا، پتر، استري، دوست، ڌن، عزت ۽ پرڳڻ ۾ ڦاسائي ڇڏيو. پوءِ اهڙن دکن ڏيندڙ کي ڪيئن مڃجي؟ ڪنهن ڪري ستگور کي ئي مڃڻ گهرجي، جنهن جي پرتاپ سان اهڙي دعوي دار جي جار مان نڪري سدا سک جو استان پراپت ٿئي. ستگور کان سواءِ هن سنسار ۾ ٻيو ڪير به ڪال جي جار مان بچائڻ وارو ڪونهي.

١٨٦. سنت ستگور جنهن نام جو نرنيه ڪيو آهي، اهو نام ويدن ۽ شاسترن ۾ ڪونهي ۽ سنت ستگور اهوئي آهي جنهن وٽ اهو پورو نام آهي. اهين ته گهڻيئي ڀيک ڌاري ٻاڻ کي سچن ۽ پورن سنتن جي پرتاپ ڪري ڪين روني اصيب ٿئي ٿي. پر سنتن جو پد اهوئي پائيندو جو هنن جو پيارو هوندو ۽ پيارو اهوئي ٿيندو جو هنن جي چرنن ۾ پريم ۽ وشواس رکندو. پريم ۽ وشواس، هنن جي مهر ۽ شيوا ۽ ستسنگ مان پراپت ٿيندا. ترلوڪيءَ جي لات جو نام ۽ پد ۾ سنتن جي دِيا ۽ هنن جي ٻڌايل اڀياس ڪرڻ سان ملندا ۽ اهي ۾، هن ڪلجگ ۾ ٻيءَ ڪنهن ۾ طرح سان نه ملندا.

اِها دعويٰ ڪري تہ هنا ستگر جي برم پد پاليندس تہ اهو
سراسر غلط آهي. ڇاڪاڻ تہ وقت جي ستگورو جي ملڻ بنا،
برم پد پائڻ ناممڪن آهي. چاهي برهي ڌجي با تہ هجي،
پنهنجي کي ستگر جي ضرورت آهي. پر برهہ ڪجهہ قدر سڃي
ٻہ هجي ۽ ان وقت پورو ستگر نہ ملي، پر اڌورو گورو
ملي وڃي تہ اها برهہ ٻہ وڃندي رهندي. پوءِ جي پورو
ستگورو ملي ٻہ وڃي تہ اُها چاهہ نہ ٿي رهي. جي ڪنهن کي
برهہ ۽ پريم ناهي پر هوُ پوري ستگر جي شرن ۾ اچي واو
آهي تہ مهربان ستگورو، پنهنجي ديا سان هن جي برهہ ۽
پريم کي وڌائي، هن جو ڪارج راس ڪري ڇڏيندو. پر
جيڪر اڌوري (Imperfect) گوروءَ سان گڏ ٻو سو پنهنجي
اهنڪار ۾ رهندو ۽ سندس ڪم ٻہ پورو نہ ٿيندو. هرطرح
سان مکيہ ڳالهہ، پورو ستگر آهي. اُهيءَ مان سمجهڻ گهرجي
تہ پوري گوروءَ جي ملڻ کان سواءِ ڪنهن جو بہ ڪارج پورو
ٿي نہ سگهندو.

١٨٤. ستگر جي شرن وٺڻ جو درجو تمام اُتم ۽ ڪٺن
آهي. الين تہ هرڪو ئي چوي تہ مون شرن ورتي آهي.
پوري شرن وٺڻ واري جي اها حالت هوندي آهي جو
هن کي ستگر کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ پيارو نہ لڳندو آهي.
جنهن جي اهڙي حالت آهي تنهن لاءِ اِئين چوڻ درست آهي
تہ هن شرن ورتي آهي. اِنهن وقت ۾ جيڪي سنت ٿي
ويا آهن، تن جيون جو تيستائين آڌار نہ ڪيو جيستائين ڪ
هنن پنهنجو تن، من ۽ ڌن ارپڻ نہ ڪيو هو. پر هينئر
راڌا سوامي ديال، ماڻهن کي دکي ۽ نربل ڏسي،
هنن جي ٿورڙيءَ پريت ۽ ديئتا تي راضي ٿي
پنهنجيءَ ديا سان سندن آڌار ڪن ٿا. اهيءَ ڪري

پرکڻ يا سڃاڻڻ چاهي سو ائين پرک هرگز نہ ڪري سگهندو. سڀ انسان نادان ۽ اندا آهن، انهن کي ڪهڙي طاقت آهي جو سنت ستگور، جيڪو سجاڳو (Wakeful) آهي، تنهن کي پرکين ۽ پڪڙين؟ اندو ڪڏهن بہ سجاڳي يا سچي کي نہ پڪڙي سگهي. پر سجاڳو جنهن کان چاهي تنهن کان پاڻ پڪڙائي سگهي ٿو. تنهن ڪري، دنيا جي جيون کي طاقت ناهي جو ستگور کي پرکي سگهن. پر ستگور پنهنجيءَ موج سان، جي چاهين تہ هن اڳيان پاڻکي ظاهر ڪري سگهن ٿا. پر پڙهڻ يا سڃاڻپ ڪافي آهي تہ جيڪو اندر جو ڀيد سمجهي. اهڙو ضرور ڏسجي تہ هو پاڻ شبد بہ رکو پيو آهي يا نہ؟ اهو معلوم هئڻ گهرجي تہ اندر جو ڀيد، سنت ستگور کانسواءِ ٻئي ڪنهن وٽ نہ هوندو آهي يا انهيءَ وٽ هوندو آهي جنهن کي پاڻ سنتن اهو بخشيو هوندو. سنت ستگور ڪنهن بہ ٻاٽيءَ يا وچن يا ڪنهن بہ گرنٿ لئي آڌار نٿا رکن. هو پاڻ مالڪ جو روپ آهن. جيستائين مالڪ ستگور جي دنيا مهر سان، اندريون اڀياس نہ ڪندو، تيستائين هن کي اهو پد پراپت نہ ٿيندو. سنت ستگور، پنهنجيءَ موج سان جنهن کي چاهين تنهن کي پار ڪري سگهن ٿا پر انهيءَ لاءِ پريم ۽ وشواس مکيہ ۽ ضروري آهن. پوءِ هو چاهي ٻاهرين ستسنگ ڪرائين يا شبد جو اڀياس ڪرائين، چاهي ٻاهرين سيوا بہ اڳائين. هو سڀ طرح سمرٿ آهن ۽ جي راضي ٿي وڃن تہ هڪ ڪن ۾ جيڪي وڻين سو بخشي ڇڏين. پر سندن راضي ٿيڻ ضروري آهي.

١٨٣ جيڪڏهن ڪنهن کي، ڪنهن وقت مالڪ جي ملڻ جي برهہ يا شوق پيدا ٿيو پر انهيءَ حالت ۾ جي کيس پورو ستگور نہ مليو تہ سندس برهہ نسٿل ويندي. جيڪڏهن برهي

ڪيئن پراپت ٿيندي؟ سنت ستگر کان سواءِ ٻيو ڪير نه
ڏيندا. آترين منزل تي پهچڻ جو رستو نه ٻڌائي سگهندو
ڇاڪاڻ ته، سنت ئي انهيءَ منزل جا واقف آهن ۽ ٻئي ڪنهن
کي نه انهيءَ ڀيد جي خبر ناهي. اهڙا جيڪي سنت ستگرو
آهن، انهن جي شبد ۽ ڀڳتيءَ سان انتهڪرڻ جي شڌي ۽
انهن جي ئي دَيا مهر سان مڪتي پد جي پراپتي ٿيندي ۽
اَپياس پڻ ٿيندو. انهيءَ ڪانسواءِ، اڌار جو ٻيو ڪو به اپاءُ
ڪونهي.

١٨٣. ڀڳتيءَ جو ڀيد، سواءِ سنت ستگرن کان، ٻيو ڪير نه
لئو وجهي سگهي. دنيا ۾ سنت ستگر ئي هن جڳ کي سڌو
رستو ٻڌائين ٿا ۽ باقي سڀ پرماڻ ۽ پنڪاڻ وارا آهن ۽ پاڻ
خود ڀرم ۾ پيا آهن. مثال ڪري ڏسو ته سرن ۽ ٻڪرن جي
ٺهيل مندر ۾ پٿر مان ٺاهيل مورتي جنهن کي پاڻ انسان رچي
ڪيترو آهي، سا اِي رکي انهيءَ کي ڀڳوان ڪري مڃيو وڃي
ٿو ۽ ماڻهن کان انهيءَ جي پوڄا ڪرائي وڃي ٿي پر جيڪو
مندر (انساني سرير) خود مالڪ جو ٺاهيل آهي ۽ جنهن ۾ هُو
پاڻ اچي ويٺو آهي ۽ جتي گهنڊ، سنک ۽ طرح طرح جا باجا
هر وقت وڄي رهيا آهن ۽ صدائون آرتي ٿي رهي آهي، انهيءَ
جو ڀيد ماڻهن کي لئو لڳايو وڃي پر اهڙا جيڪي الڳا آهن
اهي پاڻ ئي جڏهن ڀليا پيا آهن ۽ ٻين کي به رستي کان ڀلائين
ٿا، سي ماڻهن جو ڪارج سنوارڻ بدران انهن جو اڪاج ٿا
ڪن. انڌو ڀلا انڌي کي ڪيئن رستو ڏيکاريندو؟

تنهن ڪري انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو وڃي ٿو ته ستگرو
کي ڳوليو. جيستائين ستگرو نه ملندو تيستائين انڌ جو ڀيد هرگز
حاصل نه ٿيندو ۽ ستگرو اهڙا آهي جنهن جو عشق شبد ۾
لڳو پيو آهي ۽ انڌ جو ڀيد ۽ تنهن کي پهچڻ لاءِ شبد جو رستو
ٻڌائي ٿو. پر جيڪڏهن ڪير ٻاهرين ڳالهين مان ستگرو کي

گياني چوراسيءَ ۾ ڀٽڪندا رهندا.

١٨١. ڇهن شاسترن جون ڳڻتايون ويدانت ڪڍيون ۽ ويدانت جون ڳڻتايون وري هينئر سنت ستگرو ظاهر ڪري رهيا آهن. ست جڳ، ترتيا ۽ دواپر ۾ انهن شاسترن جي ٽلهاڻ ۽ سڪڙائي ظاهر نه ٿي هئي ڇاڪاڻ ته تڏهن سنت پرڳٽ نه ٿيا هئا. هاڻي ڪلجڳ ۾، جيون جي اڌار ڪرڻ واسطي سنت پاڻ لهي آيا آهن ۽ سڀني متن جي اوڻاين ۽ غلطين کي کولي ٻڌائين ٿا ۽ اڌار جو سچو ۽ سڌو رستو، ڏيکارين ٿا. پر ماڻهو اهڙي ٿوريءَ مت وارا آهن، جو نه سنتن جي وچنن کي سمجهن ٿا ۽ نه انهن تي وشواس ڪن ٿا. چڱيءَ طرح وچار ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته ماڻهن ويد مت جو نشچو به پڙهي يا ٻڌي ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي ڪمائي ڪانه ڪئي آهي ۽ نڪو ڪري سگهندا، ڇاڪاڻ ته جو ابياس ويدن ۾ لکيل آهي تنهن جي ڪمائي هن ڪلجڳ ۾ ٿي نٿي سگهي ۽ ڪمائيءَ واري لي ماڻهن جو وشواس به نٿو جمي، نه نه جيڪر هن ڪان سنتن جي ريت موجب، ڪمائيءَ جي جڳتي سکي، ابياس ۾ لڳي سگهن ٿا ۽ جيڪي صرف پوٿين جي آسري تي رهيا ۽ انهن کي پڙهندا ٿي رهيا نه ڪمائيءَ جي جڳتي انهن پوٿين مان مان ڪين ڪڏهن به حاصل نه ٿيندي، انهيءَ پڙهڻ مان نه پاڻ کين وديا جو اهنڪار ٿيندو جو سندن اتڪرڻ يعني اڌار کي وڏي رکاوٽ ڪندو ۽ پوءِ ڪمائي ڪرڻ جي لائق به نه رهندا. اڄ ڪالهه اهڙي حال ڏسڻ ۾ اچي ٿو جو ڳالهيون وڏيون وڏيون ٿا ڪن پر ڪمائي ڪجهه به ناهي. تنهن ڪري پرمارٿي جيون کي مناسب آهي ته ستگرو پاڻ ۽ ستگرو جي ڪوچ ڪالسواءِ ٻيو ڪو به ڪم نه ڪن. ڇاڪاڻ ته ٻئي ڪنهن به ڪم ڪرڻ سان، اتڪرڻ جي شڌي، هن ڪلجڳ ۾ ممڪن ناهي ۽ جيستائين اتڪرڻ يا اڌار صاف نه ٿيو آهي ته مڪتي

الهيءَ جو ورلن، سنت هن رات کين نه. گرمڪ اهو آهي جنهن کي سنت ستگور جيو ڳالهائڻ مدو لڳي ٿو ۽ چاڪ نه الهيءَ کان زياده وس ٻري شيءِ اي ڪا نه لاهي ۽ ستگور جي وچن کي ٻڌڻ، هن کي ڏاڍو سلونو لڳو لڳي ۽ ستگور ۾ وشواس رکڻ اها گورمک جي نشاني آهي. سڀ ڳالهه جو سار يا نچوڙ اهوئي آهي. ير اهو بيان ڪيل حال سچي ۽ نرمل پرمارٿيءَ جو ئي آهي. الهيءَ کي اهي ڳالهيون (ستگور جا وچن ۽ ستگور ۾ وشواس وغيره) اهڙيون پياريون لڳنديون جيئن مڇي جيل آهي، پر دنيا جي ماڻهن کي اهڙين ڳالهين مان نفرت ايندي.

١٨٠. اج ڪلهه جي ڳالهين موجب ويد پڙهڻ آهن ۽ پوءِ سنت. اها الهن جي وڏي غلطي آهي، جنهن جو سبب هي آهي ته هو سنت الهيءَ کي سمجهن ٿا جيڪو ويد پڙهي، الهن موجب هلي ٿو ۽ جن کي ٿوري گهڻي ساڌ جي اوستا حاصل ٿي آهي. پر اهي سنت، جي ويدن جي ڪرتا به ڪرتا آهن، الهن جي هنن کي بلڪل خبر ئي ڪونهي. جيڪي ويد پڙهي پالڪي سنت ڪرائن ٿا اهي هنن سنتن جي شيرڪن جي برابري به نٿا ڪري سگهن. جهڙيءَ طرح هڪڙي ماڻهوءَ وديا نه پڙهي هئي پر نوڪري نه ملي هئس ۽ ٻئي وديا گهڻي پڙهي هئي پر نوڪري وڏيءَ درٻار ۾ ملي هئس ۽ اها هوشياريءَ سان ڪري ٿو. نئون ڪري جنهن کي فقط وديا آهي سو هن جي برابري نٿو ڪري سگهي. اهو حال اج ڪالهه جي ڳالهين جو آهي جو وديا نه خوب پڙهي الن، نوڪري نه ڪيائون. يعني ستگور جي ڀڳتيءَ جي پراپتي نه الن. سنتن جا شيوڪ ڪٿي اڻ پڙهيل ۽ ٻالا ڀولا به هجن پر جيئن نه هنن کي پوري ستگور جي ڀڳتي ۽ شرڻ پراپت آهي، هو هڪ ڏينهن ضرور پوري پد کي پائيندا. پر واچڪ جوڳي ۽

گور ڀڳتي تي سگهي ٿي. سچي ڀڳتي گرلت جي الهيءَ ۾ آهي نه جيڪي وچن ان ۾ لکيل آهن انهن تي عمل ڪجي، يعني الهيءَ ۾ لکيل آهي نه ستگور جي کوج ڪري، هنجي سيوا ڪجي ۽ شرن وٺجي. اهي وچن مڃڻا گهرجن. ۾ جيڪڏهن انهن وچنن کي نه مڃيو ويو نه گرلت جي ٽيڪ ۾ ڪوڙي آهي. انهن جو ۾ اهڙو ئي حال سمجهڻ گهرجي جهڙو مرلي ٻوڄا وارن جو آهي. ۾ الهيءَ غلطيءَ جو سبب اهو آهي جو ماڻهن کي ڪو سچو سمجهائڻ وارو نٿو ملي. الهيءَ ڪري سيڪي ڌرمن ۾ ڀُلن ۾ پيا آهن ۽ جيڪي گورو ڪين ملن تا اهي پاڻ ڪڏهن چيلا نه ٿيا آهن ۽ هؤ جيون کي ڀرمائين ۽ ڀٽڪائين ٿا. ڇا پنڊت، ڇا ڀيکُ سيني جو اهو ئي حال آهي. انهن مان ڪو ٻه ستگور ۽ ستگور ڀڳتيءَ جي مهما نٿو ڄاڻي. پاڻ نه انهن ڪتابن، پوٿين، پراڻين رسمن ۽ رواجن ۾ ڦاٿا پيا آهن ۾ ماڻهن کي ٻه انهن سان ڦاٿلدا پيا وڃن. ستگور ڀڳتيءَ جو اپديش، جنهن مان جيؤ جو ڇوٽڪارو ٿئي ۽ ٻيهڙو لنگهي سگهي، سو ڪيرا نٿو ڪري. اهو اپديش صرف سنت يعني ست پرش پاڻ جڏهن سنسار ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو تڏهن ڪري ٿو، ڇاڪاڻ نه هي سڀ ڪان الهر مارڪ آهي ۽ الهيءَ ۾ جيؤ جو جلدي اڌار ٿئي ٿو. ۾ سنسڪاري جيو ئي الهيءَ اپديش کي مڃيندا ۽ ستگور جي کوج ۾ اهيئي ڪندا. ۾ جيڪي ماڻهو ٻاهرين ڪيل ۽ چمتڪار ۾ خوش ٿين تا انهن کان ستگور ڀڳتيءَ جي ڪمائي، جنهن ۾ لن، من ۽ ڌن جي چوٽ تي لڳي، سا نه ٿي سگهندي. الهر سنسڪاري اهيئي آهن جيڪي ستگور ۽ نام کي مکيه سمجهن ٿا.

١٧٩. سنساري جيو منا ۽ سلوڻا ڀوڄن کائي ۽ سنا ڪپڙا پائي خوشيءَ ۾ مگن رهن ٿا. اهو سڀ اڄايو آهي. ۾ گورمک کي ڪوڙي شيءِ ملي ۽ سوادي ۽ ڪپڙا ڪوڙا پيارا لڳن ٿا،

اُن ڪلهن جا پنهنجي ۽ گيالي ۽. لسورا واڇڪ گيالي* آهن ۽ ڪين سڃي پندلالي ۽ سڄو ڪيان ۾ پرايت لاءِ. اهي سڀ چوراسيءَ جا لالق آهن جاڪاڻ ته وقت جي سنگور ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي ۾ طاقت ناهي جو جيون کي چوراسيءَ کان بچائي، لهه ڪير ۾ بچائي.

١٧٨. ڪال پنهنجي جار دلبار ۾ اهڙي خوبصورتيءَ سان وڇائي آهي جو جيڪي مالڪ پرمارٿ ڪري رهيا آهن ۽ سمجهن ٿا ته اسين وڏا پرمارٿي آهيون ۽ ٻيا مالڪ ۾ سندس تعريف ڪن ٿا ته هو وڏو پرمارٿ ڪمائي رهيا آهن. انهن جو حال جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي ته معلوم پرمارٿ جو ذرڙو به نه ليندو. يعني هو ايرلن، وڙلن ۽ جپ ۽ مورتي پوڄا ۾ لي مشغول آهن ۽ چڪيءَ طرح تيز ۽ اڇار ڪري رهيا آهن. انهن ڳالهين مان اهنڪار کان سواءِ ٻيو ڪجهه ۾ حاصل نٿو ٿئي. هن وقت اهي ڪرمالڪ کي معطور ناهن ۽ لڪو اهي چوراسيءَ کان بچائي سگهن ٿا. تنهن ڪري سيئيئي جو چوراسيءَ ۾ هلندا پيا وڃن. جنهن کي چوراسيءَ کان بچڻو آهي تنهن کي گهرجي ته وقت جي سنگور جي ڀڳتي ڪري. انهيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪو به اپاءُ، بچڻ جو ناهي. ٻرچا جنجي ا مالڪن کي هن ساڻ ٿالان جي محنت ڪرڻ قبول آهي پر سنگور جي ڀڳتي قبول نٿا ڪن. ڪيترا ته گرلت وغيره جي نيڪ ۾ ٻڌا پيا آهن ۽ ان کي گورو ڪري مڃن ٿا. ڄاڻ غور سان ويچارڻ گهرجي ته گرلت کي گورو ڪري مڃڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو ۽ ڪٿي اهو حڪم لکيل آهي؟ گرلت ته ڄڙ آهي، انهيءَ جي ڪاٻه شرا ڪي نٿي سگهي. ٻوءِ اهڙن جيون کان ڪهڙي

* جو ڪتابن مان پڙهيل ۽ ٻڌل گيان جون فقط ڳالهيون ڪندو هجي.

انهن ۾ ڪا ثابتي ۽ ڪولهي. پر ڳالهه ايڏي چالاڪي ڪيڏي آهي جو پنهنجي مطلب جا وچن، جيون کان مڃائي ويئو ۽ سنت ديا ڪري جيون کي جيڪا چڱيءَ طرح سمجهائي ڏين ٿا سا هو نٿا مڃين ۽ ان جي ثابتي گهرن ٿا. انهيءَ مان ظاهر آهي ته اهي ڳالهه جا جيو آهن جو ته بنا ثابتيءَ جي سنتن جا وچن نٿا مڃين ۽ ڳالهه جا وچن بنا ثابتيءَ جي مڃن ٿا. اهڙن ماڻهن ڏانهن سنت به خيال نه ٿا ڏين.

١٧٦. پران يوگ ۽ ٻڌي يوگ، انهي جي حد آڪاش تائين آهي. انهيءَ کان اڳتي، سرت شبد جي آڌار تي وڃي سگهي ٿي ۽ الي پهچي عجائب پرش جو درشن پراپت ٿي سگهي ٿو، جو ست جگ، ترتيا ۽ دواپر ۾ گپت رهيو ۽ ڪنهن کي به انهيءَ جي ڀيد جو پتو نه پيو پر هاڻي ڪلجگ ۾ سنتن انهيءَ کي ظاهر ڪيو آهي. جن کي سنتن جي وچن تي وشواس آهي اهي ئي انهيءَ عجائب پرش جو درشن پائيندا ۽ مڪتي پد کي پراپت ڪندا.

١٧٧. اڄڪلهه اهتري نه مورکتا ۽ اڄاڻائي آهي جو ڪيترا ماڻهو، پنڊت ۽ سادو ٺيڪ جي خواهش رکي ڪاشيءَ ٿا وڃن ۽ پنڊتن جي سنگ ۾ پنهنجو جنم ٿا وڃائين. انهن کي گهربو هو ته ڇڏهن هو سادو ٿيا تڏهن پورڻ پوري ستگور جي کوج ڪري، هن جي سيوا ۽ ستسنگ ڪري ڪجهه اترمڪ اڀياس يعني سادنا ڪن ها جنهن ڪري ساڌ ٻڌجي ٻون ها ۽ پنهنجي نج استان کي به پائين ها ۽ وديا پڙهڻ ۾ پنهنجو جنم نه گنوائين ها. پنڊتن جي سنگ مان ڪير به جنم مرڻ کان نٿو بچي سگهي ڇاڪاڻ ته برهما جيڪو ويدن جو ڪرتا آهي، اهو پاڻ ئي چوراسيءَ جي چڪر مان نٿو نڪري سگهي ته ٻيءَ پنڊتن کي ڪهڙي طاقت آهي جو انهيءَ چوراسيءَ کان بچن؟

١٧٣. اهو جو سمت آهي سو، جپ، تپ، ورت (ماٺ)
وغيره جي ساڌن سان اڻيو ٿاءِ. اهڙن ساڌنن ڪرڻ وارا
سڀ لڪجي پيا پر اٿيءِ سمت جو پيد، جو سنتن پاتو آهي،
سو ڪنهن نه پاتو. اهو پيد، وقت جي ستگر جي شيوا ۽
شرڻ وٺڻ سان ملي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته اٿيءِ سمت پاڻ خود
ستگر روپ ڌارڻ ڪيو آهي. تنهن ڪري سڀ جيو جنکي
سمت پد جي پراپتيءَ جي چاهه آهي، تن کي گهرجي ته پنهنجن
ڪرم ۽ ڀرم ڇڏي، وقت جي ستگر جي پرسنتا ۽ ڪمس
راضي ڪرڻ واسطي محنت ڪن ته پوءِ ڪنهن ڏينهن اٿيءِ
سمت پد کي پراپت ڪندا.

١٧٤. ٻال وڏوا ۽ ٻال ساڌ لاءِ، عمر ۽ وقت ڪاڻڻ ڏاڍو
مشڪل ٿي پوندو آهي. اٿن مان گهڻا ته خراب ٿي پوندا
آهن. پر جي اٿن کي پورو گورو ملي وڃي ۽ هنن جو مٿس
پورن نشچو ٿي وڃي ته پوءِ جو وقت سولائيءَ سان گذري
وڃي. پر جڏهن هنن کي ڪو وڏو گورو ملي ٿو تہ
سندن جنم ڪتابن پڙهڻ، لکڻ، ورتن ۽ مورتي پوڄا ۾
اجايو برباد ٿي ٿو وڃي ۽ هنن جي جنم مرڻ جي ڦاسي نه ٿي
ڪٽجي. تنهن ڪري اٿن ۽ ٻين سڀني جيون کي گهرجي ته
جيتري قدر ٿي سگهي اوتري قدر پوري ستگر جي کوج
جي ڪوشش ڪن ۽ جڏهن اٿيءِ کوج ۾ ڳولا ۾ هنن
جو موت به ٿي وڃي تہ به ان جو سوچ يا فڪر نه ڪن.
ڇاڪاڻ ته جڏهن سندن چت ۾، ستگر جي ملڻ جي آس
رکي ٿي ويئي ته اهو سچي مالڪ جي ڀڳتيءَ جي برابر
آهي. اٿن کي مالڪ ستگر روپ ۾ ضرور ملندو.

١٧٥. هن وقت ڪيترا اهڙا ماڻهو آهن جو سنتن جي وچن
تي اعتبار ٿي نٿا ڪن ۽ ويد، شاستر، قرآن ۽ پران ۾ جيڪي
لکيل آهي تنهن کي خوب جهاڙ وٺيا آهن، اتري قدر جو

١٧٠. جيوءَ برهم ٻئي پاڻ آهن. فرق صرف ايترو آهي، جو برهم کي ڪاروبار هلائڻ جي اختياري مليل آهي ۽ سڀ جيو سندس حڪم ۾ آهن. ديهه ۽ جسم کي اهڻ ۽ پالڻ وغيره برهما، وشنو ۽ مهاديو جو ڪم آهي ۽ جيون ڪي سنسار ۾ ڦاسائڻ به انهن جو ڪم آهي پر ڪتي ڏيڻ، سنتن کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي هٿ ۾ ناهي. ڇاڪاڻ ته مالڪ، جنهن جا هيءَ آتما ۽ برهم، انش آهن، تنهن مالڪ جا سنت ئي شريڪ يا ڀائيوار آهن يعني خود هو پاڻ مالڪ آهن. انهيءَ مالڪ پاڻ، جيون جي اڌار ڪرڻ لاءِ، سنتن جو سروپ ڌاريو آهي ۽ انهيءَ روپ ذريعي ئي جيون کي اهو استان يا پد ڏين ٿا، جو برهما، وشنو، مهاديو کي به پراپت ڪونهي. ليڪن سنتن جي چرنن ۾ سچي پريت ۽ پڪو وشواس هئڻ گهرجي.

١٧١. شروعات ۾ هڪ هو، پوءِ ٻه ٿيا، پوءِ ٽي، پوءِ اليڪ ۽ پوءِ هزارن، لکن ۽ آخر بيشمار تائين نوبت پهتي. هاڻي جنهنکي پورو ستگور، جو انهيءَ هڪ سان هڪ ٿيل آهي ۽ انهيءَ هڪ جوني سروپ آهي، سو جڏهن ملي، تڏهن هيءَ جيو انهيءَ جي ديا سان، اليڪتا يعني ڪثرت جي ڀرم کان بچي ۽ پنهنجي نج استان ۾ پهچي ٿو.

١٧٢. سنسار جا جيڪي به ڪم آهن انهن جو ڦل يا نتيجو انسان کي پرتڪش نظر اچي ٿو، انهيءَ سبب ڪري هو سنسار ۾ جلد ئي ڦاسي پوي ٿو، ليڪن پرمارٿ جو ڦل يا نتيجو گپت هوندو آهي يعني ظاهري طرح نسڻ ۾ نه ايندو آهي، تنهن ڪري انهيءَ لي نشچو جلدي نٿو اچي. نشچو پيرين ڪرڻ ضروري آهي ڇاڪاڻ ته نشچي بنا ڪم نٿو ٿئجي ۽ جيستائين ڪم نه ٿيو آهي تيستائين ڦل ڪيئن ملندو ۽ ترقي ڪيئن ٿيندي؟

وشواس جماڻ جي موج ناهي. چاڪاڻ ته ڪرامت ڏسڻ کان
پوءِ جيڪو وشواس لڳي ٿو اهيءَ تي ڀروسو نٿو رکي
سگهجي. سچو وشواس ۽ ڀروسو انهن جو آهي جن کي ستگور
جو درشن ۽ وچن پيارا لڳن ٿا ۽ انهن کان سواءِ ٻين جي دل
کي چاهنا نٿو اچي. اهڙالي جيڙ ڪرامتون به ڏسن ٿا. پر
جيڪي رکو ڪرامتن جا گراهڪ آهن انهن کي ڪرامتن ڏيکارڻ
جي مرج ناهي.

١٦٨. انسان لاءِ پنهنجي سچي گهر ۾ پهچڻ جو، شبد کان
سواءِ ٻيو ڪوبه رستو ڪونهي. ٻيا جيڪي به رستا آهن اهي
ڪال جا رستا آهن. شبد هرڪنهن جي اندر ۾ موجود آهي
۽ هرڪنهن کي اهو ٻڌڻ گهرجي. جيڪي انهيءَ شبد کي
نٿا ٻڌن اهي مرڻ ويل دک سهندا. ٻاهرين ڳالهين ٻڌڻ
سان هيءَ ڳالهه حاصل نه ٿيندي. گهڻي تڪليف انهن کي
ٿيندي جيڪي گذري ويل سنتن جا پوئلڳ ٿي به، شبد
جي کوج نٿا ڪن.

١٦٩. پنڊتن پنهنجو قدر انهيءَ ڪري وڃايو جو هنن،
ماڻهن کي ليڪچرن ۽ مورتي پوڄا ۾ لڳايو. سنتن پنهنجي سمع
کي وڌن ۽ شاسترن کان نيارو ٺهرايو پر پنڊتن ۽ ٻيڪ ڏارين
انهيءَ جو قدر نه ڄاتو ۽ الٽو ماڻهن کي ڀرمايو ۽ اهڙيءَ طرح
پنهنجو قدر وڃايو. هن وقت سمع کليو کلايو فرمائين ٿا ته
ليڪچرن ڪرڻ وارا، شاسترن پڙهڻ وارا ۽ مورتن کي پوڄڻ
وارا، سڀ چوراسيءَ جي چڪر ۾ وڃي رهيا آهن. سمع
دیا ڪري سمجهائين ٿا ته ڪرمن ۽ ڀرمن کي ڇڏي، وقت
جي ستگور جي کوج ڪري، هن جي شرن وٺو ۽ ٻيو ڪوبه
رستو چوراسيءَ کان بچڻ جو ناهي. جڏهن وٺيو تڏهن ڪرايو
پر جڏهن ڪندا تڏهن اهوئي جتن ڪرڻو پوندو. مهور چاهي
نه مهور پر انهيءَ بنا، چوراسيءَ جي چڪر کان بچاءُ نٿو ٿي سگهي.

هوندا ٿي ڪولهن يعني ڌڻيءَ ۾ ايمان ايندو ۽ آهي نه وچن ٻڌي رهيا آهن پر من سان ڌنڌائڻ واسطي نه ٻڌي رهيا آهن پوءِ اهڙن کي ستسنگ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ ٻڌڻ ۽ سمجهڻ انهن ماڻهن جو نيڪ آهي جن جي دل تي اثر ٿئي ٿو ۽ انهيءَ موجب ٿورو گهڻو هلن ٿا.

١٦٥. گرنٿن ۽ پستڪن ۾ ٿورو گهڻو مونجهارو (Confusion) رهي ٿو. ساڳيءَ ڳالهه جو ڪٿي کنڊن (Criticism) ٿيل آهي ۽ ڪٿي وري منڊن يعني انهيءَ کي سارائڻ ويو آهي. ماڻهو ويچارا ڪنهن کي مڃين؟ ڪنهن کي نه مڃين؟ تنهن ڪري جيستائين پورو ستگورو نٿو ملي تيستائين جيو کي اها طاقت ناهي ته صحيح ۽ غلط جو فيصلو ڪري سگهي. گرنٿن ۽ پستڪن مان ثابتي برابر ملي سگهي ٿي پر مارگ يا رستو نٿو ملي سگهي. انهيءَ اندروني مارگ يا رستي جا ڀيدي سنت ستگور ئي آهن ۽ اهو رستو هنن کان ئي ملي سگهي ٿو ۽ ٻئي ڪنهن کان نه ملي سگهندو.

١٦٦. ساڌ اهو ئي آهي جنهن ٻيا سڀ آسرا ڇڏي، فقط هڪ ئي ستگور جو آسرو ورتو آهي ۽ **سيني سنتن جو مول مت، جو شبد آهي** تنهن کي پڪو جهليو آهي ۽ جنهن ڪم مان سندس گرو ڀڳتيءَ ۾ گهٽتائي پوي ٿي، اهو نٿو ڪري. تنهن ڪري اهو ئي گرو ڀڳت آهي ۽ اهو ئي ساڌ آهي.

١٦٧. جن کي پرمارٿ جو شوق ۽ چوراسيءَ جو ڊپ آهي، اهي ئي ماڻهو ستگور سان پريت ڪندا ۽ اهڙن ئي ماڻهن کي ستگور ۾ وشواس ايندو ۽ جيڪي ڪرامتون ڌڻي چاهين ٿا ۽ بنا ڪرامتن ڌڻي جي وساهه نٿا آڻين سي سچا پرمارٿي ناهن. اهڙن کي ستگور تي وشواس نه ايندو ۽ ڪرامت ڏيکاري

نندا ڪرينڙ الهيءَ جو نقصان ليندو ۽ الهيءَ جي نندا لاءِ معافي ناهي.

١٦١. ناڻو، اولاد، ٻار ٻچا ۽ مڙئي سان لڳي ٿو. جيڪي ٻاهران منهنجو اپديش ڪن ٿا، تن جي وچن ۾ اثر نه ٿيندو آهي. ڪيترائي پنڊت ۽ پيڪداري اهن کي ٻولون پڙهائين ٿا ۽ ٻڌائين ٿا پر الهيءَ جو سندن من تي ذرو به اثر ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

١٦٢. جيستائين ستگرو جي دَيا نه ٿيندي تيستائين جيو کي وشواس ٿي نه ايندو. جنهن کي ستگرو جي چرڻن ۾ پريم ۽ نشچو آهي، الهيءَ کي دَيا جو لائق سمجهڻ کپرجي. ڪيترائي ماڻهو ائين چاهيندا آهن ته اسان جي مٿن مالڪن ۽ ڪٽنبن کي ستگرو جي چرڻن ۾ نشچو ٿئي. اها سندن خواهش ٻري ناهي پر اهڙو سمجهڻ کپي ته جيستائين ستگرو جي دَيا درشٽي نه ٿي تيستائين پريم ۽ وشواس اچڻ مشڪل آهي. اها ڳالهه ستگرو جي مرضي تي ڇڏي ڏيڻ کپرجي، ڇاڪاڻ ته جڏهن هو چاهيندا تڏهن هڪ ڪن ۾ پريم ۽ وشواس بخشي ڇڏيندا ۽ سنسار جي جار مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندا.

١٦٣. سنتن جي ستسنگيءَ يعني شش کي مرڻ وقت تڪليف نه ٿيندي آهي، بلڪ هو موت جو همت سان مقابلو ڪندو آهي ڇاڪاڻ ته هو اڳيئي موت کي ياد ڪيو ۽ دنيا ۾ ٿالي مالڪ علي لسر. هن جي دنيا جي ٿالن جي جڙ، اڳيئي ڪٽي بيٺي آهي. جهڙيءَ طرح ڪپيل ۽ ڪيرائل وڻ جي ٽارگي ۽ ساواڻ ٿورن ڏينهن لاءِ رهندي آهي اهڙيءَ طرح سنتن جي ستسنگيءَ جو دليري وهنوار سمجهڻ کپرجي.

١٦٤. سنتن جي ستسنگ ۾، ماڻهن جو ٽڪڻ مشڪل آهي. ڪن جو هيءَ حال آهي جو ستسنگ ۾ وينا هوندا آهن پر انهي

آڻي، ستگر جي کوج ڪندا، اهڙي جيڏو ستگر جي لائق آهن ۽ انهن ٿي ڪسي ستگر ملندو ۽ پنهنجي دَيا سان انهن جو ڪم راس ڪندو ۽ پوءِ اهڙي جيو، جنم مرڻ کان ڇٽي ويندا.

١٥٧. ۾ شينهن، هن جيو جي پٺيان پيل آهن، هڪ ڪال ٻيو مَن. جيستائين، اهي ٻئي نه ماريا ويندا تيستائين پرمارٿ نه لڀندو ۽ ستگر کان سواءِ ٻيو ڪير به انهن کي مارڻ وارو ناهي. انهن ڪري جيڪو سنت ستگر جي شرڻ وٺندو، اهوئي انهن (ڪال ۽ مَن) تي سوڀ پائيندو ۽ اهوئي پار ويندو.

١٥٨. جيڪو ستگر جي دَر جو منگتو يا ڀکاري آهي اهيءَ جو مان ۽ مرتبو لڳو گهٽجي ڇاڪاڻ ته سڀ هن جي دَر جا منگتا آهن. سڄيءَ رچنا ۾ ڪير به اهڙو ناهي جو ستگر جو منگتو نه هجي. جيڪو ستگر کان گهرڻ ۾ لڄ ۽ شرم ٿو ڪري، اهيءَ کي ڪال جي اڳيان پاڻکي ليچو اڳاٺو پوندو ۽ ان جي سزا ڀوڳڻي پوندي. وڏ ڀاڳي اهي آهن جي ستگر جي دَر جا منگتا آهن.

١٥٩. جن کي ويدن ۽ پرانن ۾ لڇو آهي، اهي ڇولتا نه هڪ ڪن جي ستسنگ ڪرڻ سان، انسان جا پاپ دور ٿي وڃن ٿا. پوءِ سنتن جي ستسنگ جي ڳالهه جو ڪهڙو بيان ڪجي! جنهن جي مهما ويد ۽ پران به بيان نٿا ڪري سگهن. جيڪي سنتن جي ستسنگ ۾ وڃن ٿا، انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪرڻي نه سندن سڀئي ڏينهن جا پاپ ضرور ناس ٿيندا هوندا. اهو ڳالهه نه انهن کي پرابت ٿئي ٿو جيڪي رواجي طرح نت نيم سان ستسنگ ۾ اچن ٿا ۽ وڃن هلن ٿا ۾ جن جو سنتن ۾ لڇو آهي ۽ وقت جي ستگر سان پريت ڪن ٿا، انهن کي جيڪو ڳالهه مليتو تنهنجو بيان به نٿو ڪري سگهجي.

١٦٠. سنتن جي جيڪو ساراه يا جيڪو نندا ٿو ڪري، تنهن جو اڌار ٿيندو ۽ جيڪو سنت جو شرڪ ٿي ۽ پوءِ به

جڏهن اهڙن وڏن کي لي ستگر جي اپديش ۽ سهائتا نه پهچي
ته پوءِ رواجي ماڻهو هن کي ڪيئن سهائي سگهندو؟ انهيءَ
جو جواب هي آهي ته اهي سڀ پنهنجي پنهنجي اهنڪار ۾
پورا هئا ۽ چاهيائون ته هنن جو ستگرو ۾ نڪو ۽ اعتقاد نه هو،
تنهن ڪري ستگر ۾ پاڻ کي هنن وٽ پرگهٽ نه ڪيو. اهي
سڀ دنيا جي رچنا جي ڪاروبار جي لائق هئا ۽ هنن کان
اهوائي ڪم وٺڻ منظور ڪيو ويو. جي هنن کي ستگر ۾
ڀروسو ۽ اعتقاد ٿي وڃي ها ته وري ڪالهه دنيا جي رچنا جو
ڪم نه ٿي سگهي ها ۽ سنتن کي دنيا کي بلڪل ڦٽائڻ يا
بگاڙڻ به منظور ناهي. اهي سڀ سنساري ماڻهن جي سنڀال
واسطي پيدا ڪيا ويا آهن. ستگر جو اپديش هنن لاءِ ناهي
۽ نڪي هو انهيءَ کي مڃيندا ۽ نه سندن چت ۾ ستگر لاءِ
عزت ۽ ڀاءُ رهندو. هاڻ ستگر پڪاري چون ٿا ته جڏهن
اهڙا وڏا وڏا، جن ۾ هزارن ماڻهن جو نڪو ۽ ڀروسو آهي،
سي به نرڪ جي باهه کان نه بچيا ته پوءِ رواجي ماڻهو ڪيئن
بچندا؟ پر هنن وچن تي انهن کي ئي اعتبار ايندو جن جي
ڀاڳ ۾ پرمارٿ آهي ۽ جن جو چوراسيءَ جي چڪر کان جلدي
ڇوٽڪارو ٿيڻ وارو آهي يعني جن کي سچي مالڪ سان ملڻ
جي سچي ۽ نرمل چاهه آهي. جن ۾ سنسار جون انيڪ واسنائون
ڀريون پيون آهن، اهي ستگر جي وچن کي ڪڏهن به ڀروسو
۽ پريت نه ڪري سگهندا. پر اهو هر ڪنهن کي معلوم هئڻ
گهرجي ته جنم مرڻ کان ڇڏائڻ وارو، سدا سک جي استان جي
بخشڻ وارو ۽ نج ڌام ۾ پهچائڻ وارو صرف ستگر ئي آهي.
برهما، وشنو، مهاديو، اوتار، ديوتائون، پير پيغمبر ۽ اولياءَ سڀ
پاڻ ئي بنا گروءَ آهن يعني انهن کي سچو ستگر ڪونه مليو
۽ اڪر هو پاڻ چوراسيءَ جي چڪر کان بچيا آهن ۽ نه هو ٻين
کي بچائي سگهن ٿا. جيڪي جيڪي هنن وچن تي وشواس

من جو تن کٿن سان مليو ٿيو آهي، اهو ٻه هن جيءَ کي اهڙيءَ طرح ڏسي ٿو جيئن ٻلي ڪئي کي کائڻ جي ارادي سان ڏسندي آهي. جيڪي ڪال جا جيءُ آهن ۽ هن جو حڪم مڃين ٿا يعني من جي چوڻ موجب هلن ٿا، تن کي ٻه ڪال تڪليف ڏئي ٿو. اهڙيءَ طرح سيئي جيءُ دکي آهن، پر جيڪي ستگور جا جيءُ آهن، انهن جي مٿان ستگور جي دیا رهيتي ۽ ڪال ٻه هنن کان ڊڄي ٿو ۽ هنن جي سڀالنا ڪري ٿو. تنهن ڪري سيئي کي گهرجي ته وقت جي موجوده ستگور جي شرن ولن جيئن هتي ۽ هتي ٻه سدن بچاءُ ۽ سڀال ٿيندي رهي.

١٥٥. جڏهن ڪو شخص، هزار ٻه هزار آدمي ڀرتي ڪرڻ چاهيندو آهي ته هزارين اميدوار اچي گڏ ٿيندا آهن. انهن مان پنجاهه يا سؤ لائق هوندا آهن ۽ باقي گهٽ لائقيءَ وارا هوندا آهن. انهن ۾ ڪي ته بلڪل نڪما هوندا آهن. اهڙيءَ طرح جڏهن سنت ستگور پنهنجو ست سنگ جاري ڪندا آهن ته گهڻيئي ماڻهو اڻيڪ واشنائون ۽ خواهشون من ۾ رکي اچي ويندا آهن. جن کي سچ پرمارٿ جي چاهه هوندي آهي انهن کي ستگور چونڊي پسند ڪندا آهن ۽ باقي ٻين کي اميدوار ڪري رکندا آهن. جن جي ڀاڳ ۾ پرمارٿ آهي اهيئي سنتن جي سنگ ۾ رهن ٿا، باقي ٻيا پاڻيهي هليا وڃن ٿا. اهي ستسنگ ۾ (سچ جو) ڏڏڪو لڳا سڀي سکهن چاڪاڻ ته سدن هردي ۾ سچي ۽ نرمل پرمارٿ جي چاهه ڪاڻهي. تنهن ڪري سنت ٻه هنن کي زور نه ڪندا آهن پر آئينده لاءِ مٿن دیا ڪندا آهن.

١٥٦. هزارين برهما، هزارين گورک، هزارين ناٿ ۽ هزارين پيغمبر، نرشنا جي ٻاهه ۾ جلي رهيا آهن ڇاڪاڻ ته هنن کي ستگور نه مليو آهي. جيڪڏهن ڪو ڪٿي اهو سوال پڇي ته

سکھندو ۽ وري انساني چولي ملڻ جو پروسو ناهي.

١٥٢. گرومک اهڙي آهي جو ستگور جي حکم ۾ هلي ۽ حکم کان ٻاهر نہ وڃي. جيستائين هن جو اهڙو سڀاءُ نہ ٿيندو تيستائين هو گرومک پد کي نہ پائي سگھندو. اها ڳالھ آهي ڏکي، پر جيڪر اهڙي هوشياريءَ ۽ سنڀال سان فقط اهو ڪم ڪري، جنهن ۾ ستگور راضي ٿئي يعني جيڪا بہ هوُ شيوا ڪري تنهن ۾ پهرين هو ستگور جي رضامنديءَ جو مکيہ خيال رکي ۽ اهو خيال رکندو رهي تہ مهنجي شيوا ستگور کي پسند آهي يا نہ، يا فقط مهنجي ناراضگيءَ جي خيال کان ستگورُ مهنجي شيوا نہ قبول ڪرڻ ڪري رهيا آهن؟ جيڪڏهن اها ڳالھ سمجھ ۾ اچي وڃي تہ هن مهنجي شيوا مان ستگور کي تڪليف ٿي ٿئي پر فقط مهنجي ضد يا هوڏ ڪري قبول ڪري رهيا آهن تہ هڪدم اهڙيءَ شيوا کي ڇڏي ڏجي. جنهن جو اهو سڀاءُ آهي اهڙي گرومک ٿيندو جنهن جي اهڙي حالت نہ آهي اهڙيءَ لاءِ مناسب آهي تہ نيم سان ستسنگ ۾ اچي ۽ وچن کي چت سان ٻڌي ۽ ياد رکي. ائين ڪندي هن جو سڀاءُ آهستي آهستي بدلجندو ويندو.

١٥٣. اڌڪار جي مثل سڀ ڪنهن جي اندر ۾ ٻيٺي آهي ۽ جيستائين اها نہ اڪرندي تيستائين پرمارٿ نہ ٿيندو. اها ميل ٻاهرمکي پوڄا سان نہ لهي سگھندي. اهڙيءَ واسطي ضروري آهي تہ اندران پوڄا ڪئي وڃي. اهڙيءَ اندرين پوڄا جو ڀيد، پوري ستگور کانسواءِ ٻيو ڪير بہ نٿو ڏئي سگھي. تنهن ڪري هر هڪ پرمارٿيءَ لاءِ مناسب آهي تہ اول پنهنجي وقت جو ستگور ڳولي ۽ هن جي شيوا ڪري، تڏهن لي ستس ڪم راس ٿيندو.

١٥٤. هن جيو جا سڀ وڏري آهن، متر ڪوبہ ڪونهي.

آهي نه هي سيني طرفن کان هٽي، هڪ ستگور کي اهڙو ڀڪو جهلي، جيئن استري پنهنجي پتيءَ کي جهليندي آهي، جو ورِي هن کي ٻئي ڪنهن جي غرض نٿي ٿئي. پر اڄ ڪالهه جي گورن جو اهو حال آهي جو چيلا نه ڪيو ڇڏين پر انهن کي اپديش ڏيئي ٿا، ورلن ۽ مورلن جي پوڄا جو ڪن ٿا ۽ پنهنجي پوڄا نٿا سيکارين. سبب انهيءَ جو هي آهي ته اهي گورو ٿيڻ جا لائق ناهن ۽ نه اهڙن کي پنهنجو گورو ڪرڻ گهرجي. هو پاڻ خود ڀرميا پيا آهن ۽ ٻين کي ڀڻ ڀرمائين ۽ ڀٽڪائين ٿا. سنت ئي گورو پدويءَ جي لائق آهن ۽ جيئن جو آڌار فقط سنتن جي ئي معرفت ٿيندو. سنساري گورن مان آڌار نه ٿي سگهندو. برهما، وشنو، مهاديو ۽ ايشور به، جيو کي چوراسيءَ کان نٿا ڇڏائي سگهن، پر سنت هن کي بچائي سگهن ٿا.

سنتن جي ست سنگ ۾ اهولي جيئن ايندو جنهن دنيا جا ڏک سٺا آهن ۽ انهن جو ڏپ اٿس. اهو ڪير به سنتن جي سامهون اچي ٽڪي نٿو سگهي. اهڙي طرح جڏهن سنتن جي مهما جو اثر، جيو جي چت ۾ پڪو ويهي وڃي ٿو تڏهن هوءَ پنڌ لن ۽ ڀيکين جي ڦندي ۾ نه ڦاسندو. سنت ستگور ۾ ئي هن جي شرڌا رهندي ۽ هن کي ئي لڳو رهندو. جيسين ٻرن سنت ستگور نه ملي تيسين هن جي ڳولا ڪندو رهجي. انهيءَ ڳولا ڪندي جيڪڏهن انسان مري به وڃي ته به ڪو هرج ڪونهي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ انسان کي ورِي به انساني ديهي ملندي ۽ ستگور به ضرور ملندو، پر جيڪڏهن ستگور مان ملڻ جي چاهه زبردست هوندس ته هن ئي جنم ۾ هن کي گوروءَ جو ميلاپ ٿيندو پر جي پنڌ لن ۽ ڀيکي سادن جي جار ۾ ڦاسي ويو، پوءِ ڪٿي هن کي سنسار ۾ ڌن، پٽ، استري ۽ مان پراپت به ٿئي، پر هو چوراسيءَ جي چڪر کان نه بچي

سڪل ڪاٺ جي ٻارڪي جڏهن هڪ چڪ ۾ لڳائجي ٿي ته ڪن ۾ سڀ ڀسم ٿيو وڃي. اهڙيءَ طرح ٿي سنسڪ آهي. الهيءَ ۾ جنم جنم جا ڪرم ڪٽجي ٿا وڃن ۽ انسان جا سنسڪار روز بروز بدلجندا ٿا وڃن.

۱۴۹. سنتن جي وچن کي جيڪي ماڻهو ويدن سان ملائي ڏسن ٿا اهي ڀليل آهن. خود ويدن جو وچن ته جڏهن سنتن جي مهما لئه ڳالهه ٿو ته پوءِ ويد ڇا ڄاڻندا؟ سنت ڪنهن جا ٻڌا قيدي ناهن. جنهن به وقت جيڪو به رستو صحيح ۽ مناسب سمجهن ٿا، اهو جاري ڪن ٿا. جيڪي قبول ڪن ٿا سي ڀاڳي ۾ آهن ۽ جيڪي نه مڃيندا سي اڀاڳي ۽ بدقسمت رهجي ويندا. ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ به جنهن راڄا جو راڄ هوندو آهي اهو پنهنجو قانون هلائيندو آهي ۽ جيڪي اهو قانون مڃين ٿا ان کي فائدو ٿئي ٿو ۽ جيڪي حڪم جي انحرافي ڪن ٿا سي پنهنجو نقصان ڪن ٿا ۽ الهيءَ قانون جي ڀڃڪڙيءَ جي سزا ڀوڳين ٿا.

۱۵۰. ديالو سنت هن جيو کي وڏي واڪي چون ٿا ته تون ست پرش جو پتر آهين. اهڙا ڪرم نه ڪر جو توکي جم جي سزا ڪاٽڻي پوي. پر هي جيو اها ڳالهه نٿو مڃي ۽ هنن سنتن جي وچن تي وشواس نٿو آڻي ۽ اهڙي ڪرم ڪري ٿو جنهن مان ڪيس جم جي سزا ڀوڳڻي پوي. سنتن کي اهڙي ته طاقت آهي جو جيڪڏهن هو چاهين ته ماڻهوءَ کي زبردستيءَ مڃائي سگهن ٿا ۽ جم کي به هٽائي سگهن ٿا. پر هو پنهنجي دياليتا جو سڀاءُ نٿا ڇڏين يعني زبردستي نٿا ڪرڻ چاهين. وچن ڪالسواءِ هو ٻيءَ ڪنهن به طرح، جيو کي نٿا جهٽڪن يا چپين. جيڪي وڏ ڀاڳي آهن اهي سندن وچن کي مڃين ٿا ۽ جيڪي اڀاڳي آهن اهي نٿا مڃين.

۱۵۱. جيو کي سمجهائڻ ۽ ڄاڻائڻ ۾ سنتن جو اهوئي مطلب

آهي ۽ جي ڪنهن ڪارڻ اچي نه وڃي ته به سندس سمت سنگ، ۾ اڪڻ ڏکيو آهي. ڇاڪاڻ ته جنهن وقت سنت، ويد، پراڻ، قران وغيره جو ڪنڊن ڪري پنهنجي مت يعني سنت مت کي سيني مٿان کان اوچو ۽ نيارو وڙن ڪندا اٿيءَ وقت اهڙي ماڻهوءَ کان اٿي ترسيو نه ٿيندو. ڪو ورلو ڪوجي ئيسا (مالڪ جو) سڪايل اٿي رهندو. ويد مت جو نشچو به ماڻهن کي ٻڌڻ سان ٿيو آهي، ڏٺو ڪنهن ڪجهه به ڪونهي. پنڊتن ۽ براهمڻن جي چوڻ تي ماڻهن ويدن ۽ پراڻن ۾ نشچو ڪيو آهي. سائين لمولي، سنتن جي وچن تي وشواس رکي، جن الڊرولي استاڻن يا منزلن جو سنت ايمان ڪن ٿا تن جي هستيءَ ۾ يقين ڪرڻ گهرجي ۽ پر اها ڳالهه ڪوجيءَ (True Seeker) کان ٿي سگهندي، نيڪيءَ کي ان تي ڀروسو نه ٿيندو.

۱۴۷. ستگورو ۽ ستسنگ الهيءَ ماڻهوءَ کي پيارا لڳندا جيڪو هن دنيا مان دکي آهي. پر اهو ليڪ مٿرو ڪونهي. ڪيترا هن دنيا ۾ ڏاڍا دکي آهن پر ڪين ستسنگ لاءِ بلڪل چاهه ڪونهي. پرمارٿين جو نه قسرتي علحدو آهي. اهي ئي پرمارٿي آهن جن کي ڪيترا به سنسار جا سک ٻليءَ پرڪار پراپت هجن پر ستگورو ۽ ستسنگ کان سواءِ اهي سک ڪين دک روپ نظر اچن ٿا. سنساري ماڻهو اهي آهن جي دنيا جي سکن کي چاهين ٿا ۽ انهن سکن جي نه ملڻ يا ڇڏڻ ۾ دکي ٿين ٿا. ڪين اها خبر ئي ڪونهي ته سنسار جا سڀ سک، دک روپ آهن ۽ ڀڄاڙيءَ جو دوکو ڏيندا.

۱۴۸. ماڻهوءَ جي من جي ميل دور ڪرڻ لاءِ، ستسنگ کانسواءِ ٻيو ڪو به اپاءُ ڪونهي. جهڙيءَ طرح صابڻ ۾ اها طاقت آهي، ته ڪپڙو ڪيترو به ميرو هجي پر جڏهن ان کي صابڻ لڳائي ڌوئجي ٿو ته هڪدم صاف ٿيو وڃي ٿيسا

پروسو وڌائيندا رهن ته هڪ ڏينهن ڪين سچي وار جي حد
پنجي ويندي.

١٤٣. مکيه اباءُ ٻا جتن، وقت جي سنڪور جي شورا آهي.
انهيءَ مان لئي التيڪرڪ يعني الدر صاف ۽ ترمل ليندو.
جڏهن الدر ترمل ۽ ٻوڙو لئي واهو لڏهن لئي (الدرين) ٿامر جي
تفتيش ٿيندي، انهيءَ ڪري جهڙي سنڪور جي شورا م
ٿڪا پيا آهن ان لئي مالڪ جي ڪرڻا آهي.

١٤٤. آلدرين ۽ ٻاهرين ضتالي شبد ٻنا ته لئي سکهندي.
انهن ڪري ٻاهرين صتالي ليڪالهوءَ لئي الدرين ترملا ايندي.
انهيءَ واسطي ٻهرين (سنڪور جا) ٻاهريان وجن مجوڻ ڪيرجن ۽
خيستالين ٻاهريان وجن ته مچيا ويندا ليستالين شبد الدر ٻ
پرکهت ته ليندو.

١٤٥. ٻڪتي چتن لسمن جي آهي. لن، من، ڏن ۽ وجن
جي. وجن جي ٻڪتي هرڪر ڪري وجي لو. ٻنديس ۽ ٻيڪداري
(سنڪور وقت) اچن ٿا ۽ چرن ٿا ته "اوهين ٻورا سنت آهيو
۽ هن وقت لوهالجي برابر ٻير ڪرڻ سنت ڪولهي." ٻيوءَ
هار ٻه ٻالمن ٿا، پر جڏهن اهيتي هار ڪين هٿ ترسادي ڪري
موتائي ڏنا وجن ٿا لڏهن ٻههنجر ڪمند قيرار چڏين. انهيءَ
مان ظاهر آهي ته جهڙي ٻه وجن هين چيا اهي ڪوڙا هئا.
ٻههنجي براهمڻ ۽ ٻيڪداري هٿڻ جو اهنڪار لتا ڇڏين ۽
سنڪور کي گرهستي ٿا سمجهن. اهڙي وجن جي ٻڪتي ٻاڪل
ڪوڙي آهي. سچي ٻڪتي انهيءَ جي آهي جنهن ٻههنجو
لن، من ۽ ڏن سنڪور کي اربڻ ڪيو آهي يعني انهن ٽنهي
ٻرڪارن جي شيوا ڪري رهيو آهي. ٻاقي ٻيا سب ڪمتي
آهن. انهن ٻر ٻاڙ يعني وشواس ڪڏهن ٻه نه ايندو ۽ رڳو ٺڳيون
ڪاهيندا آهن.

١٩٦. سنته سنڪور جي سنت سنگ ٻر انسان جو اجهڻ مشڪل

مرشد يا پورو ستگور ملندو ۽ هو جيڪڏهن پنهنجي ستگور
کي خود خدا يعني مالڪ سمجهندو تہ پوءِ وٽس هن جو ڪم
راس ٿيندو پر ايءَ ڪنهن بہ طرح ڪيس ڪجهہ بہ حاصل نہ
ٿيندو. ڪتابن يا مولوين جي ٻڌايل پراڻي راهہ تي ڪير هلي
هلي پر انهن ڪرڻ سان ڪنهن جي دل ۾ عشق پيدا نہ ٿيندو
۽ جيستائين عشق نہ هوندو تيستائين وصل (مالڪ جو ميلاپ)
مشڪل آهي ۽ اهو عشق پوري ستگور جي سيوا ۽ سنجوڳ
لڳي رکڻ سان حاصل ٿيندو. عشق حاصل ڪرڻ جو ٻيو
ڪوبہ طريقو ڪونهي.

١٤١. گهڻن ماڻهوءَ کي سڌو ۽ صحيح رستو ملڻ کپي، تڏهن
هو پنهنجي منزل مقصود تي پهچي سگهندو. پوري ستگور
کانسواءِ سڌو ۽ سچو رستو نہ ملي سگهندو. پر ستگور جي ڳولا
ڪير ڪري ٿو، گهڻا ته، انهيءَ جي بدران سڀ تيرٿن، مورتن،
ورتن، نمازن، روزن، حج ۽ ڪتابن پڙهڻ ۾ مشغول آهن.
انهن ڪمن مان سواءِ اهنڪار جي ٻيو ڪوبہ فائدو نہ ٿيندو.
سچي رستي ۽ سچي گهر جو ڀيد پوري ستگوروءَ کان ملندو.

١٤٢. جيڪي ماڻهو شريعت يعني ڪرم ڪانڊ جا پابند
آهن اهي هميشه سنسار ۾ پيدا پيا هوندا ۽ ڪڏهن بہ مالڪ
جي دربار ۾ پير نہ پائيندا ۽ جيڪي تن، من ۽ ڌن سان
ستگور جي سيوا ڪندا اهي ئي سچي مالڪ جي دربار ۾
داخل ٿيندا. ستگور پاڻ خود پرماتما آهي، هن جي سيوا،
مالڪ جي سيوا آهي. جيڪي ستگور کي ڇڏي مالڪ کي
ڳولين ٿا انهن کي مالڪ ڪڏهن بہ نہ ملندو پر جيڪي ستگور
جي سيوا ۾ لڳا پيا آهن انهن کي مالڪ ملي ويو آهي. جڏهن
الدرين اک، ڪلندين اڏهن سڄاڻي وٺندا ۽ جيستائين اک نہ
کلي تيستائين سنت ستگور جي وچن تي وشواس رکي، سيوا
لڳا رهن ۽ ستسنگ ڪندا رهن ۽ ستگور جي چرنن ۾ پريم ۽

هوءَ ستگر ۽ هن هيءَ ستسنگ جي شرڻ وٺندي ٿلهن ۾ سنسار جي ڄار مان ڇڪرائيندي.

١٣٩. هن وقت مون کي نرمل ۽ پوتر ڪرڻ لاءِ ستگر ۽ نام ڏيکاريءَ کانسواءِ ٻيو ڪوبہ اُپاءُ يا طريقو ڪونهي ۽ جيڪي مالهو مون کي نرمل ڪرڻ لاءِ ڪيرتي، ورت ۽ يا جتن ڪري رهيا آهن، انهن مان ڪجھ بہ فائدو نہ ٿيندو. اهو سچ آهي تہ پوري گروءَ جو ملڻ مشڪل آهي پر کوجيءَ ۽ سنسڪاريءَ کي ستگر سولائيءَ سان ملي ٿو.

١٤٠. ڪي مسلمان انهن چون ٿا تہ مرشد يعني ستگر کي خدا کان ٻيو ڀانئڻ نہ کپي، جاڪاڻ تہ مرشد کي بہ سڀ ۾ خدا نظر اچي ٿو، انهيءَ ڪري خدا کان ٻاهر کي ٻيو ڀانئڻ مناسب ناهي. اها هنن جي ڀل آهي. مرشد جو خدا داناءُ يعني سياڻو آهي ۽ مريد جو خدا نادان آهي. انڪريءَ حالت ۾ نادان خدا لاءِ داناءُ خدا کي پيري پوڻ يا سجدو ڪرڻ واجب آهي. مرشد پاڻ کي خدا نہ چوندا آهن، هو تہ پاڻ کي مالڪ جو بندو يا غلام سمجهندا آهن. پر مرشد يا شش جو اهو فرض آهي تہ پنهنجي مرشد کي خدا سمجهي ۽ جيستائين ڪنهن خدا ڪري نہ سمجهندو تيستائين سندس ڪارج راس نہ ٿيندو. مولوي روم فرمايو آهي:

چونڪہ ڪردي ذاتِ مرشد را قبول،
هم خدا در ذاتش آمد هم رسول.

يعني مرشد جي ذات ۾ خدا ۽ پيغمبر ٻئي اچي ٿا وڃن. هي اپديش طريقت وارن لاءِ آهي ۽ نہ شريعت وارن لاءِ ۽ معلوم هجڻ گهرجي تہ جنهن وقت ۾ پيغمبر صاحب زنده هئا تنهن وقت پنهنجن شاگردن کي انهيءَ درجي جو موڪش يا نجات ڏيئي سگهيا ٿي جنهن لاءِ هو پاڻ پيتل هئا پر هيٺر هو ڪجھ بہ نٿا ڪري سگهن. هيٺر جا هن انسان کي ڪامل

پنهنجي ڪل يا نسل کي ياد ڪري ڇاڪاڻ جو ڇوڙڻ بد اڄ
ٿي، پر انسان جو ڪل نٿو بدلجي. اهو هڪ ئي آهي يعني
سڀ انسان ست نام جي ڪل يا نسل مان آهن. پر اها ڳالهه
ستگور جي ٻڌائيءَ بنا ٻئي ڪنهن به ڄڻي سان حاصل نه ٿيندي

١٣٦. جيڪو آخرين آستان تي وڃي پهتو آهو ئي اتي جو
رهواسي آهي، ۽ اهوئي سڄو رهواسي آهي ۽ جيڪو انهيءَ
استان تي وڃي رهيو، جتي سڀ جي آخر آهي، انهيءَ کي
هميشهه بسعت (انند) آهي.

١٣٧. رجو گڻ، تمو گڻ ۽ ستو گڻ، انهن ٽنهي کي ڇڏي،
سار گڻ کي وٺجي، جا ٻڌائي آهي. ٻڌڻ ئي گيان حاصل
ٿيندو. ڪتابن مان حاصل ڪيل گيان لسي ڀروسو نٿو ڪري
سگهجي. ستگور ٻڌائيءَ جي ڪمائي ڪرڻ سان جيڪو گيان
پراپت ٿئي ٿو، اهوئي سچو ۽ پورو گيان آهي.

## شيوڪ جو ستگور کان سوال

١٣٨. جڏهن سنتن جي مت موجب شبد سڀ هنڌ موجود
آهي ۽ هو ست جو ٻڌائيندڙ آهي، بلڪ آتما شبد جي انس
آهي، پوءِ آتما شبد کي ڇو نٿي پڪڙي؟

## ستگور جو جواب

حقيقت ۾ شبد هر هنڌ موجود آهي پر جڏهن کان سرت
يعني آتما، پنڊ يعني هن شرير ۾ هيٺ لٿي آهي تڏهن کان
ٻاهر مکي ٿي بيٺي آهي ۽ ٻاهرين آوازن ۾ لڳي وئي آهي.
جيڪڏهن ٻاهرين آواز ۾ نه لڳي ته دنيا جو ڪاروبار ڪيئن
هلي؟ هاڻي جيستائين هن کي پورو ستگور نه ملندو ۽ هيءَ
جي شرن نه وٺندي تيستائين اندرئين شبد کي نه پائي
سگهندي. جهڙيءَ طرح ماتا ۽ پتا جي شرن وٺڻ سان، آتما
سرت، سنسار ۾ قاسجي وئي آهي. اهڙيءَ طرح جڏهن

فقط سستيءَ ۽ ٻيا، جن جون اکيون کليل آهن انهن کي ئي
صحت جو قدر هوندو.

## درشٽانت

هڪ شخص آهي جو لقمان حڪيم جي سهاري جيئرو ۽
وقت جي حڪيم يا ڊاڪٽر جي مدد ڪرڻ. انهيءَ مان ظاهر
آهي ته انهيءَ شخص کي ڪا بيماري يا درد ڪونهي. جي
ڪا بيماري هجيس ها ته وقت جي حڪيم يا ڊاڪٽر جي
سهارو ڪري ها ڇو ته لقمان ڪٿي تمام هوشيار حڪيم هو پر
هن وقت جيڪڏهن ڪو بيمار چاهي ته لقمان جو ڏالو وٺي
پنهنجي بيماري لاهيان ته هن جي بيماري ڪڏهن به نه لهندي.
جيستائين وقت جي حڪيم يا ڊاڪٽر وٽ نه ويندو تيستائين
سندس بيماري نه ڇٽندي. اهڙيءَ طرح جيڪو پرمارٿ جو
سڪايل ۽ اُڃايل آهي سو سنسار جي سکن کي زهر سمان ڏسي
ٿو. هو فقط موکش جي چاهه رکي ٿو. هو جيستائين وقت
جي پوري ستگرو وٽ نه ويندو تيستائين ڪيس آرام نه ايندو
۽ اهڙي وقت جي ستگرو جو قدر ڄاڻندو. جيڪي ڪوڙا
آهن، سي ڪمزور، ورلن ۽ مورلي پوڄا ۽ گدڙي ويلن جي
ٽيڪ ۾ پرچندا ۽ ستگرو جي مهما نه ڄاڻندا.

١٣٤. ڪرٽي ۽ ديا ٻئي گڏو گڏ هلن ٿيون. ديا ڪالسراءِ
ڪرٽي نه ليندي ۽ ڪرٽيءَ ڪالسراءِ ديا نه ليندي. جي راڄ
ديا ني ٻاڙهيندا ته سست ۽ آلسي ٿي پوندا ۽ بس ڪرٽي نه
لي سگهندي.

١٣٥. چوراسي لک جونيون ڀوڳي جيو کي ڳالهه جي چوڻ
ملي ٿي، ۽ ان ڪالهوءَ السالي چولو ملي ٿو. انهيءَ السالي چولي
۾ جيڪڏهن جيڪو چڱا ڪم ڪندو ته هن کي برابر السالي
چولو ملندو رهندو جيستائين سندس ڪم راس ٿئي يعني
مکتي پد کي حاصل ڪري. سني ڪرٽي اها آهي ته انسان

جيئن لوهان جي ڇت ۾ ورود نہ اچي سگهي، پر اها ڳالهہ جلد حاصل نہ ٿي سگهندي. جڏهن هر روز ست سنگ ڪندا ايندا ۽ سدائين اندروني اپياس ڪندا رهندا تہ ڪنهن وقت اها ڳالهہ ضرور حاصل ڪندا.

١٣٠. شروع کان وٺي آخر تائين، سڄي ڪائنات، ماس مان ٺهيل آهن، پر انهن ۾ نام آتم آهي. جيڪي ستگور کي سڀ ڳالهہ کان مٿي سمجهن ٿا اهي بچي ويندا باقي سڀ چوراسيءَ جي اگنيءَ ۾ انهن پچايا ويندا جيئن جانورن جو ماس باهہ ۾ پچايو ويندو آهي.

١٣١. الله رب جي رس جو پيار، جو بار بار ٽرڪن ۾ وڃڻ وارو آهي، انهيءَ ذائقن هي من کيچڇي وڃيٿو ۽ نام ۽ ستگور جو پيار، جو سدائين سک ڏيڻ وارو آهي، انهيءَ کان هي من بري پيچي ٿو.

١٣٢. سنت ڪرامتون ڪون ڏيکاريندا آهن. هو هميشہ پنهنجي مالڪ جي موج ۾ رهن ٿا ۽ پاڻ کي لڪائيندا رهن ٿا. جڏهن مالڪ کي پنهنجي ڀڳتن کي پرگهٽ ڪرڻو هوندو آهي تہ هو ڪرامت ڏيکاريندا آهن ۽ جي پنهنجي ڀڳتن کي ڳپت رکڻو هوندو اٿس تہ ڪرامت نہ ڏيکاريندا آهن. چاڪاڻ تہ ڪرامت ڏيکارڻ سان سنتن کي جلدي دنيا ڇڏڻي پوندي آهي. ڪرامتن جي ڪري سچن کي تڪليف ۽ ڪوڙن جي پيڙ لڳي ٿي. هن وقت ڪرامت ڏيکارڻ جو حڪم نہ آهي جيڪي ڪرامتن ڏسڻ جي چاهہ رکن ٿا اهي پرمارٿي نہ ڪولهن.

١٣٣. هندو ۽ مسلمان ٻئي ۾ جيڪي (روحانيت کان) الٽا آهن، انهن لاءِ تيرٿن، مندرن ۽ مسجدن جي پوڄا آهي ۽ جن کي (روحانيت جون) اکيون آهن انهن لاءِ فقط وقت جي ستگور جي پوڄا آهي. هيءَ ڳالهہ هرهڪ لاءِ ڪانهي.

ڪيڏو نه وڏو ڀاڱو آهي. سنساري ماڻهو نه ڪوٻ بيت پري
ڪاڻين ٿا ۽ لڏهه ڪن ٿا اها شر به نه الٽ نه پرمارٿ جا
ليندو آهي.

١٢٦. ڪن ماڻهن جي ستگور جي چرلن ۾ اهڙي پريم
آهي جو جڏهن ستگور ڪان پري آهن نه پري ٿي آهن پر جڏهن
ستگور جي سنمک اچن ٿا نه سندن من هڪدم لڇڻ لڳو
وڃي يعني هڪ هنڌ ٽڪي ورهي ۽ اهڙو لڳي ٿو وڃي جيئن
ماکيءَ جي مک اڏامندي ٻيٽي ڦرلدي آهي پر جڏهن وقت
ڪيس ماکي ملي ٿي تڏهن ماکيءَ کي اهڙو چنبڙي پولدي آهي
جو وري نه ڇڏيندي آهي. اهڙن کي اهڙيءَ پريم جو ڦل
به ملي ٿو. باقي نه گهڻيئي ڀيا اچن ۽ وڃن، جن ترڪ ڦل
اهڙن کي به ملي ٿو پر گهٽ.

١٢٧. ست سنگين جي ڀاڱ ۾ پرڀت هٿ گهرجي پر جي
اترڪا هوندن نه ست سنگ مان ڪجهه به آنند نه ايندو.
ست سنگ ۽ ڀڄن جو پورو آنند تڏهن ماڻي سگهندا جڏهن
سندن هڪ ٻئي سان پيار هوندو.

١٢٨. سنتن جو ڪروڌ دائي (الدراون پيار) آهي ۽ سنسارين
جو ڪروڌ گهاتي آهي پر اهيءَ ڳالهه کي سنساري ماڻهو ڪا
جاڻن. هو سمجهن ٿا نه سنت ڪروڌي آهن. پر ڪن اها
پروجهه ٿي ڪالهي نه سنتن جي ڪروڌ ۾ به دات (الدراون
پيار) آهي ۽ مورکن جي دَيا ۾ به گهات (نقصان) آهي.

١٢٩. دوست ۽ دشمن ٻنهي ۾ مالڪ ڀاڱ وٺو آهي تنهن
ڪري دوست جي دوستيءَ ۽ دشمن جي دشمنيءَ جو خيال
نه ڪرڻ گهرجي. ٻنهي ۾ مالڪ موجود آهي. پر اهڙي درشٽي
سڀ ڪنهن جي نٿي ٿي سگهي! جنهن کي پنهنجي اندر ۾
مالڪ جو درشن ڪن ٿا انهن جي اهڙي درشٽي آهي. تنهان
ست سنگ ڀلدڙن کي به اهڙي عادت ڀاڱ ۾ وجهڻ گهرجي

پيو آهي ۽ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار روپي گپ ۾ گندو ٿيو پيو آهي تنهن کي صاف ڪري ڇڏيندا ۽ نام جو رس به بخشيندا پر جي اهو علاج يا اُپاءُ نه ڪيو ويو ته جيوُ چوراسيءَ جي سزا جو لائق ٿيندو.

١٢٣. گروءَ ۽ پتا جي ڪاوڙ پاڻيءَ وانگر آهي. جڏهن اها ڪاوڙ ٽٽي ٿي تڏهن ماندو ٿئي ٿو. پاڻي ڪيترو گرم هجي پر جيڪڏهن باهه جي مٿان وجهبو ته باهه وسامي ويندي. پر سنساري ماڻهن جو ڪروڌ باهه وانگر آهي، جتي ڪرندو اتي باهه لڳائي ڇڏيندو ۽ ان کي ساڙي ڇڏيندو.

١٢٤. پنهنجي وقت جي ستگور سان اهڙي پريت هئڻ گهرجي جهڙي پريت ٻار جي ماءُ سان ٿيندي آهي. جڏهن هو ماءُ جو کير پيئندو آهي تنهن وقت جيڪڏهن کير کيس انهيءَ کان ڇڏائي ته هوُ ڪيترو نه وياڪل ٿئي ٿو ۽ ڪيترو به شانت ڪرائڻ تي شانتي نٿو ڪري. پر جيڪڏهن کير گوروءَ کي ڇڏي وڃي ۽ هن جو ذرو به خيال نه ڪري ۽ پنهنجي پٽ ۽ زال کي هڪ ڏينهن به نه ڇڏي ۽ گوروءَ کي مهنن جا مهنا وساري ڇڏي، اهڙي ٻبر جو ڪيڏو ملهه ٿيو! اهڙي جيو کي نام ڪيئن ملندو ۽ هن سنسار مان هن جو ڇوٽڪارو ڪيئن ٿيندو؟ تنهن ڪري جنهنکي پنهنجو ڇوٽڪارو ڪرڻ منظور آهي تنهنکي گهرجي ته ستگور سان پوري پريت ڪري ته هن جو سڀ ڪم راس ٿي ويندو.

١٢٥. ماڻهو ائين سمجهن ٿا ته ست سنگي ۽ سادو، جي ستگور جي چرنن ۾ وڃي ست سنگ ٻڌن ٿا، اهي ائين روٽي کائڻ لاءِ وڃي رهيا آهن. پر اهي اهو خيال نٿا ڪن ته هو چار ڇهه ڪلاڪ روز ست سنگ ٻڌن ٿا ۽ هنن کان جيترو ڀڄي سگهي ٿو اوترو ڀڄن به ڪن ٿا ۽ هو پوري لٺ به نٿا ڪن ۽ چرنامرت ۽ پرساديءَ جي آڌار تي هلن ٿا. اهڙن جو

قسلاڻي ولي وٺا ۽ وڃي راند روند ۾ لڳاتار رلن ۽ ٻڌڻ راند
ٻڌي لي لاڏڻ اهڙي ڇوڪرا ڪمس ٻنهي گهر ٻيجائي ويا.
اهڙيءَ طرح ڪرمن جي وس لي جيڏو ڀلو آهي ۽ ڪرم لي
هن کي سجاڻ ڪن ٿا.

١٢١. هن زماني ۾ گهور ڪليءَ ۾ سرب شبد جي ڪماڻي
ڪالسٽاءِ ماڻهوءَ کان ٻيو ڪجهه به ٿئو لي سگهي يعني پار پيچ
لاءِ ٻيو ڪوبه رستو ڪارگر ناهي، ڀا جيڪي به اپاءَ آهن،
تانڪ جي ۾ متان لمب هٿڙ مثل آهن. انهن ڪرڻ سان تانڪ
ڪڍڻ ۽ ماري نه سگهبو. انهيءَ واسطي تانڪ کي ڪڙڻ
ضروري آهي، جو ستگور ۽ شبد جي اپاسنا سان پڪڙي
سگهبو ۽ ٻيءَ ڪنهن به اپاءَ سان ان کي پڪڙي نه سگهبو.
جيڪي هنن وچن کي نه مڃيندا آهي خالي رهجي ويندا ۽
ڪين ڪجهه به حاصل نه ٿيندو ۽ جي ماڻهو وري اهڙن جي
اپديش مڃيندا آهي به تڪليف ۾ پوندا.

١٢٢. سنت فرمائن ٿا ته نام جو رس مٺو آهي پر ڪير
چکي ٿو. مٺائي کڻڻ کي ڪاراڻو ته جلد لي ڪائي ٿو وڃي.
سبب هي آهي ته جيئريءَ طرح بيمار ماڻهوءَ کي مٺائي ڪوڙي
لڳي لي پر سچ پچ مٺائي ڪوڙي ناهي، پر بيماريءَ جي
ڪري، ڪوڙي لڳي ٿي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته دنيا بيمار
آهي. هاڻ اهڙو اپاءُ ڪرڻ گهرجي جو مٺائي مٺي لڳي. اهو
اپاءُ هي آهي ته حڪيم جي شرڻ وٺجي. هو هڪ ڏينهن
سڌس اها بيماري ڇڏائيندو ۽ پوءِ اها مٺائي جا هن
کي ڪوڙي لي لڳي سا هاڻ کس مٺي لڳندي. ساڳيءَ
طرح پرمارٿ ۾ جيڪي نام جو مٺو رس چاهين ٿا، انهن کي
گهرجي ته ٻيا سڀ اپاءُ ڇڏي هڪ ستگور جي لي شرڻ وٺن.
ستگور جن سمرٿ آهن ۽ جيڏو کي ليڪ ۽ لرمل ڪري ڇڏين
ٿا يعني انهڪرڻ پا الدر، جو اوڪن جي واسنائن سان ادار

١١٧. ماڻهو دنيا جي شين جو جيترو محتاج آهي اوترو پرمارٿ جو محتاج ڪونهي ۽ جيئن دليري پڌارڻ لاءِ ديوتا ڪرڻو يعني ڀاڳ کي نيچ نوائي ٿو، لاءِ واسطي اهڙو ڏين ۽ نماڻو ٿيو ٿئي، جيڪڏهن ديوتا ڏيکاري به ته ڪوڙي. پر سنگور انترجامي آهي ۽ اهڙي ماڻهوءَ کي نام ڪيئن ڏيندو؟ سچي ديوتا نه اچڻ جو سبب هن جي بي غرضي ۽ بي پرواهي آهي. حقيقت هيءَ آهي ته جيستائين جيوُ، سچي ديوتا سان، سنگور جي سامهون پيش نٿو پوي ڪيستائين خود مالڪ به ڪيس ٽارڻ چاهي، ته نٿو ٽاري سگهي.

١١٨. جيڪي ماڻهو ٻاهرمکي آهن اُهي اندر جو حال نٿا جاڻن ۽ جيستائين پنهنجي اندر ۾ شبد جي اپاشنا نه ڪبي ڪيستائين ڪارج راس نه ٿيندو يعني مڪتي نه ملندي. ٻاهر سنگور جي اپاشنا ۽ ست سنگ ۽ اندر ۾ شبد جي اپاشنا، اهي ٻئي ڳالهيون برابر ڪرڻ ضروري آهن.

١١٩. جيڪي ويد جي مت کي مڃين ٿا ۽ ڪي ويد جي استان جي ڀرائتي به، موجوده سنگور کان سواءِ نه ٿيندي. تنهن ڪري وقت جي سنگور جي ڳولا ضروري آهي ۽ انهيءَ گروءَ جي ڪيتري به استت يا ساراهه مناسب آهي. جيڪڏهن ڀاڳن سان سچو گرو ملي وڃي ته هن جي مهما جو انت ئي ڪونهي. جيڪڏهن انهيءَ سچي گروءَ کي، برهما کان وٺي جيترا به ٿي ويا آهن، انهن سڀني کان وڏو ڄاڻجي ته انهيءَ ۾ ڪو حرج ڪونهي. هر ڪنهن طرح سان وقت جو سنگورو وڏو آهي، ڇاڪاڻ ته جيڪي گذري ويا آهن سي جيتوڻيڪ پورن هئا پر انهن مان اسان کي هينئر ڪجهه به حاصل ٿي نٿي سگهي، جيڪي ملندو سو پنهنجي وقت جي سنگور کان ملندو.

١٢٠. ڪرم ئي انسان کي ڦاسائڻ وارو آهي ۽ ڪرم ئي ڇڏائڻ وارو آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن جوڪر کي ٻيا جوڪرا

تو لڳي. تنهن ڪري مومن ڏسي ڳالهه ڪرڻ گهرجي ۽
جيڪڏهن ڪم نه ٿئي ته هن سان ضد نه ڪرڻ گهرجي ۽
ڪنهن کي هرويرو مڃائڻ جو ارادو نه ڪرڻ گهرجي.

١١٣. ستگرو جي سچائي انهيءَ کي لڀندي جيڪو دنيا
جي ڪمن ۾ لڳي رهيو هوندو يعني دکي هوندو ۽ جيڪو انهن
کي سک روپ سمجهندو هوندو سو ستگرو کي هرگز
سڃاڻي نه سگهندو. ستگرو جي سچي سڃاڻپ نه اٿائي آهي
جا هو پاڻ ڏئي، انهيءَ کان وڌيڪ سندس سڃاڻپ ٿي
نٿي سگهي.

١١۴. سنت فرمائن ٿا ته اهو ضروري ناهي ته جنهن جي
آد هوندي تنهن جي انت ضرور لڀندي يعني سنتن پنهنجيءَ
موج سان انهيءَ رچنا ۾ رچي آهي. جنهن جي آد آهي پر
انت نه لڀجي آهي.

١١٥. نام ٻن قسمن جو آهي. هڪ ورن آتمڪ* ۽ ٻيو
ڌن آتمڪ{} ڌن آتمڪ نام جو ڦل وڏو آهي ۽ ورن آتمڪ
جو ڦل ٿورو آهي. جنهن کي چوراسيءَ جو ڊپ آهي انهيءَ
کي گهرجي ته ڌن آتمڪ نام جي پراپتيءَ وارو ستگرو ڳولي
لڌهن هو چوراسيءَ جي چڪر کان ڇٽندو. ڇاڪاڻ ورن آتمڪ
نام ۾ پيو هوندو اهو چوراسيءَ جي چڪر کان ڇٽي نه سگهندو.

١١٦. سڀ ڪم ڇڏي، پنهنجي وقت جي ستگرو
جو حڪم مڃڻ گهرجي ۽ هن جي اپديش حب
عمل ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ۾ ئي جيو جو ڪارج
راس ٿيندو ۽ اهوئي سڀني ڳالهين جو تت آهي.

---

*جو لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ اچي سگهي.
{}جو لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ نه اچي سگهي.

۽ مالڪ راضي ٿي ويندو. پر ڪپٽ جي ڀڳتي ڪيتري
ڪريو اها قبول نٿي پوي.

١٠٩. جڏهن الهڪار (طوفان) ٿئي ٿو تڏهن ڪجهه
ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اهڙيءَ طرح پنڊت ۽ نيڪي، جن کي دلي
پرمارٿي ۽ وڏو سمجهڻ ٿي، انهن جي اندر ۾ لوڀ روپي
الهڪار ڇانيو پيو آهي. هنن کي اها خبر ڪانه آهي ته
پرمارت ڇاکي ٿو چئجي؟ اهڙن ماڻهن لئي مالڪ ڪيئن راضي
ٿيندو؟ تنهن ڪري اهي پاڻ ۽ سندن شيوڪ چوراسيءَ جي
چڪر ۾ ويندا.

١١٠. اپديش ڪرڻ نيڪ آهي پر ٽريڪش يعني بيطرفداريءَ
سان اپديش ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ٻڌڻ اها خبر نه پئجي
سگهندي ته سنتن جي اپديش جو لائق ڪير آهي پر اپديش
ڪرڻ سان ئي اهو پتو پئجي سگهندو. جيڪو لائق هوندو
سو سنتن جا وچن مڃيندو ۽ جو لائق نه هوندو سو تڪرار ۽
اجايو بحث ڪندو، انهيءَ مان ئي پتو پئجي ويندو. اهڙن
ماڻهن سان ضد نه ڪرڻ گهرجي. اپديش ڪرڻ جي منع ناهي
ڇاڪاڻ ته اپديش بنا سنتن جو مت ڪيئن ظاهر ٿيندو؟

١١١. مالڪ کي ديتا يعني ليناڻي پياري لڳندي آهي.
تنهن ڪري مناسب آهي ته ڀيڙڻ اهي ڪم ڪجن جن سان
ديتا اچي ۽ اها ديتا سنتن جي سنگ مان ملي ٿي. پنڊت
۽ نيڪي جيڪي پوڄن ۽ ڏن ڪان سواءِ پيو ڪجهه به نه ٿا چاهين،
انهن جي سنگ مان نه ديتا ملندي ۽ نه مالڪ راضي ٿيندو.
جنهن کي ديتا گهرجي تنهن کي ڇڳاني ته موجوده وقت
جي سنتگور جي تلاش ڪري، هن جي ڀڳتي ڪري تڏهن
مالڪ راضي ٿيندو. جيستائين ڪيس دياڻو سنت نه ملي تيستائين
ڪنهن کي به پنهنجو گورو نه ڪري.

١١٢. جي ڪنهن کي نصيحت ڏجي ٿي ته هن کي برو

پورا ڪري سگهي ٿو.

١٠٦. جنهن طرح پپيهو برسات جي بوند لاءِ تڙپي ٿو ۽ مالڪ الهيءَ جي تڙپ ڏسي بادلن کي حڪم ڪري ٿو ته وڃي برسات وسايو ۽ پپيهي جي پياس اجهايو تڏهن بادل برسات وسائين ٿا ۽ هن جي پياس اجهائين ٿا. اهڙيءَ طرح جن جيون کي نام روپي امرت جي پياس آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ تڙپن ٿا، سندن تڙپ کي ڏسي، انترجامي مالڪ، ستگورن کي حڪم ڏئي ٿو ته ”اوهين وڃي پنهنجي امرت روپي وچن سان، اهڙن جيون جي اُڃ اجهايو.“ تنهن ستگورو جن پرگهٽ ٿين ٿا ۽ جيون کي پنهنجا امرت وربي وچن ٻڌائي سندن اُڃ اجهائين ٿا. مالڪ پاڻ الهيءَ جي اُڃ کي نه وسائي سگهي. تنهن ڪري ستگورو جي مهما وڏي آهي. اهي جيو وڏڀاڳي آهن جن کي هن وقت جو ستگورو ملي ٿو ۽ هنن جو الهيءَ ستگورو ۾ پڪو وشواس ٿئي ٿو. اهڙن جيون جو جنم سڦلو آهي.

١٠٧. شبد جي رستي هيءُ جيو هن بدحالي ۾ اچي ڦاٿو آهي ۽ جيستائين هن کي ڪو شبد جو ڀيدي اهڙي شبد جي جاڻڪار ورو گرو نه ملندو تيستائين هي پنهنجي نج استان ۾ نه پهچي سگهندو. جاڪاڻ ته شبد رستي ئي هو اتي پهچي سگهي ٿو ۽ ٻيو ڪوبه رستو الهيءَ بدحالي مان اُڪرڻ جو ڪونهي.

١٠٨. ڪمترا ماڻهو ستسنگ ۾ اچن ٿا پر دل ۾ ڪپٽ رکيو اچن ٿا. ٻاهران ڳالهيون وڏيون ڪندا آهن پر اندر ۾ ذري به ڀڪتي نه هوندي اٿن، ائين نه هلڻ گهرجي. دنيا ۾ ماڻهو چاهي ڪمتري ۽ ڪپٽ سان هلندا هجن پر ستگورو سان ڪڏهن به ڪپٽ جي هلڻ گهرجي. ڀلي ڀلي آسري ئي هجي پر جي اها سچي هوندي ته هڪ ڏينهن وڏي ڀڪتي ٿيندي

۽ مالڪ راضي ٿي ويندو. پر ڪپٽ جي ڳڻتي ڪيتري به
ڪريو اها قبول نٿي پوي.

١٠٩. جڏهن اندڪار (طوفان) ٿئي ٿو تڏهن ڪجهه به
ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اهڙيءَ طرح پنڊت ۽ ٻيڪي، جن کي دنيا
پرمارٿي ۽ وڏو سمجهي ٿي، انهن جي اندر ۾ لوڀ روپي
اندڪار ڇانيو پيو آهي. هنن کي اها خبر ئي ڪانه آهي ته
پرمارٿ ڇاکي ٿو چئجي؟ اهڙن ماڻهن تي مالڪ ڪيئن راضي
ٿيندو؟ تنهن ڪري اهي پاڻ ۽ سندن شيوڪ چوراسيءَ جي
چڪر ۾ ويندا.

١١٠. اپديش ڪرڻ نيڪ آهي پر لرڪش يعني پيٽارٿداريءَ
سان اپديش ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته پهرين اها خبر نه پئجي
سگهندي ته سنتن جي اپديش جو لائق ڪير آهي پر اپديش
ڪرڻ سان ئي اهو پتو پئجي سگهندو. جيڪو لائق هوندو
سو سنتن جا وچن مڃيندو ۽ جو لائق نه هوندو سو تڪرار ۽
اجايو بحث ڪندو، انهيءَ مان ئي پتو پئجي ويندو. اهڙن
ماڻهن سان ضد نه ڪرڻ گهرجي. اپديش ڪرڻ جي منع ناهي
ڇاڪاڻ ته اپديش بنا سنتن جو مت ڪيئن ظاهر ٿيندو؟

١١١. مالڪ کي دينتا يعني نهٺائي پياري لڳندي آهي.
تنهن ڪري مناسب آهي ته پهرين اهي ڪم ڪجن جن مان
دينتا اچي ۽ اها دينتا سنتن جي سنگ مان ملي ٿي. پنڊت
۽ ٻيڪي جيڪي پرچن ۽ ڏن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ٿا چاهين،
انهن جي سنگ مان نه دينتا ملندي ۽ نه مالڪ راضي ٿيندو.
جنهن کي دينتا گهرجي تنهن کي جڳائي ته موجوده وقت
جي ستگرو جي تلاش ڪري، هن جي ڳالهه ڪري تڏهن
مالڪ راضي ٿيندو. جيستائين ڪير ديالو سنت نه ملي تيستائين
ڪنهن کي به پنهنجو گرو نه ڪري.

١١٢. جي ڪنهن کي نصيحت ڏجي ٿي ته هن کي برو

پورا ڪري سگهي ٿو.

١٠٦. جيئن طرح پيهو برسات جي بوند لاءِ تڙپي ٿو ۽ مالڪ الهيءَ جي ٽڙڪ ڏسي بادلن کي حڪم ڪري ٿو ته وڃي برسات وسايو ۽ پپيهي جي پياس اجهايو ته هي بادل برسات وسائين ٿا ۽ هن جي پياس اجهائين ٿا. اهڙيءَ طرح جن جيون کي نام روپي امرت جي پياس آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ تڙپن ٿا، سندن تڙپ کي ڏسي، انترجامي مالڪ، ستگور کي حڪم ڏئي ٿو ته "اوهان وڃي پنهنجي امرت روپي وچن سان، اهڙن جيون جي اڃ اجهايو." تنهن ستگور وچن برکهه ڪن ٿا ۽ جيون کي پنهنجا امرت روپي وچن ڏيئي سندن اڃ اجهائين ٿا. مالڪ پاڻ انهن جي اڳيان کين ٽلو وسائي سگهي. تنهن ڪري ستگور جي مهما وڏي آهي. اهي جيو وڏڀاڳي آهن جن کي انهيءَ وقت جو ستگور مليو آهي ۽ هن جو الهيءَ ستگور ۾ پڪو وشواس ٿئي ٿو. اهڙن جيون جو جنم سڦلو آهي.

١٠٧. شبد جي رستي هيءَ جيو هن بندکاني ۾ اچي قائم آهي ۽ جيستائين هنکي ڪو شبد جو ڀيدي اعلي شبد جي جائڻ وارو گورو نه ملندو تيستائين هي پنهنجي نج استان ۾ نه پهچي سگهندو. ڇاڪاڻ ته شبد رستي ئي جو الي پهچي سگهي ٿو ۽ ٻيو ڪوبه رستو الهيءَ بندکاني مان نڪرڻ جو ڪونهي.

١٠٨. ڪيترا ماڻهو ستسنگ ۾ اچن ٿا پر دل ۾ ڪجهه رکي اچن ٿا. ٻاهران ڏيکارين وڏا ڪندا آهن پر اندر ۾ ذري ۾ پڪي نه هوندي اٿن، انهن ته هٿ ڪجهه جي. دنيا ۾ ماڻهو چاهي ڪيتري ۾ ڪجهه سان هلندا هجن پر ستگور سان ڪجهه بنا ڪجهه جي هلڻ گهرجي. پرمت هلي آروي لي هجي پر جي اها سچي هوندي ته هڪ ڏينهن وڏي پڪي ليندي

ڪرم ڪٽجي ٿا ۽ وچن ۽ آئينده ۾ نام جو لائق ٿيو پوي ۔

١٠١. ٻيهر اهنڪار يعني هؤمي جي ميل کي ڀاڄ مان ڪڍڻ ضروري آهي. اڄ ڪالهه ڪي ماڻهو پنهنجي سمجه سان اهي ئي ڪم ڪن ٿا جنهن سان نام پراپت ٿئي ۽ اهنڪار جي ميل لهي پر چاڪاڻ ته هو اهي ڪم پنهنجي سر ڀالجي اهنڪار سان ڪن ٿا ۽ ستگور جي آڌار يا آسري کان سواء ڪن ٿا، سندن اهنڪار اجا به زياده ٿيو وڃي، يعني ته من جي چٽي لهي هلن ٿا ۽ ستگور کي مکيه ۽ ضروري نٿا سمجهن.

١٠٢. سنتن جي مت انوسار آتما کي مالڪ جو انس يعني جزو سمجهيو وڃي ٿو. پر ويدانتي فقط برهم کي ئي مڃين ٿا ۽ آتما کي ليکين به ڪو نه ٿا.

١٠٣. جنهن کي ستگور سان پريت آهي ۽ ستگور کي ئي چاهي ٿو، اهو هڪ ڏينهن نج گهر ۾ اوڙجي ويندو ۽ جيڪو ست نام ۽ ست لوڪ جي چاهه رکي ٿو پر ستگور سان پريت نٿو ڪري، انهيءَ کي نه ستگور ملندو ۽ نه ست نام پراپت ٿيندو ۽ هو ستگور جو سنگ به نه ڪري سگهندو.

١٠٤. سنت گيان جو ڪندن ته ٿا ڪن پر چون ٿا ته پهرين انتهڪرڻ شڌ ڪرڻ گهرجي يعني اندر صاف ڪرڻ گهرجي تڏهن گيان جو اڌڪاري بڻجبو. انهيءَ ڪري واچڪ گيانين کان سنڀالجي ۽ ستگورو ۽ سرت شبد مارگ جي پڇتي ڪندو رهجي. انهن ڪرڻ سان اندر به صاف ٿيندو ۽ نام به حاصل ٿيندو.

١٠٥. ستسنگين کي گهرجي ته جڏهن ڪو سيوڪ يعني سندن گور ڀائي ڪا اهڙي همت جي ڳالهه ڪري ته هنجي مدد ڪن ۽ هنجي دل نه لاهين. جيتوڻيڪ اهي وڃن سندس پٺيءَ کان ٻاهر به هجن ته به سندس همت افزائي ڪرڻ گهرجي چاڪاڻ ته ستگور پنهنجي موج سان اها ڳالهه پا هن جا وچن

نہ ڪندا ليسٽاين تہ ڪڏهن بہ پراڻو نہ ٿيندو. تنهن ڪري واجب آهي تہ جيتري قدر ٿي سگهي اوتري قدر تن، من ۽ ڌن سان، موجوده گوروءَ جي سيوا ڪجي، جيئن سندس ڪرپا سان هڪ ڏينهن سڀني جي پرائي هتي وڃي ۽ هڪ سٽگرو جي پرائي اچي وڃي. پوءِ اهڙي اوسٽا اچي ويندي جو ڪيترين تڪليفن ۽ آفتن هوندي بہ دک نہ ٿيندو ۽ ڪيترين خوشين هوندي بہ خوشي نہ ٿيندي. جڏهن اهڙي اوسٽا اچي وڃي تہ سمجهوري تہ مڪتي ملي وئي. هاڻي باقي ٻيا وڃي رهيو

٩٧. جنهن کي مرڻ جو ڊپ ۽ مڪتيءَ جي خواهش هوندي آهيءَ کي ئي سٽسنگ ۽ سٽگرو پيارا لڳندا ۽ جنهن کي دنيا جي چاهہ ۽ مرڻ جو ڊپ ناهي آهيءَ کان سٽسنگ پراڻو نہ ٿيندو ۽ نہ هن کي سٽگرو سان پريم ٿيندي.

٩٨. نام تہ سچو سنسار جهڙو رهيو آهي ۽ ڪرڻ آهيءَ کان خالي ڪولهي پر ٿالهو ڪنهن کي بہ ٿو لڳي. ڇاڪاڻ تہ سٽگرو کان اهو نام نہ ورتل آهي ۽ پنهنجي من موجب نام جپي رهيا آهن.

٩٩. جي انسان سنتن جي سنگ ۾ اچي بہ ويو ۽ ڪمس نام جو ڀيد بہ مليو آهي، اهو اهڙو آهي جهڙو فقط بيجڪ (Invoice) ملي پر جيستائين اهو قبول نہ ٿيو آهي تيستائين نام جو ڌن نہ ملندو.

١٠٠. جڏهن ڪو جيو سٽسنگ ۾ ايندو آهي تہ سمجهہ پرکي وٺندا آهن تہ هن کي ڪال جو ڪيترو قرض ڏيڻو آهي. جي ڏٺائون تہ هن جو قرض ٿورو آهي ۽ هن ئي جنم ۾ ادا ٿي سگهندو تہ پوءِ هن کي سمجهہ پنهنجي چرڻن ۾ وٺن ٿا يعني نام ڏين ٿا پر جي ڏٺائون تہ هو اڃا ڪال جو ڪاڄ آهي يعني مٿس ڪال جو قرض تمام گهڻو آهي تہ پوءِ سنت ڪمس نہ قبولين. ليڪن سنت جي سامهون اچڻ ڪري هن جا بيشمار

ڳالهه نه ٿي سگهندي. پوءِ بہ ستگور پڪتي ڪرڻي پوندي لڏهن ٿي هري ماندو. اهو قاعدو مالڪ پاڻ مقرر ڪيو آهي ته جيڪو گورو ۽ جي دوارا مولڪي ملندو تنهن کي ٿي مان ملندس. لگرو منهنجي دربار ۾ نٿو اچي سگهي. بس گورو پورو هئڻ گهرجي.

٩٣. جيڪڏهن انسان کي پورو گورو ملي وڃي ۽ انهيءَ ۾ هن جو وشواس جمي وڃي ۽ سچي ديتا ۽ نماڻائيءَ سان سندس شرن وٺي ته اڄ هن کي اهو پد پراپت ٿي سگهي ٿو جو برهما، وشنو مهاديو ڪان وٺي ڪنهن کي به نه مليو آهي، نه ملي سگهي ٿو.

٩٤. ڪنهن جي به ندا يا ساراهه ڪرڻ ٻئي پاپ آهن، چاڪاڻ ته جهڙو ڪير آهي، هن جو اهڙو پورو بيان ٿي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري اهو مناسب آهي ته ساراهه ڪجي نہ پنهنجي ستگور جي ۽ ندا ڪجي ته خود پنهنجي. انهيءَ ۾ پنهنجو ڀلو آهي. ٻئي ڪنهن جي ندا چاهي ساراهه ڪرڻ پنهنجو وقت اجايو وڃائڻو آهي. پر اها ڳالهه هڪ هند ڇڙت آهي. جيڪڏهن ڪو پنهنجو دوست يا متر ٻئي ڪنهن جي بدگمانيءَ ۾ ڦاسي پيو آهي يا ڦاسڻ وارو آهي ته انهيءَ کي اهو ڻ ضروري آهي ته هتان ٿوڪي ڪو به فائدو نه ٿيندو بلڪ ڪو ڪائيندين. انهيءَ ۾ پاپ ڪرلهي، پر هر ڪنهن کي ائين رڻ ضروري ناهي.

٩٥. جيستائين آتما پنهنجي اڄ استان تي نه پهچندي ستائين سکي نه ٿيندي. انهيءَ لاءِ اهو مناسب آهي ته سڀ ا ڇڏي، پنهنجي سچي ۽ اصلي گهر جو فڪر ڪجي. اڻ ته هن انساني چولي ۾ ئي پنهنجي اصلي گهر جو رستو سگهي ٿو. تنهن ڪري هيئر ٽڙڪڻ بلڪل ٺيڪ ناهي.

. جيستائين موجوده گوروءَ جي شيوا، نام جو ڌيان سمرن

٩٠. سَتگُرو هي شيوا ۽ شبد جي ڪمائيءَ سان ڏوهي ورهي ميل کي دور ڪرڻ گهرجي. ڇاهن مالڪ واهي ليندو، مطلب هي آهي ته ٻاڻ مان آهنڪار کي ڪڍي، انهيءَ جي جاءِ تي ديتا ۽ نمرتا آڻڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته مالڪ داڻ دبال آهي جڏهن انسان دين (نمانو) ٿئي ٿو تڏهن تي هوءَ دبال آهي ۽ تڏهن تي ڪارج راس ٿئي ٿو، پر ديتا ۽ نمرتا اچڻ ڏاڍي مشڪل آهي.

٩١. جيڪڏهن ڪير پنهنجي ستگورو جي حڪم انوسار ڪرم ۽ اپاشنا نه ڪندو انهيءَ کي نه ڪجهه فائدو ٿيندو پر جيڪو پنڊتن جي فيصلن تي قائم، ويدن ۽ پراڻن جون ڪرياؤن ڪندو انهيءَ کي گيان ٿيندو.

٩٢. ستگورو جي پوڄا، مالڪ جي پوڄا آهي ڇاڪاڻ ته مالڪ خود چيو آهي ته ”جيڪو ستگورو جي شرڻ مون کي پوڄيندو تنهن جي پوڄا مان قبول ڪندس ۽ جيڪي گوروءَ کي ڇڏي ٻيون پوڄائون ڪن ٿا، مان انهن کي نه ملندس.“ جيڪڏهن ڪير توهان کان پڇي ته پوري گوروءَ جون نشانيون ڪهڙيون آهن جيئن اسالڪي هن ٿي ته اسين نه هن جي پوڄا ڪريون. توهين هن کان پڇو ته توهين مالڪ جي پوڄا ڪريو ٿا، ٻڌايو ته

## ڪهڙين نشانين سان توهان هن کي سڃاتو آهي؟

جو مالڪ کي سڃاڻڻ جو طريقو آهي، اهو ئي ستگورو کي سڃاڻڻ جو طريقو آهي. ڇاڪاڻ ته هري ۽ گورو هڪ آهن، انهي ۾ ڪو به فرق ناهي. هريءَ جي پوڄا ڪرڻ سان هري ٿو ملي پر گوروءَ جي پوڄا ۽ شيوا ڪرڻ سان هري ملندو. اها ڳالهه خيال ۾ رکڻ گهرجي. جي ڪير اهو چوي ته ”جيڪڏهن هري ۽ گورو هڪ آهن ته پوءِ ڇو نه هريءَ جي پوڄا ڪجي، گوروءَ جي پوڄا ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي؟“ سو اها

نج ڌام ۾ پهچي ويندو. جيڪڏهن هن وچن ۾ وشواس نٿو اچيو ته ثابتيءَ طور انهن سنتن جي باڻي پڙهي ڏسو، پر جيڪڏهن، هن وچن ۾ وشواس نه آڻيو ۽ نه انهن سنتن جي باڻيءَ ۾ ته پوءِ چوراسيءَ جو رستو کليو پيو آهي، هليا وڃو.

٨٧. گرنٿن ۽ پوٿين ۾ جيڪو نام لکيل آهي لفظن جي پڙهڻ ۽ جپ ڪرڻ سان ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. ساڌ جي سنگ ڪرڻ سان ئي نام جو رستو ملي ٿو. پر هيءُ چوڻ انهن لاءِ آهي جيڪي سچا کوجي آهن، سنساري ماڻهن لاءِ هيءُ اپديش نه آهي.

٨٨. سنسار جي بندڻن جي جڙ، اهنڪار آهي. جهڙيءَ طرح ماليا ۾ مکيه ڌاڳو سمير ٿيندو آهي ۽ سمير ڌاڳي کي جهلڻ سان، ماليا جا سيئي ڌاڳا هٿ ۾ اچي ويندا آهن ۽ جڏهن سمير ڌاڳي مان ڌاڳو ڪڍي ڇڏبو آهي ته سڀ ڌاڳا جدا ٿي ويندا آهن. ساڳيءَ طرح، جن جي مٿان ستگرو جي ديا مهر آهي، انهن اهنڪار جي جڙ ڪاٽي ڇڏي آهي ۽ سنسار جي سيني پوڄن جي واسنائن کان هٽي، فقط هڪڙي موجوده ستگرو سان ناتو جوڙيو آهي. انهن جي مشن ديپي سڦل آهي پر جن کي اها ڳالهه حاصل نه ٿي آهي، انهن جي شڪل انساني آهي ته ڇا ٿيو، پر آهن پسون ا پسر هي وچن فقط سنتن سنگين جي واسطي آهن. سنساري ماڻهو انهن وچن کي مڃڻ بدران الٽو جهڳڙي لاءِ تيار ٿي ويندا.

٨٩. دنيا جي ماڻهن جي حالت جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي ۽ انهن کي ڇا چئجي؟ جڏهن سوامي ۽ شيوڪن ۾ ڪو ورلو سوامي، نرلوڀي هوندو ۽ شيوڪن ۾ ڪو ورلو شيوڪ نرلوڀ نڪرندو. هيءَ ڳالهه هر وقت ياد رکڻ جي لائق آهي ڇاڪاڻ ته انهن ڪرڻ سان پنهنجي من جي ورتيءَ جي، وقت به وقت تپاس ڪري سگهبي.

جيستائين ڪيس چڱا وڻن ڇڄن ليستائين خوش رهي ٿو جڏهن ڪيس ڪا ڇيني ملي نه ٿي پڙي وڃڻ لاءِ تيار ٿي بيهي، اهڙو ماڻهو ساڌ نه ٿي سگهندو. ساڌ تڏهن بڻجندو جڏهن ڪا ڳالهه سهن ڪندو.

٨٣. جيستائين ماڻهو پنهنجي هلت سنتن جي حڪم پٽاندڙ نه ڪندو ليستائين سندس من نرمل نه ٿيندو. ۽ جيستائين ستگورو ۽ شبد جي شيوا نه ڪندو ليستائين سندس چت نشچل (استر) نه ٿيندو. جيستائين ڪمائي ڪري انهن ٻنهي اوستائن (من جي نرملتا ۽ نشچلتا) لي نه پهتو آهي ليستائين سچي گيان جو لائق نه ٿيندو. گيان حاصل ٿيڻ کان پوءِ ئي آلماجي مٿان جيڪو ستول ڌڪ آهي سو لهي وڃي ٿو. اڄ ڪلهه جي گيانين جو هي حال آهي جو ڪين انهيءَ ڳالهه جي خبر به ڪانهي نه سندن من نرمل ۽ چت نشچل ٿيو آهي يا نه؛ ڪتاب پڙهي گياني ٿيا آهن ۽ جيڪي ماڻهو وٽن وڃن ٿا انهن کي گيان جو اپديش ڏين ٿا. اها بوجهه ڪوله اٿن نه هن ڪلجڳ ۾ ڪو به گيان جو ادڪاري ڪونهي. انهيءَ مان ثابت آهي ته هو الڏا آهن. پاڻ به چوراسيءَ ۾ ويندا ۽ جيڪو سندن صحبت ۾ ايندو تنهن کي به گهلي ويندا. جنهن کي چوراسيءَ جي چڪر کان ڇٽڻو آهي سو سنتن جا وچن مڃي ۽ پنهنجي من نر دڀيءَ کي سڌارو ڪري. چاڪاڻ ته هيءَ منش ديهي وڏي مشڪلات کان پوءِ ملي آهي، ان کي اجايو نه وڃائڻ گهرجي. جيڪو تنهن مڃي تنهن کي جيئڻ وٽي ليڻ ڪري.

٨٤. وقت جي ستگور ڪالسواءِ ڪجهه به پراپت نه ٿيندو. جڏهن هي جيو وقت جي زنده ستگور جي شيوا ڪري هن کي راضي ڪندو تڏهن وڃي ڪيس ڪجهه پراپت ٿيندو. جيڪڏهن ڪنهن کي نام حاصل ڪرڻ جي چاهه آهي، اهو ڪيتري به ڪوشش ڪري پر ليستائين نام حاصل ڪونه ٿيندس

ظاھر ڪرائي جو اھڙل ھڪ ڪي سچو ڪري سا مثل
ڪي جيئاري سگهي. جيڪو ستگور سان پريم ڪري ٿو ۽ جن
۾ شردا رکي ٿو تنهن جو اھڙل ھڪ نه سچو ڪن لسا ۽
مردي کي نه جيئارين ٿا. مطلب ھي آھي تہ سناري ماٺيو مردا
آھن جن اکي ولھہ جي ستگور سان پريم آھي اھي زندہ آھن
۽ انهن جو اھڙل ھڪ سچو ليل آھي.

۸۰. مرده معني مردو، يعني مرده (شش) کي مردي والگر
ليکو ڪيو جي. جيڪي ڪجھه ستگور چواس سو ڪري، پنهنجو
عقل نہ ھلائي. جيستائين سندس اھا حالت نہ ٿيندي ليستائين
پاڻکي جيئرو ۽ سناري ماڻهو سمجهي ۽ پاڻ کي مردو نہ
سمجهي. پر ڪوشش ڪندو رھي ۽ ستگور جا وچن مڃيندو
رھي يعني ستگور جي شرا، ستسنگ ۽ اڀن ڪندو رھي.
ھو ضرور چرڻن ۾ پريم ۽ پرليم وڌائيندو رھي ۽ ھڪ ڏينهن
ھو ضرور مرده ٿيجي ويندو.

۸۱. جيڪڏھن ڪير ستسنگي ڪان اھو سوال پڇي تہ
توکي سنتن ۾ ڪهڙي طرح لڳو آھي ۽ ڪيئن تو ولھہ جي
ستگور کي پورن سمجهيو. جواب ھي آھي تہ انهن جنهن
جي سچوڪ جو ھي ليجو آھي جنهن ڪري ھا ڪيهن
ساڻ ٿا ڪري ٿي ستگور جي وچن ھلندي لي اھڙو ڪو
لڳو ليو جيڙو چڪور کي چنڊ جو ۽ پتنگ کي ديپڪ جو.

۸۲. جنهن مايا سڄي دنيا کي پنهنجي وس ۾
رکيو آھي تنهن مايا کي سنتن ٿي پنهنجي وس
۾ رکيو آھي. جنهن کي مايا ڪان الڳ ٿيڻ جي چاھہ آھي
تنهن کي سنتن جو سنگ ڪرڻ گهرجي. جهڙي، لنڊا، ساراه،
تڪليف سندن واسطہ ۾ اچن تہ انهن کي سهن ڪري، تڏھن
مسڪ ساڻ ٿيو. پر جيڪو سهن نہ ڪري سگهي يعني

صاحب ۽ ٻيا سنت فرمائين ٿا ته جيڪڏهن ست نام ۽ سچکنڊ
جي پراپتي چاهيو ٿا ته ستگور جي گولا ڪريو. هنن ڪٿي
ٻ نه چيو آهي ته گرنٿن ۽ پوٿين پڙهڻ سان يا انهن جي ٽيڪ
وٺڻ سان سچکنڊ ۾ وڃبو. جيتوڻيڪ هن جڳ ۾ توهين پاڻ کي
سنتن جي گهر جو پوئلڳ ۽ پاڻ کي انهن جو ٽيڪي سڏايو ٿا
پر جي هنن جو چورڻ نٿا مڃو يعني وقت جي ستگور جي
کوج نٿا ڪريو ته چوراسيءَ جي چڪر ۾ ويندا. هيءَ سمجهائي
فقط انهن لاءِ آهي جيڪي گذري ويل سنتن جا پوئلڳ آهن
پر جيڪي پنڌن جا غلام آهن سي سنتن جا پوئلڳ ٿي نٿا
سگهن. انهن کي ڪجهه به چوڻو ناهي پوءِ چاهي مڃن چاهي
نه مڃن.

## "ستگور کوجوري پياري - جڳت ۾ درلڀ رتن پيءِ"

٧٨. جيڪي دنيادار آهن انهن جو ڌن ۽ ڪٽنب ۾ موهه
ٿئي ٿو ۽ انهن مان ئي کين خوشي پراپت ٿئي ٿي. انهيءَ
ڪري کين سنساري چئجي ٿو، پر جن کي پنهنجي ستگور
جي درشن ۽ وچن مان خوشي حاصل ٿي ٿئي ۽ رس ملي ٿو، انهن
کي گورمک چئجي ٿو. ستگور سان پريم ڪرڻ وارا ٿورا
آهن ۽ دنيادار گهڻا آهن. پر انهن مان جيڪي ستگور جي
سنمک اچن ٿا انهن کي هڪ ڏينهن ضرور گورمک
بڻائي ڇڏي ٿو.

٧٩. ڪي ماڻهو ستگور کي چوندا آهن ته "جي توهين
پورا ستگور آهيو ته اسين هڪ ڪک پورن ٿا توهين وري
انهيءَ کي سڄو ڪري ڏيکاريو!" ستگور تنهن تي جواب ڏين
ٿا ته "جنهن کي توهين برهم سمجهيو ٿا انهيءَ کان اهو پوريل
ڪک سڄو ڪرايو ۽ جي هن سڄو ڪيو ته اسين به سڄو
ڪنداسين." چاڪاڻ ته ستگور ۽ برهم هڪ آهن پر برهم کي

۽ جيڪو هن کي ڪال جو سمو (ٻاهراون پوڄاڙون) سمجهائي
ٿو، سو نه اٿيءَ پر سندس مدد ٿو ڪري ڇاڪاڻ ته ان ٿورڙي
هو ڪال جي حد اندر ئي رهي ٿو. جڏهن سمو نه ٻال جي
سمو جو اڀڊيش ڪن ٿا تڏهن ڪال جو وڪيل من، ماڻهن کي
ٻڌائي ڇڏي ٿو ۽ ڪين سنتن جي وچن تي وشواس ڪرڻ نه
ٿو ڏئي.

76. مراقبي جي جزڪاڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته جڏهن انسان
جي ڪا مراقش پوري ٿئي ٿي تڏهن هو ڏاڍو دکي ٿئي
ٿو. جيڪو ڪم ڪجي، سو مالڪ جي موج تي ڇڏجي ۽ نه
ٻاڻ تي. پر هن اکرن جو راز چڱيءَ طرح سمجهڻ گهرجي ته نه
ته انسان پهنجي آدم پر ڏنو پنجي وهندو. مالڪ جي موج
تي ٻالڪي ڇڏڻ تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن مالڪ جو پرڪاش
درشن ٿيندو يعني جڏهن ڪمس اندر پر آهڙون ساهڙون ڏسڻ
ٻا اٿيءَ درشن جي اهڙا حالت ڪڏهن به نه ايندي. اهڙا
سنتن جي اوسا آهي جو هو سڀ ۾ مالڪ کي ظاهر ڏسن
ٿا. اهو جڳمڪ جو تماشو سنتن کي ئي چڱيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچي
ٿو، ٻئي ڪنهن کي طاقت ناهي.

77. جن ماڻهن کي گورو لالڪ صاحب جن يا ٻئي ڪنهن
سمي جي نيڪ آهي ۽ هن جي وچن ۾ وشواس آهي تن
کي گورو گهر جو سمجهي، سڪور لوماڻهن ٿا ته لوهن گورو
لالڪ صاحب جن يا ٻئي ڪنهن سمي کي پهنجو پتا سمجهو
۽ سندن وچن مڃو. پتا جو فرض آهي ته پهنجن ٻارن جي
سنڀال ۽ پرورش ڪري. جيئن پتا پهنجي ڌيءُ کي پالي ٿو
۽ سندس هر طرح سنڀال ڪري ٿو پر جڏهن سندس چاهنا
ٿئي ٿي ته هن کي سنتان پيدا ٿئي تڏهن سندس لاءِ ٻئي
گولي ڪمس اٿيءَ جي حوالي ڪري ٿو، ڇاڪاڻ پتا جي گهر
۾ ڪمس سنتان نه ٿيندو. ساڳيءَ طرح سري گورو لالڪ

لڳايو آهي جنهنجو ميوو هو کائين ٿا ۽ جيڪو نام جو ڪوبہ ۽ پڙهي وٺن وجيتو تنهن کي بہ اهو نام جو ميوو ڏين ٿا.

٧١. جن کي ٻاڌي يعني شبد اپياسي ستگور مليو آهي اهيئي انهد شبد کي ٻڌن ٿا. ٻئي ڪنهن کي بہ انهيءَ رستي جي خبر ناهي. هن وقت بہ اهوئي پاڳوان آهي جنهن جو هن مارگ ۾ پروسو ٿئي ٿو ۽ ان جي ڪمائيءَ ۾ لڳي وڃي ٿو.

٧٢. جيڪو ستسنگ ڪري ٿو ۽ وچن ٻڌي ٿو تنهن کي گهرجي تہ هو جيڪي ٻڌي انهيءَ کي من ۾ هنڊائي جيئن هو اپياس جي ڏاکڻ ٻي پهچي. پر جيڪو ستسنگ کي من ۾ نہ هنڊائيندو تنهن کي ڪجهہ بہ فائدو نہ ٿيندو ۽ جهڙو آهي تهڙو ئي رهندو.

٧٣. جنهن کي ستگور جهڙو ڪي، ست سنگين کي انهيءَ جي ستگوروءَ وٽ سفارش ڪرڻ واجب آهي ۽ جنهن کي ستگور آدر ڪري، تنهن جي هنن کي خاطري يا عزت ڪرڻ گهرجي.

٧٤. جڏهن ڪير، ڪنهن ساڌ کي پاو پنا ڪرائي ٿو تہ ان ۾ ڪيس نہ فائدو آهي پر ساڌوءَ جو نقصان ٿئي ٿو.

٧٥. ٻاهرين پوجا يا ڏيان ڪرڻ واسطي سنتن جي اڪال مورت آهي جاڪاڻ تہ سنت بہ الدر ۾ انهيءَ اڪال پرش جي ڏيان ۾ سمايا پيا آهن. پر دنيا جا ماڻهو جڙ (باڙ) کي جڏي ناربن جي پوجا ڪن ٿا جنهن ڪري ڪين جڙ بہ هت نہ ٿي اچي ۽ ناريون بہ سڪيو وڃن. ناربن پوجائڻ جو مطلب اهو هو تہ هڪ ڏينهن پوجڻ وارا جڙ ٿائين پهچي وهندا پر هنن ناربن کي اهڙو پختو جهليو آهي جو ڇڏائيندي بہ ٿا ڇڏين يعني پنهنجن جي پهچائڻ ٻي ايڪ ٻولن جون پوجائون ڪري رهيا آهن ۽ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو وڃن. انهيءَ جو ڪارڻ هي آهي تہ هن جيوَ جي الدر ڪال جو وڪيل يعني من موجود آهي

جو پسارو آهي، سڀ ناس ٿي ويندا. فقط سچا سنت ۽ سڌن
شوق وڃي بچندا. تنهن ڪري اهو ضروري آهي ته ديوي
پيار گهٽائي، سنتن سان پيار وڌائو. سنتن جو پريم سکدائڪ
آهي ۽ ڌن، مان، استري ۽ پٽن جو پريم دکدائڪ آهي.

٦٥. پنڊتن ۽ ڀيکن مان هن جڳ جو ڪڏهن به اڌار نه
ٿيندو. جيستائين ڪو ديالو سنت نه ملندو تيستائين ڪنهن به
صورت ۾ جڳ جو ڪلياڻ نه ٿيندو. سو جيستائين ٿي سگهي
ڪنهن ديالو سنت جي ڳولا ڪري هن جي شرن وٺجي ته
هڪ ئي جنم ۾ اڌار ٿي ويندو.

٦٦. جيڪي سنت گرهستي آهن اهي ڪيترن ئي جيون
کي پار پهچائين ٿا پر جيڪي ڀيکي آهن انهن مان ڪنهن جو به
اڌار نٿو ٿئي. پر ديالو سنت اڪثر گرهستي هوندا آهن.

٦٧. مالڪ اهو فرمايو آهي ته ساڌ ۽ برهمڻ جن، منهنجي
ديه آهن. جيڪو منهنجي سيوا ڪرڻ چاهي سو منهنجن ساڌن
۽ برهمڻن جي سيوا ڪري. بيوقوف ماڻهو پاڻيءَ ۽ پٿر جي
پوڄا ڪندا. گرو ڀڳتي، ست سنگ ۽ ساڌن جي سيوا، جي
سڀ مکيه آهن، سي ڪير به نٿو ڪري.

٦٨. هن زماني جي ماڻهن لاءِ اول گرو ڀڳتي ۽ ست سنگ
ضروري آهن، انهن کان سواءِ ڪم نه ٺهندو.

٦٩. رڳو ستسنگ ۾ اچي وڃڻ سان ڪرم نٿا ڪٽجن.
ستسنگ ۾ جيڪي ٻڌجي ان تي عمل ڪرڻ سان ئي ڪرم
ڪٽجن ٿا.

٧٠. نام جو سمرن ته هرڪو ڪري ٿو پر انهن ۾ ڪا تبديل
نٿي نظر اچي. سبب انهيءَ جو هي آهي ته سڀ پڙهن ۾
لکيل نام کي جپن ٿا. ڪنهن سنت جي ٻڌايل نام جو جپ
ڪن ته هوند نام جي رس جي خبر پوڻ. ڇاڪاڻ ته سنتن
پنهنجي هردي روپي زمين کي کوٽي انهيءَ ۾ نام روپي وڻ.

٥٩. سنتن، هن ڪاڄ ۾، ڏسوون ڏوار، جيڪو هن شريرَ ۾ گپت ۾ آهي، تنهن کي شبد جي رستي کولڻ جو اُپاءُ ٻڌايو آهي.

٦٠. جي گُروءَ جي ڀڳتي ڪرئي اتو ته دنيا جي ڀڳتي ڇڏئي پوندو؛ جي دنيا جي ڀڳتي ڪرئي اُتو ته گُرو ڀڳتيءَ ۾ پنتي پوندا ۾ ٻئي ڪم نه ٿي سگهندا. پر اهو نيم مقرر ناهي. جن جا سنا سنسڪار آهن؛ جن اڳي ستگور جي ڪرپا لٿيتي انهن جا ٻئي ڪم ٻنا ڪنهن تڪليف جي نيڪ طرح سان ٿيندا رهندا ۾ جن جا سنسڪار لڪشت آهن انهن کان هڪ ٿي ڪم ٿيندو.

٦١. جنهن کي شبد مارگ جي چاهه آهي؛ جي ڪيس شبد پيدي سنت ملي وڃي ته هن کي گهرجي ته پنهنجو تن، من ۽ ڌن، ڪنهن ۾ هيڪ ڪاسواءِ انهيءَ سنت کي ارپڻ ڪري ڇڏي.

٦٢. نام جي برابر ٻي ڪا ۾ رسائن ڪونهي. جنهن اها رسائن ناهي ڇڏي تنهن وٽ سيئي رسائون هٿ جوڙي بيٺيون ليرن. جڏهن گهوٽ هٿ اچي ويو ته ڪنوار ڪيڏانهن ويندي؟

٦٣. مڪتيءَ بسبت دنيا ۾ جدا جدا وچار آهن. ڪي ليرٿن لي وڃڻ؛ ورلن رکڻ ۾ مڪتي سمجهن ٿا. ڪي جپ لپ ڪرڻ ۾ مڪتي سمجهن ٿا؛ ڪي وري لياڳ کي مڪتي سمجهن ٿا. اهي سيئي غلطيءَ ۾ پيا آهن. سنت فرمائين ٿا ته جيستائين سرت يعني آتما، پنهنجي نج گهر نه ٿي اچي ليسين سچي مڪتي نٿي ملي.

٦٤. ويدن ڪا اولي جيڪي ۾ شاستر آهن، ڪت ڊرشن؛ چيدراين* کان ولي جيڪي ۾ ورت آهن؛ جيترو هن دنيا

---

* چيند کان ولي سچو مهنو ورت رکيو ويندو آهي.

پنھنجي اندر ۾ پڇائي ۽ ڪوشش ڪندو رھي. پر ڪسي سمجھاڻ جي ڪٿ پٽ ۾ نہ پوي. سمجھاڻ وارو پنھنجو فڪر پاڻ ڪري ٿو، ھن کي گورجي نہ پنھنجو فڪر ڪري.

٥٤. ھن ڪلجڳ ۾ سڀني جيولن تيرٿن ۽ ورتن جي بدران اھو منتر ڪيو آھي نہ ستگور جي حڪم ۾ ھاڻ وٺو ورت آھي ۽ ستگور ۽ سادن جو سنگ وڏو تيرٿ آھي. انھن مان ئي جيو جو ڪلياڻ ٿيندو. باقي تيرٿن ئي وڃڻ ۽ ورتن رکڻ مان، اھنڪار ڪالسواءِ ٻيو ڪجھ بہ پراپت ڪو ٿئي.

٥٥. ھيءُ من، مست ھاٿيءَ وانگر جيڏانھن وڻيس اوڏانھن ٻيو ڊوڙي ۽ جيو کي پاڻ سان وٺي ٻيو ڦري. جيئن جھنگلي ھاٿيءَ کي سڌي ڪرڻ لاءِ پيلوان جي ضرورت آھي ليڪن ھن من روپي ھاٿيءَ کي ستگور جي ضرورت آھي. جيستائين ستگور جو سؤلو ھن مست من جي مٿان نہ ھوندو ليستائين من جي مستي نہ لھندي. ھن جيو کي جيڪڏھن پرم پد حاصل ڪرڻ جي چاھنا آھي ، تہ ھن لاءِ ستگور ڪرڻ ضروري آھي چاڪاڻ تہ ستگور ڪالسواءِ پرم پد ڪڏھن بہ حاصل نہ ٿيندو. ھن وچن کي سچو ڪري مڃو نہ تہ چوراسيءَ جي چڪر ۾ وينداءِ.

٥٦. ست ستگور جو مت، سرگڻ ۽ نرگڻ ٻنھي کان نيارو آھي. ست لوڪ ۾ جيڪا رچنا آھي اھا بہ ست (ھميشھ قائم) آھي ۽ انھيءَ جو رچڻ وارو ست پرش بہ ست (ھميشھ قائم) آھي.

٥٧. ست ۽ نئين مالڪ جو سروپ آھن. جيڪو ھنجي شيوا ڪندو ۽ سائن پريم ڪندو ۽ ھنجن وشواس رکندو، سو بہ مالڪ جو سروپ ٿي ويندو.

٥٨. گورمکھ ٿيڻ مشڪل آھي پر شبد جو کلڻ مشڪل ناھي. اھو بہ ستگور جي موج سان ٿئي ٿو. ھن جي ديا بنا ڪجھ بہ نہ ٿو ٿي سگھي.

البت و بل فقط ستگور سياڻا ٿئي ٿو. هيءَ مڃش ڏبي، لاڻن سڦلي ٿئي ٿي جڏهن بار بار ستگور جو سنگ ڪجي. ان ڪري البت ۾ اڪليف نہ ٿيندي، جي ستگور جي ٻاهرين سنگت نہ ٿي سگهي نہ هن کي پهنجي اندر ۾ سدا سنگ رکجي.

۵۱. جهڙيءَ طرح واچڪ گياني ٻنا ٻربر جي معالي ٻيا ڦرن ساڳيءَ طرح اهي ستگور پگت ۾ معالي آهن جن ۾ ٻرابر ڪراهي. جهستانين ٻربر ناهي ليستانين ڪجهہ ۾ پراپت نٿو ٿئي. ٻر انترو فرق ضرور آهي نہ واچڪ گياني ٻرابر جي جهڙني ڪهي چڏي آهي جهڻ ڪري هن کي ڪجهہ ۾ حاصل نہ ٿيندو، ٻر ستگور پگت کي هڪ ڏينهن ضرور ٻرسم جي بخشيش ليندي.

۵۲. نام يا شبد وڏي شيءِ آهي ٻر ڪنهن کي ۾ ان جو قدر ڪونهي. نام جي مهما هيءَ آهي. ڪنهن سهيل مانهوءَ کي سندس نالو ولي سڏ ڪريو نہ هو جاڳي پوندو، ٻر جو (مالڪ) سدائين جاڳي پيو، انهن جو نالو ولي ڪيس سڏ ڪبو نہ ڪيئن نہ ٻڌندو؟ ٻر هو لوهالجي (پروسي جي) پڪائي ۽ سچائي وہو ڏسي. جڏهن لوهالجي اکين کي ڏسڻ جي لائق ۽ لوهالجي هردي کي پهنجي وهڻ جي لائق ڪري ٿو، تڏهن ئي پاڻ پرگهٽ ٿئي ٿو. انتري ۾ جيڪڏهن ڪير گهبرائجي (ايپاس) چڏي ٿو ڏئي نہ هو ۾ چپ رهي ٿو ٻر جنهن اهو محڪم ارادو ڪيو آهي نہ جيسين جان ۾ ٻران آهي ليسين نام کي نہ چڏيندس، انهن کي هو ضرور ملي ٿو.

۵۳. جنهن مانهوءَ کي ستگور ملي ۽ پهنجي ڪرپا سان هو ڪيس نام ۽ ان جو پيد بخشي نہ انهيءَ مانهوءَ کي گهرجي ٿو نام جي ڪمائي ڪري ۽ ستگور جو ٻرابر ۽ هن ۾ وشواس وڌائيندو رهي. جيڪڏهن ڪالتس ائين نہ ٿي سگهي نہ هو

ڀڳتيءَ سان ٿي صاف ٿيندي ۽ ان ڪالهوءَ ئي برابر پيدا ٿيندو ۽ جڏهن برابر پيدا ٿيو تڏهن ئي ڪارج راس ٿيندو.

٤٧. شش جو فرض آهي ته ستگور ڪانسواءِ ٻين سڀني جي ٽيڪ ڇڏي ڏئي ۽ پنهنجي ستگور کي ئي پنهنجو سڀڪجهه سمجهي. جيڪو شش ائين نٿو ڪري تنهن کي ستگور پاڻ دَيا ڪري سڌو ٿو ڪري. پر ان ۾ شش کي ڪجهه تڪليف ٿيندي.

٤٨. چيتن جي شيوا ڪرڻ سان چيتن ملي ٿو ۽ جڙ جي شيوا ڪرڻ سان جڙ ملي ٿو. سنت ستگور کان سواءِ سڀڪجهه جڙ آهي. هڪ سنت ستگور ئي سنسار ۾ چيتن آهي. تنهن ڪري جيڪي ماڻهو پنهنجو ڀلو چاهن ٿا ۽ چيتن سان ملي هڪ ٿي وڃڻ چاهين ٿا تن کي گهرجي ته ستگور جي شيوا ۾ لڳي وڃن.

٤٩. پهرين گورمکتا (ستگور ڀڳتيءَ ۾ پاڻ ارپڻ) هئڻ گهرجي تنهن کان پوءِ نام ملندو، جيستائين گورمکتا نه هوندي تيستائين ڪڏهن به (الدوولي) نام پراپت نه ٿيندو، تنهن ڪري سڀ ڪنهن کي گهرجي ته گورمک ٿيڻ جي ڪوشش ڪري.

٥٠. سنساري ماڻهو، جي پنهنجي سڄي عمر، سنساري ڪمن ۾ برباد ڪن ٿا سي مرڻ مهل اڪيلا رهن ٿا. ساڻن ٿالين سڀ مت مالت ساڻ هوندا اٿن پر تنهن کان پوءِ ڪير به سندن سنگي ساٿي ڪونهي. پر جيڪي *سنت سنگي آهن انهن سان هميشه ستگور ساٿ آهي. اها ڳالهه پرسڌ آهي ته دنيا ۾، چاهي اُت ولي، اڪيلي کي هميشه تڪليف ٿئي ٿي. هن دنيا ۾ نه استري ۽ پٽن مان ڪو آرام ملي ٿو پر

* جنهن جو پوري گورو کان نام ورتل هجي.

تماشي ۾ غلطان ٿي ويو. جهڙيءَ طرح ڪو ٻار پيءُ جي آڱر جهلي ميلو ڏسڻ ويو پر ميلو ڏسڻ ۾ غلطان ٿي، پيءُ جي آڱر ڇڏي ڏنائين ۽ گوڙ ۾ پلجي ويو. نه ڪيس ميلي جو مزو آيو، نه پيءُ مليو ۽ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڀٽڪندو رهيو. ساڳيءَ ريت جنهن پنهنجي وقت جي ستگور جي آڱر جهلي آهي، اهو دنيا ۾ به سکي آهي ۽ سندس پرمارٿ به ٺهيو رهي ٿو ۽ جن وقت جي ستگور جي شرڻ نه ورتي آهي، اهي هت به دربدر ٿي پيا ڀٽڪن ۽ انت ۾ به چوراسيءَ جي چڪر ۾ ويندا.

43. * جنهن کي شبد جي رس وٺڻ جي چاهه هجي تنهن کي فقط هڪ وقت کاڌو کائڻ گهرجي. جيڪو هر روز ٻه يا ٽي دفعا روٽي کائيندو تنهن کي شبد جو رس هرگز نه ايندو.

44. اهائي حياتي سڦلي آهي جا ستگور جي شيوا ۽ مالڪ جي ڀڄن ۾ گذري ۽ اهو ئي ڌن سڦلو آهي جو سنت ستگور ۽ سادن جي شيوا ۾ خرچ ٿئي. انسان جو سچو اولاد ۽ سچا ڪٽنبي اهيئي آهن جي پرمارٿ ۾ ساٿ ڏين.

45. جيڪو ستگور سان پريت ۽ هن ۾ پورو ڀروسو رکندو تنهن کي ئي شبد ملندو پر جنهن کي ستگور ۾ ڀروسو ناهي سو شبد کان خالي رهندو.

46. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جي جڙ ۽ آشا ترشنا جي ميل انتهڪرڻ ۾ ويٺي آهي ۽ اها ميل ستگور

---

* هيءَ هدايت انهن واسطي آهي جيڪي پنهنجو سڄو وقت شبد ابياس ۾ لڳائڻ چاهين ٿا ۽ جن کي ٻيا دنيوي ڪم نه آهن. جڏهن شبد جو پورو رس اچي ٿو تڏهن بک اڃ ۽ ٻيون جسماني گهرجون پاڻ کان پاڻهي گهٽجيو وڃن.

آهي، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھ ۽ اهنڪار انهن جي وڃهو به لڳا وڃن.

٣٩. مالڪ سڀني سان هر وقت موجود رهندو، جڳو يا برو جيڪو ڪم ڪريون ٿا سو سڀ هو برداشت ڪريٿو. جڏهن هن جي مرضي ٿيندي تڏهن جيو کان اهو ڪم نه ڪرائيندو. ٻئي ڪنهن جي جرڻي سان ڪبر نه ٿيو ممڪن. ٻيءَ ڇو ٻين جي دل دکونجي؟ ٻر جنهن کي توهان سان پريم ۽ توهان ۾ ڀروسو آهي، تنهن کي سمجهائڻ ۾ ڪو دوش ناهي ۽ اهوئي توهانجي صلاح ميندو.

٤٠. ڪرم ڪالٻي، شرعي ۽ گياني، ڪڏهن به سنتن جي وچن کي نه ميندا آهن. اهي سنساري خواهشن ۽ ٻڌي ولاس* کي چاهين ٿا. انهن کي سنتن جي ستسنگ ۾ اچڻ نه جڳائي. نرملا، سنياسي، گياني، ويدانتي، لهنگ ۽ مورتي پوڄا ڪندڙ ٻيرڻ ۽ ورلن وارا ۽ جيڪي جيڪي ويد ۽ شاسترن، قران ۽ ٻران جا قيدي آهن ۽ جن ۾ پرمارٿ جي چاه ۽ سڪ ڪونهي، اهي ٻڻ سڀ اهڙائي آهن ۽ سنتن کي سمجهائڻ، سواءِ تڪليف جي، ٻيو ڪجهه ٿيو ملي چاڪاڻ ته هو ستگرو جي تلاش ۾ ناهن پر صرف ٽيڪي آهن.

٤١. هن ڪلجڳ ۾، ٽن ڳالهين سان جيو جو اڌار ٿئي ٿو. (١) پوري ستگور جي شرن، (٢) سنت يا ساڌ جي ستسنگ، (٣) نام سمرن ۽ شبد ٻڌڻ. باقي سڀ ڳالهيون انسان کي مونجهاري ۾ وجهن ٿيون. هن وقت، سواءِ انهن ٽن ڳالهين جي، باقي ڪمن ۾، جيو جو وقت اجايو برباد ٿئي ٿو.

٤٢. هن جيو (آتما) کي سنسار ۾ تماشي ڏسڻ واسطي موڪليو ويو، پر هت اچي هو مالڪ کي ڀلجي ويو ۽ ٻانڌ

*گيان جي ڳالهين مان جيڪا نه خوشي ٿئي

۽ اوتار، وزيرن ۽ عملدارن مثل آهن ۽ سنت بادشاهه آهن.

٣٥. ست سنگ مکيه ۽ ضروري ڳالهه آهي ۽ جيڪو به ست سنگ ۾ لڳو رهي ته ان کي گهڻيئي فائدا ٿين ٿا. جهڙي طرح پٿر جيڪو پاڻيءَ ۾ پيو هوندو آهي اهو سيتل رهندو آهي. جيتوڻيڪ سيتلتا ان جي اندر کي اثر نٿي ڪري تنهن هوندي به اهو پٿر، ٻين پٿرن کان بهتر آهي جيڪي پاڻيءَ کان ٻاهر رهندا. ساڳيءَ ريت ڪي ماڻهو ٻاهرين طرح ستسنگ ۾ اچي وڃن ٿا پر ڪين اندر ۾ اثر لڳو نٿي. انهيءَ ۾ ڪو هرج ڪونهي. ستسنگ ۾ نه اچڻ وارن کان اهي وري به بهتر آهن. آهستي آهستي، انهن جي اندر ۾ به اثر ٿيندو ويندو.

٣٦. جيستائين سواس آهن تيستائين گرو ڀڳتي ڪندو رهجي. گرو ڀڳتي مالڪ جي ڀڳتي آهي ۽ اها ڪنهن به قول جي ادا ڪانسواءِ ڪرڻ گهرجي. ستگرو سرو شڪتيوان آهي ۽ جڏهن ڪنهن کي لائق ڏسي ته ان ڏهن هن کي جيڪي وڻي ته سو بخشي ٿو.

٣٧. ستگرو کي ديتا يعني نمرتا پسند آهي. شش ۾ جيڪڏهن اها نمرتا سچي آهي، نه نه من جي چنچلتا جو ڪو ڪري، نه رستي لاءِ لوشي جو. هڪ ئي ستگرو جي شرن ۾ پڪو رهي ۽ هن جو ئي اوٽ آسرو وٺي، نه سندس بيڙو پار ٿي ويندو.

٣٨. جن ماڻهن جي جڙ* ۽ چيتن] جي ڳنڍ اجا ٻڌل آهي، اهي ڪام، ڪ ڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار ۾ ڦاٿل آهن. جيڪڏهن ڪنهن مٿل شيل، ڪميا ۽ ستڪرم، جو ورتاءُ ڪن به ٿا نه اهو ٻاهرونئي آهي. اندر ۾ هو انهن جا رس وٺي رهيا آهن. پر اهي، جن جڙ ۽ چيتن جي ڳنڍ کولي ڇڏي

*Matter [Spirit

وجهن كي جو لتا مڃين؟ سبب هي آهي ته ماڻهن ۾ مالڪ جو خوف ۽ مالڪ کي ملڻ جو شوق ڪونهي. جنهن کي مالڪ جو خوف آهي الهيءَ کي هن سان ملڻ جو شوق پڻ هوندو ۽ مالڪ جو خوف ضروري آهي.

٣٢. اڄڪلهه جا گورو، جيئا ته ڪندا پيا وڃن ۽ انهن کي گرو پڳتيءَ ۾ لڳائڻ بدران ڪيرتن ۽ مورتن جي پوڄا ۾ لڳايو ڇڏين. اهي ويچارا ته جا ڪن ا جسي پاڻ گوروءَ سان پريت ڪئي هجين ته پنهنجن شش کي به پاڻ سان پريت ڪرائين! اهڙا جيڪي گورو آهن، انهن کي گورو لئو چئي سگهجي.

٣٣. جنهن کي ۾ مارٽ جي چاهه ۽ چوراسيءَ جو خوف آهي الهيءَ کي گهرجي ته پورن پوري گوروءَ وٽ وڃي. چاڪاڻ ته جيئين ستگور سان پريت نه ٿيندي تيسين التهڪرڻ شڌ نه ٿيندو ۽ جيستائين التهڪرڻ صاف نه ٿيندو تيستائين نام فائدو نه ڪندو. جهڙيءَ طرح هاري اَن پوکڻ کان اڳ هر ڪبڙي زمين تيار ڪريندو ۽ جيئن زمين تيار ڪرڻ کالسواءِ اَن پوکڻ مان ڪجهه پيدا لئو ٿئي، ساڳيءَ طرح هردي روپي زمين کي تيار ڪرڻ لاءِ ستگور جو پريم ضروري آهي.

**جيستائين گوروءَ لاءِ پريم نه ٿيندو تيستائين نام فائدو نه ڪندا. اڄ ڪلهه اهو دستور ٿي ويو آهي ته** ماڻهو گهر ۾ ويهي لام ٿا جپين ۽ گوروءَ سان ڪو به مطلب نٿا رکن. اهڙا ماڻهو پنهي کان خالي رهندا يعني ڪين ته گورو مليئو، نه نام. چاڪاڻ ته نام گوروءَ جي اختيار آهي سو جي گوروءَ سان پريت نه ڪيائون ته نام ڪيئن ملندن؟

٣٤. برهما کان وٺي جيڪي به ديوتائون آهن ۽ رام ۽ ڪرشن کالولي جيڪي به اوتار آهن، انهن سڀني جو درجو سنتن کان هيٺ آهي ۽ سنتن جو درجو سڀني کان مٿي آهي. ديوتائون

ڏورو ڪري، پر سچائيءَ سان ڪري ۽ نه ڪپٽ سان. انهيءَ مان ڪوبه فائدو نه ٿيندو.

۲۹. جهڙيءَ طرح هيرو، موتيءَ کي ڪاٽي ٿو ۽ نه پٿر کي، ساڳيءَ ريت سنتن جا وچن اڌڪاريءَ تي اثر ڪن ٿا ۽ ٻئي تي ڪوبه اثر نٿو ٿئي. پر جيڪڏهن اهو اڻ اڌڪاري به لڳاتار ستسنگ ڪندو رهندو ته ڪڏهن نه ڪڏهن ڏينهن هو ستسنگ جي لائق ٿي پوندو. پر مشڪل اهو آهي ته اهڙو اڻ لائق، ستسنگ ۾ جٽاءُ ڪري نه سگهندو.

۳۰. شروعات ۾ جڏهن پرش (مالڪ) سان سماڌ ۾ هـو تڏهن ڌنڌوڪار هو. ان وقت تائين ڪابه رچنا نه هئي. پوءِ جڏهن (مالڪ جي) موج ٿي تڏهن شبد پرگهٽ ٿيو، جنهن مان سڄي رچنا ٿي. ست پرش جي ڪلا سان ڀرپور ست لوڪ، پوءِ ٽي لوڪ ۽ باقي سڀ ڪجهه ٿيو.

۳۱. پار برهم پرماتما سڀني جيون ۾ موجود آهي. پر هو ڪنهن کي به سنسار روپي ڀؤ ساگر مان پار نٿو ڪري سگهي ۽ بجاءِ پار ڪرڻ جي روز بروز وڌيڪ ڦاسائيندو ٿو وڃي. جڏهن اهو ئي پار برهم پرماتما، ستگر جو روپ ڌاري، دنيا ۾ اچي اپديش ڪري ٿو تڏهن ئي هو جيون کي، سنساري بندشن مان ڇڏائي سگهي ٿو. پر ماڻهو اهڙا انڌا آهن جو انهيءَ اوتار ڪرڻ واري سروپ کي نه مڃي، هن جي گپت روپ جي ڏيان ۾ لڳا پيا آهن، جو ڏيان مالڪ وٽ قبول نٿو پوي چاڪاڻ ته مالڪ اهو قاعدو مقرر ڪيو آهي ته جيڪو مونکي ستگور جي معرفت ملندو، مان انهيءَ کي ئي ملندس، نگرو منهنجي دربار ۾ نٿو اچي سگهي. هاڻ جيڪڏهن ڪير انهن پڇي ته ماڻهو سنتن جي

انهن کي هڪ "ويچار مالها" ڪتاب پڙهي ٻڌائيندا هئا.
اهڙا گرو ۽ چيلا، ٻئي پرم ۽ غلطيءَ ۾ آهن ۽ سواءِ اهنڪار
جي ڪجھ به پراپت نه ٿيندو. جيڪي گرو نانڪ
صاحب جن جا پوئلڳ آهن انهن جو حال به آهي جو گرنٿ
صاحب کي رومالن ۾ ويڙهي ان جي آرتي ڪن ٿا ۽ ان کي
مٺو ٿيڪن ٿا. ڪيترا ته پڇن الس ڪندي ٻه ڪلاڪ گرنٿ
صاحب مان اهو آواز نه ٻڌو ته "ٿل لام چت لڳو ۽ سکي
رهو." اهو خيال ٿا ڪن ته گرنٿ صاحب ۾ جيڪا ستت
ستگرو جي مهما لکيل آهي ان ڳالهه جي نه ڪا کوج ڪريون.
جيڪي وچن گرو صاحب جن هن وقت لاءِ فرمايا آهن، انهن
کي ٿا هلن. اها ويچارڻ جي ڳالهه آهي ته جڏهن گرو
نانڪ صاحب جن پرڪٽ ٿيا هئا تڏهن گرنٿ صاحب ڪٿي
هو؟ هنن پنهنجن وچن سان ٿي جيون کي سمجهايو هو ته،
انهيءَ مان اهو ظاهر آهي ته گرنٿ ۾ ڪنهن کي ستت بنائڻ
جي طاقت ناهي ۽ ستت گرنٿ (ڪنهن به ٿي رهي پستڪ) جي
آسري ٿا رهن. ستن کي ئي ستت بنائڻ جي طاقت آهي
۽ هو جڏهن چاهين تڏهن گرنٿ رچي سگهن ٿا. اهڙا گهڻيئي
مهاتما آهن جن سو دفعا گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪيو آهي
۽ گرنٿ صاحب ۾ جا آهي اهو اڃا سمجھ ۾ نه آيو اٿن. اهڙن
پاٺن ڪرڻ سان ڪجھ نه بڻبو. ستت ستگروءَ کي ڳولڻ تمام
ضروري آهي جاڪاڻ ته هو سڀ پرم مٽائي ٿو ۽ هن ڪالسراءِ
جو رستي جي ڪڙ کان ڇڏڻ جو پرو ڪري ۽ اپاءُ ڪرائي.
٣٨. جولاءِ آهن ته ڪلپترو رڻ هر ڪا واسنا پوري ڪندو
آهي پر اچ ڪالهه اهو رڻ ڪنهن کي نظر نه ٿو آهي. پر ستن
جو ستسنگ، اهڙو ڪلپترو آهي جو سڀ واسنائون ناس ڪري
ڇڏي. ستن جو سنگ سچو ڪلپترو آهي ڇاڪاڻ ڪري هرڪهڙيءَ
هنن جو ستسنگ ڪرڻ گهرجي. جي گهڻو نه ٿي سگهي ته

ٽورو ڪري، پر سچائيءَ سان ڪري ۽ نه ڪپٽ سان. انهيءَ مان ڪوبه فائدو نه ٿيندو.

٢٩. جهڙيءَ طرح هيرو، موتيءَ کي ڪاٽي ٿو ۽ نه پٿر کي، ساڳيءَ ريت سنتن جا وچن اڌڪاريءَ لي اثر ڪن ٿا ۽ ٻئي لي ڪوبه اثر نٿو پوي. پر جيڪڏهن اهو اڻ اڌڪاري هوُ ستسنگ ڪندو رهندو ته ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن اهڙو اڻ لائق، ستسنگ به لائق ٿي پوندو. پر مشڪل اهو آهي ته ستسنگ بنا ڪري نه سگهندو.

٣٠. شروعات ۾ جڏهن پرش (مالڪ) سن سماڌ ۾ هو تڏهن ڏنڊوڪار هو. ان وقت تائين ڪابه رچنا نه هئي. پوءِ جڏهن (مالڪ جي) موج ٿي تڏهن شبد پرگهٽ ٿيو، جنهن مان سڄي رچنا ٿي. ست پرش جي ڪلا سان ڀرپور ست لوڪ، پوءِ ٽي لوڪ ۽ باقي سڀ ڪجهه ٺهيو.

٣١. پار برهم پرماتما سڀني جيون ۾ موجود آهي. پر هوُ ڪنهن کي به سنسار روپي ڀوَ ساگر مان پار نٿو ڪري سگهي ۽ بجاءِ پار ڪرڻ جي روز بروز وڌيڪ ڦاسائيندو ٿو وڃي. جڏهن اهوئي پار برهم پرماتما، ستگور جو روپ ڌاري، دنيا ۾ اچي اپديش ڪري ٿو تڏهن ئي هوُ جيون کي، سنساري بندنن مان ڇڏائي سگهي ٿو. پر ماڻهو اهڙا اندا آهن جو انهيءَ اڌار ڪرڻ واري سروپ کي نه سمجهي، هن جي گپت روپ جي ڌيان ۾ لڳا پيا آهن، جو ڌيان مالڪ وٽ قبول نٿو پوي ڇاڪاڻ ته مالڪ اهو قاعدو مقرر ڪيو آهي ته جيڪو مونکي ستگور جي معرفت ملندو، مان انهيءَ کي ئي ملندس، نه‌ گرو منهنجي دربار ۾ نٿو اچي سگهي. هاڻ جيڪڏهن ڪير انين پڇي ته ماڻهو سنتن جي

انهن کي هو "ويچار مالها" ڪتاب پاڙهي ڏيالي ٻڌائين ٿا.
اهڙا گورو ۽ چيلا، ٻئي ڀرم ۽ غلطيءَ ۾ آهن ۽ سواءِ اهنڪار
جي ڪين ڪجهه ۾ پراپت نه ٿيندو. جيڪي گورو نانڪ
صاحب جن جا پوئلڳ آهن انهن جو حال هي آهي جو گرنٿ
صاحب کي رومالن ۾ ويڙهي ان جي آرتي ڪن ٿا ۽ ان کي
مٿو ٽيڪين ٿا. ڪيترا ته ٻيهر انهن ڪندي به، ڪڏهن گرنٿ
صاحب مان اهو آواز نه اٿيو ته "ٿُل نام جت اڇو ۽ سکي
رهو." اهو خيال نٿا ڪن ته گرنٿ صاحب ۾ جيڪا سنت
ستگورن جي مهما ڏنل آهي ان ڳالهه جي ۾ ڪا کوج ڪريون.
جيڪي وچن گورو صاحب جن هن وقت لاءِ فرمايا آهن، انهن
تي نٿا هلن. اها ويچارڻ جي ڳالهه آهي ته جڏهن گورو
نانڪ صاحب جن پرگهٽ ٿيا هئا تڏهن گرنٿ صاحب ڪٿي
هو؟ هُن پنهنجن وچنن سان ئي جيون کي سمجهايو هو لڏو.
انهيءَ مان اهو ظاهر آهي ته گرنٿ ۾ ڪنهن کي سنت بنائڻ
جي طاقت ناهي ۽ سنت گرنٿ (ڪنهن نه ڌرمي پستڪ) جي
آسري نٿا رهن. سنتن کي ئي سنت بنائڻ جي طاقت آهي
۽ هو جڏهن چاهين تڏهن گرنٿ رچي سگهن ٿا. اهڙا گهڻيئي
ماڻهو آهن جن سؤ سؤ دفعا گرنٿ صاحب جو پاٺ ڪيو آهي
پر گرنٿ صاحب ۾ ڇا آهي اهو اڃا سمجهه ۾ نه آيو اٿن. اهڙن
پاٺن ڪرڻ سان ڪجهه نه ٿيندو. سنت ستگوروءَ کي ڳولڻ تمام
ضروري آهي ڇاڪاڻ ته هو سڀ ڀرم متالي لوءِ ۽ هن ڪالسراءِ
چوراسيءَ جي چڪر کان ٻچڻ جو ٻيو ڪوبه اُپاءُ ڪونهي.
٢٨. چوندا آهن ته ڪلپترو وڻ هر ڪا واسنا پوري ڪندو
آهي پر اُن ناس اهو وڻ ڪنهن کي نظر نه آيو آهي. پر سنتن
جو ستسنگ، اهڙو ڪلپترو آهي جو سڀ واسنائون ناس ڪيو
ڇڏي. سنتن جو سنگ سچو ڪلپترو آهي تنهن ڪري هرڪهڙيءَ
هن جو ستسنگ ڪرڻ گهرجي. جي گهڻو نه ٿي سگهي ته

ڦيرو نہ آيو آهي. جيڪي اُپديش ٻڌن ٿا، يا نام جپين ٿا يا درشن ڪن ٿا سو سڀ مٿاڇرو. جي ڪين پورو ستگور ملي وڃي تہ سندن سيني دوارن يعني اندرين کي انترمک ڪري. بنا ستگور جي ٻئي ڪنهن کي بہ طاقت ناهي جو اندرين کي انترمک ڪري سگهي.

٢٥. جيستائين توهين پنهنجي وقت جي ستگورءَ جي ٽيڪ نہ ٻڌندا يعني هن ۾ پورن وشواس نہ رکندا ليستائين ڪڏهن بہ چوراسيءَ کان بچي نہ سگهندا. جيڪڏهن گذريل سنتن جي ٽيڪ ٻڌندا ۽ انهن ۾ اٽل وشواس رکندا پر پنهنجي وقت جي پوري گورءَ سان پريت نہ رکندا ۽ هن جي وچن موجب نہ هلندا تڏهن بہ چوراسيءَ کان نہ بچي سگهندا چاڪاڻ تہ گذريل سنتن جو بہ اهوئي حڪم آهي تہ وقت جي ستگور جي شرن وٺو تہ توهان جو ڪم راس ٿئي.

٢٦. هن مست من کي اهوئي وس ۾ آڻيندو جنهن کي مالڪ سان ملڻ جي سچي چاهہ هوندي. جهڙيءَ طرح مست هاٿي جهنگل ۾ گهمندو ڦرندو آهي ۽ جيڏانهن مرضي پوس اوڏانهن هليو ويندو آهي، کيس ڪير بہ نہ روڪيندو آهي، پر جڏهن پيلوان جو سوٽو کيس لڳي ٿو تہ اهوئي مست هاٿي بادشاهہ جي سواريءَ لاءِ ڪم اچي ٿو ۽ هُو سک ۾ رهي ٿو، ساڳيءَ طرح گرمک ئي مالڪ جي محل ۾ گهڙي سگهن ٿا پر جن جو پورو گورو ڪيل ناهي سي چوراسيءَ ۾ ويندا. تنهن ڪري، جيتري قدر ٿي سگهي، گورمک بڻجڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، پر گورو پورو هڻڻ گهرجي.

٢٨. جيڪي ڪجهہ اسين (سنت) چئون ۽ سيکاريون ٿا سو ماڻهن جي لائقيءَ موجب آهي. هر وقت ڪو بہ پورو اڌڪاري نظر نٿو اچي. جيڪي پاڻ کي وڏا پرمارٿي چوائين ٿا ۽ سوين چيلا ٿا ڪن، آهي چاهي گرهستي هجن يا ڀيکي،

سمجهي ويٺا آهيون ۽ انهيءَ جا پدارٿ ٻيءِ ناسولت يا فاني آهن ان کي ٻڌا سمجهي ويٺا آهيون ۽ جيڪي سچ ۽ ٺٺا آهي تنهن جي ڪاٻه خبر نه اٿئون! پوءِ ڪيئن هن جيو جو گذارو ٿيندو ۽ ڪيئن هيءَ ستسنگ ۾ لڳندو؟

۲۰. جيڪو ڪي سنتن جي ستسنگ جو اڌڪار نه آهي. ڪجهه وقت ستسنگ ڪري ٿاهن سنتن وٽ رهڻ جو اڌڪاري ٿئي. ڪيترو به سمجهائيندي هُو پنهنجي ٻڌيءَ جي چترائي ڏيکارڻ ٻنا ٿئو رهي. ٻر هٺ ٻڌي ۽ چتراليءَ جو ڪم ناهي. هي مارگ نه پريم جو آهي. پريم ٻنا ستسنگ ڪيئن ٿيندو؟ ستسنگ ۾ ڌال لڳڻ اي ٿئو ڏئي ۽ انسان ٻه لاچار ۽ بيوس آهي.

۲۱. سنتن سان اهڙي پريت ڪرڻ گهرجي جهڙي پريت مڇيءَ جي پاڻيءَ سان آهي. جڏهن سنتن سان اهڙي پريت ڪري ٿو سو هنن جو پيارو ٿئي ٿو ۽ دنيا کان نيارو ٿئي ٿو.

۲۲. من ۽ گوروءَ کي پنهنجي سامهون رکو. انهيءَ وقت، جي ستگور جو حڪم موڪيندا نه من مري ويندو پر جي من جو حڪم مڃبو نه گوروءَ کان بي مک ٿيندا. سو جنهن کي ستگور جي پريم جو درد آهي اهو نه ستگور جوئي حڪم مڃيندو ۽ جنهن کي اِهو (ستگور جي ناراضپي جو) ناهي سو من جي لهرن ۾ لڙهي ويندو.

۲۳. سنتن جي پاڻيءَ جو پاڻ ڪرڻ يا آهاڪنم ڪرڻ مان ڪجهه ٻه نه ورلدو جيسين ڪ ڪمائي (ابياس) نه هوندو. تنهن ڪري جيڪي وچن ٻڌو، انهيءَ موجب ڪمائي ڪرڻ، نه نه ٻڌڻ ۽ سمجهڻ اجايو آهي.

۲۴. اجڪلهه ماڻهن جي جيتري پريت، ورتن، مرزن ۽ تسرتن سان آهي انهيءَ جو چوٿون حصو ٻه سنتن پريت ستگر ر جي چرنن ۾ ناهي. اهوئي سبب آهي جو سنتن اندر ۾ ڪرپه

ٿو. وڃي.

١٦. ستسنگين لاءِ اهو مناسب نه آهي ته شيوا جي مهل پاڻ ۾ ڪروڌ ڪن. اها عادت سنساري ماڻهن جي ٿيندي آهي جو جڏهن سندن ڪم ۾ ڪو وگهن پوندو آهي ته ڪروڌ ۾ پرجي ويندا آهن. جيڪڏهن ستسنگيءَ جي ۾ ساڳي حالت رهي ته ستسنگي ۽ سنساري، ٻئي هڪ جهڙا ٿيا ۽ منجهن ڪو به فرق نه رهيو! ستسنگيءَ کي ڪميا ڪرڻ واجب آهي. ڪروڌ ڪال جو هٿيار آهي. ان کي پنهنجي اندر ۾ گهڙڻ نه ڏيو. جڏهن ڪير هوڏ ڪري يا همت ني چڙهي ته توهان کي ڪميا ڪرڻ گهرجي.

١٧. ٻڌڻ ۽ سمجهڻ سولو آهي. پر جي ٻاهران ٻڌوسين ۽ سمجهيوسين پر اندر ۾ نه هنڊايوسين ته اهو ٻڌڻ ۽ سمجهڻ سڀ اجايو آهي. جيڪي به اسين اندر ۾ هنڊايون ٿا سو ٻاهر اسانجي چال چلگت ۾ ظاهر ٿئي ٿو. **اهو قدرتي قانون آهي ته جو ڪجهه اندر ۾ آهي اُهوئي ٻاهر نڪري ٿو.** انهن ڪري ستسنگين کي هروقت ويچار رکڻ ضروري آهي ۽ ستسنگيءَ کي هروقت ويچار رهي ٿو ڇاڪاڻ ته ستگور هروقت هن جي اندر ۾ آهي ۽ ٻنا ستگور کي پنهنجي هردي ۾ رکڻ جي، و ويچار هروقت قائم نٿو رهي يعني **(ستگور جي) مدد کان سواءِ هي اسانجو ويري من ڪڏهن به، ويچار ڪرڻ نٿو ڏئي.** انهن ڪري توهان سڀني کي گهرجي ته هروقت شبد ۽ ستگور کي پنهنجي دل ۾ رکو ۽ انهن کي هڪ پل به نه وساريو.

١٨. جهڙيءَ طرح سڀ ڪنهن کي جنم جنم ۾ سنساري پدارٿن جي چاهه هلندي ٿي اچي، اهڙي جڏهن پرمارٿ جي چاهه هوندي تڏهن هن جيو جو ڪارج راس ٿيندو.

١٩. هيءُ سنسار، جو هڪ سچ آهي تنهن کي اسين ٻستي

١١. مالڪ اوهان ۾ اهڙيءَ طرح آهي جهڙيءَ طرح گل ۾ خوشبوءِ. گل ڏسڻ ۾ اچي ٿو خوشبوءِ ڏسڻ ۾ نٿي اچي. جنهن کي سڳنڌ جي اندري يعني نڪ آهي سو گل ۾ خوشبوءِ کي سڃاڻي سگهي ٿو. ساڳيءَ طرح جنهن کي گروءَ کان گيان مليل آهي سو مالڪ کي اندر ۾ ڄاڻي سگهي ٿو.

١٢. ٻوڌين. جيڪو ڀڄن ڪريو ٿا سو اهڙيءَ طرح آهي جهڙو گهاڻي جو ڍڳو، جو سڄو ڏينهن هلندو رهي ٿو پر آهي گهر جو گهر ۾. ڪيس اهڙي اهنڪار ۽ خيال رهي ٿو ته مان ٻارهن ڪوهه هليو آهيان. اوهان ۾ ٻه اهڙو من روپي ڍڳو آهي جو ڀڄن ۾ وهي ٿو پر مٿي لٽو چڙهي. اهنڪار ڪري ٿو ته مان ٻه ڪلاڪ ڀڄن ۾ ويٺس پر ڪيس ڪوبه رس نه آيو. جيڪڏهن ڪيس رس يا آنند اچي ها ته اهنڪار چڙهي ٿيس ها؟ جيستائين ٽڪيٽيءَ کان پري نه پهچبو تيستائين ٽڪل رس ۽ آنند نه ملندو.

١٣. سڀ انسان ڀڳتيءَ جا حقدار آهن جيتوڻيڪ سڀني ۾ ڀڳتيءَ جي پوري لائق ڪونهي. پر ڀڳتي مارگ لئي هلڻ ۾ ڪو هرج ناهي. مالڪ کي فقط ڀڳتي پياري لڳي ٿي ۽ ٻيو ڪجهه نه. ليڪن هن وقت فقط ستگور جي ڀڳتي قبول پوي ٿي ۽ ٻئي ڪنهن جي ڀڳتيءَ مان هو راضي ناهي.

١٤. اوليءَ کي هٿ ۾ فقط هڪ اُٺ جي ناڪليءَ جي واڳ هوندي آهي، باقي ٻيا هزارين اُٺ هڪ ٻئي پٺيان هلندا ايندا آهن. ساڳيءَ ريت گرمک فقط هڪ هوندو آهي پر اُنهيءَ جي پرتاپ سان ٻيا گهڻيئي جيو پار ٿي ويندا آهن.

١٥. ستسنگ پارس مثل آهي. جهڙيءَ طرح پارس جي لڳڻ سان، لوهه سون ٿي پوندو آهي اهڙيءَ طرح جيڪو ستسنگ ۾ رڳو سچائيءَ سان رهي ٿو سو سولو ٿيو پوي. پر جنهن جي اندر ۾ ڪپٽ آهي اهو اُن جو لوهه ئي رهجي

٥. ڪرم (شريعت)، اپاسنا (طريقت)، گيان (معرفت) ۽ وگيان (حقيقت)، انهن چئني مان هڪ به ستگور بنا حاصل نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن پورو گورو ملي وڃي ته جنهن کي جنهن جو لائق ڏسي ٿو تنهن کي ان ۾ لڳائي ٿو ۽ جي ڪو پاکنڊي گورو ملي ويو ته هو اهوئي اپديش پنهنجي شش کي ڪندو جنهن ۾ اهو شش راضي ٿئي. انهيءَ ۾ ڪو به فائدو نه، پر نقصان آهي ڇاڪاڻ ته اهو شش پوءِ وري ڪنهن ڪم جو نٿو رهي.

٦. برهما کي جڏهن ڪبير صاحب سمجهايو تڏهن هن کي ست پرش جي کوج جو شوق جاڳيو پر ڪال کيس ڀلائي ڇڏيو. پوءِ رواجي ماڻهوءَ جي ڪهڙي مجال آهي جو ستگور جي مدد کانسواءِ ست پرش جي ڳولا ڪري سگهي.

٧. فرمائين ٿا ته مالڪ کي سڃاڻڻ وارو ڪو سچو ڀڳت هجي ته هن جي سڃاڻپ ملي سگهي ٿي پر اينتري قدر ڀڳتي ڪنهن جي به ناهي جو مالڪ جي سڃاڻپ ملي. جو ڪجھ توهين ڪري رهيا آهيو اهو سڀ نقل آهي. پر چنتا نه ڪريو. هن وقت موج ٿي اهڙي آهي ۽ اهائي موج سڀني کي پار پهچائيندي.

٨. شرن ۽ ڪرڻي، ٻنهي لاءِ پريم ضروري آهي ۽ ٻئي پريم کان سواءِ نٿا ٿي سگهن.

٩. جهڙيءَ طرح، کير ۾ گيھ ۽ ڪاٺ ۾ باھ آهي پر بنا گيھ ڪڍڻ جي، کير گيھ جو ڪم نٿو ڏئي ۽ نڪي ڪاٺ، باھ جو ڪم ڏئي سگهيٿو. اهڙيءَ طرح، برهم اسان جي اندر ۾ آهي پر جيڪي پنهنجي اندر ۾ برهم کي پرگهٽ ڪرڻ کانسواءِ، ٻاڻ کي برهم ڪوٺائيندا ڦرن ٿا، اهي ڪوڙا آهن.

١٠. پهرين ۽ مکيه ڳالھ گور ڀڳتي آهي. جيستائين اها نه هوندي تيستائين ڪجھ به حاصل نه ڪري سگهبو. جيترو ٿي سگهي اوترو پوري ۽ سچي گور ڀڳتي ڪرڻ ضروري آهي.

# سار وچن (ڀاڱو ٻيو)

راڌا سوامي ديال کي ديا، راڌا سوامي سهاءِ

حضور مهاراج، پرم پرش پورن ڌڻي راڌا سوامي صاحب جن جا مک واڪ وچن جي هن ستسنگ وقت فرمايا، جن مان ڪي سڀ سنگين جي هدايت لاءِ ڏجن ٿا.

١. گرنٿ صاحب ۾ هر جڳهه ۽ هر سلوڪ ۾، اهڙي لکيل آهي ته ستگور کي ڪرجهو پر افسوس آهي ته ماڻهو ستگور کي لنا ڀولين ٿا ۽ گرنٿن پڙهڻ ۾ لڳي پورا آهن.

٢. ٻيهرين مکيه ڳالهه آهي ستگور سان پريت. جيڪو ستگور کي پيار ڪري ٿو تنهن کي سڀ ڪجهه پراپت ٿئي ٿو پر جيڪو نام ۽ سڀ لوڪ جي ڳولا ۾ لڳو رهيتو ۽ ستگور سان پريت نٿو ڪري سو خالي رهجي ويندو. ستگور جي پريت مکيه ۽ ضروري ڳالهه آهي. اهائي ڳالهه انسان کي دنيا جي سڀني دکن ۽ بندشن کان آزاد ڪندي.

٣. پنهنجي حالت کي اندر ۾ جاچيندو رهجي ته پنج وڪار، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار، منهنجي وس ۾ آهن يا نه؟ جي اهي وس ۾ ناهن ته پنهنجي اڀياس ۾ لڳو رهڻ گهرجي ۽ ڪنهن سان به اجايو بحث مباحثو نه ڪرڻ گهرجي. اها صلاح هميشه ياد رکڻ گهرجي.

٤. ستگور جن فرمائين ٿا، "منهنجو ۽ شش جو ناتو نشڪ پرمارٿ جو آهي ۽ جيڪو به من جي وڪارن ۾ لڳو رهندو مان تنهنجو سنگي نا ساٿي اتي ٿي سگهان."

آهي يعني هن کي ويدن جي چوڻ انوسار هلڻو پوندو پر جڏهن مايا ۽ ترگڻن جي حد کان ٻاهر وڃبو تڏهن هن جا چرن ويدن جي سر مٿان آهن يعني هو ويدن جي ڪرتا به ڪرتا آهي ۽ سندس حڪم، ويدن جي حڪم کان مٿي آهي. اهو سلوڪ هي آهي:

ورنا شرم ما ڀاڻي نه سرت داس ڀويت نره
ورن آشرم ڀينسچ سرت پا دوده مورڌني

ساڳيءَ طرح مسلمانن ۾ به، ڪامل فقير شرع جا پابند ناهن بلڪ شرع جي حڪم لئي، هنن جو حڪم آهي.

٦٩. هي وچن انهن سنتن ۽ پورن عاشقن جا آهن جي ست لوڪ ۾ پهچي، سچي مالڪ ۽ خدا سان مليا، اتان هيٺ، بيشمار ترلوڪيون يعني دنيائون، انيڪ برهمنڊ ۽ هر هڪ برهمنڊ ۾ جدا جدا برهم ۽ ايشور ۽ مايا ۽ شڪتي يعني دنياداري جو خدا ۽ انهيءَ جي قدرت، بي شمار اوتار، بيشمار برهما، وشنو، مهيش، ديوتائون، پيغمبر، اولياءَ، نبي، قطب، فرشتا، يوگيشور، گياني، رکيشور، مهيشور، ست، جوڳي، اندر، گندرب وغيره ڏسن ٿا. اهڙا سنت، ڪيئن انهن ديوتائن، اوتارن، پيغمبرن وغيره جو حڪم مڃيندا يا ڏانهن نهاريندا. هرهڪ ترلوڪيءَ جو هڪ هڪ ڌڻي يا مالڪ آهي جنهن کي برهم ۽ ايشور يعني مايا سبل چون ٿا. انهن جو استان ترڪٽي ۽ سهس دل ڪنول آهي. اهڙا بيشمار برهم ۽ ايشور انهيءَ پرم پد يعني ست پرش راڌا سواميءَ جا پيدا ڪيل آهن. فقط سنت انهيءَ پد ۾ پهتل آهن، ٻئي ڪنهن کي به اتي پهچڻ جي طاقت ناهي. پر جيڪو به سنتن جي وچنن تي نشچو ڪري هنن سان پريم ڪري تو ۽ هنن تي ڀروسو رکي تو ۽ هنن جو ستسنگ ڪريتو، انهيءَ کي سنت پنهنجي ڪرپا سان مايا جي جار مان ڪڍي، ست پرش راڌا سواميءَ جي چرنن ۾ پهچائين ٿا.

پهريون ڀاڱو پورو ٿيو.

هٿ هيٺ آهن ۽ سمت فقط ست پرش راڌا سواميءَ جي هيٺ هيٺ آهن. انهيءَ ڪري سنتن ۽ سچن نقيرن جي باڻي ۽ وچن، ويدن، شاسترن، قران ۽ پرانن کان اُتم آهن. ويد، پران ۽ قران، دنيا جي بندوبست واسطي قانون طور آهن. انهن جو مکيه مطلب پرورتي يعني دنيا جو بندوبست، پرورش ۽ سلسلو جاري رکڻ جو آهي. فقط ٿورو ذڪر انهن ۾ نرورتي يعني موکش جو اچي ٿو. پر سنتن جي وچنن جو مکيه مطلب نرورتي يعني موکش ۽ مکتي آهي. ان سبب هنن جا وچن ۽ باڻي، انهن آسماني ڪتابن کان مٿي آهن. اها سڀ وڏائي سنتن جي آهي، ڇاڪاڻ ته ويد ۽ ٻيا سڀ آسماني ڪتاب، انهيءَ استان تان پرگهٽ ٿيا آهن جتان ٽي گڻ ۽ پنج تتو پيدا ٿيا ۽ جتان مايا يعني قدرت ظاهر ٿي. سنتن جا وچن انهيءَ استان تان پرگهٽ ٿيا آهن جتي مايا جو نالو نشان به ڪونهي، انهيءَ ڪري اُهي فقط نرورتي يعني موکش جو بيان ڪن ٿا. ويد ۽ شاستر، نرورتي ۽ پرورتي، ٻنهي جو بيان ڪن ٿا باقي پرورتيءَ جو بيان منجهن وڌيڪ آهي. ويدن ۾ اسي هزار سلوڪ، ڪرم ڪانڊ يعني پرورتيءَ جا آهن، سورهان هزار سلوڪ، اپاشنا ڪانڊ جا آهن ۽ صرف چار هزار سلوڪ گيان ڪانڊ يعني نرورتيءَ جا آهن. اهڙوئي حال ٿورو گهڻو، قران ۽ ٻين آسماني ڪتابن جو آهي. منجهن تواريخي احوال گهڻو آهي ۽ اُپاس جو طريقو ۽ ڪل مالڪ جي سڄاڻپ جو بيان تمام گهٽ آهي. سري ڪرشن مهراج خود ارجن کي گيتا ۾ چيو آهي ته ويدن جي حد جا ٽن گڻن سان مليل آهي تنهن کان ٻري وڃ يعني ويدن جي حد کان مٿي وارو استان حاصل ڪر. اهو سلوڪ هي آهي:

”ترگن وشيا ويدا، نس ترگن ڀو ارجنا“

اهو پڻ چيو اٿس ته جيستائين انسان ورن آشرم جي ڪرم ۽ ڌرم يعني پوڄا ۾ قائل آهي تيستائين هُو ويدن جو داس

آهن، سي سڀ مايا ۽ ڪال جي حد کان ٻاهر نہ نڪتا آهن ۽ جنم مرڻ جي ڦيري کان بچي نٿا سگهن.

٦٧. سنت ستگور جو مارگ سڀني کان اوچو مارگ آهي. سنت، سچي مالڪ يعني ست پرش راڌا سوامي، جو برهم ۽ پار برهم کان پري آهي، تنهن جي اُپاسنا يا ڀڳتي سيکارين ٿا جيئن اِنسان مايا جي حد کان پرَي ٿي وڃي. سچي ساڌ جي پهچ يعني حد دسوين دوار يعني سن پد تائين آهي ۽ اهو ئي سچو يوگيشور گياني آهي. پر جيڪو بہ هن استان کان هيٺ پهتل آهي ان جو درجو پوري ساڌ کان گهٽ آهي. انهيءَ ڪري جيڪو پنهنجو سچو اُڌار چاهي ٿو تنهن کي گهرجي تہ سنتن جي اشٽ يعني ست پرش راڌا سواميءَ کي پنهنجو اشٽ ڌارڻ ڪري. اهو راڌا سوامي نالو، ڪل مالڪ پاڻ ظاهر ڪيو آهي. جي ڪهن کي انهيءَ نام جو ڀيد ملي وڃي ۽ هو راڌا سواميءَ جي شرڻ وٺي، سنتن جي ٻڌايل جڳتيءَ يا طريقي موجب انهيءَ نام جو جپ ڪري يا اندر ۾ سمرڻ ڪري يا پنهنجي اندر ۾ نام جي ڌن ٻڌيَ تہ ضرور هنجو اُڌار ٿيندو. اها ڳالهہ ٿورن ڏينهن جي اڀياس بعد هن کي پاڻيهي پنهنجي اندر ۾ معلوم ۽ ثابت ٿي ويندي.

٦٨. انهيءَ ڳالهہ جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي تہ سڀ اوتار، يوگيشور گياني، پيغمبر، يوگي گياني، وغيرہ ڏسوين دوار يا ترڪٽي يا سهس دل ڪنول مان پرگهٽ ٿيا آهن. چار ويد ناد يا پرڻو مان، ترڪٽيءَ مان پرگهٽ ٿيا آهن. برهما، وشنو ۽ مهاديو جهڙا ديوتائون، سهس دل ڪنول جي هيٺان پرگهٽ ٿيا آهن. انهيءَ ڪري انهن سڀني جو درجو سنتن ۽ ست پرش جي درجي کان هيٺ آهي. مطلب تہ سنتن جي وڏائي انهن سڀني کان زيادہ آهي. اهي سڀ سنتن جي آڌين يعني

* جنهن ۾ مايا ملبل هجي. {} مايا وي.

۾ مڪن رهي ٿو ۽ نيٺ نوڪريءَ جي ڳولا ۾ رلڻ ۽ ڀٽڪڻ ڇڏي ڏوڙي. اهي ڪيترا برهم سروپ گياني آهن جي پاڻ کي برهم ۽ آتما ٿا ڪوٺائين ۽ ڪين اندر ۾ انهيءَ برهم ۽ آتما جو آنند مليو آهي جو هو ٻه چار سال هڪ هنڌ ويهي، انهيءَ جو رس وٺن ۽ ميلن ۽ تماشن، باغ بغيچن، مڪانن ۽ ملڪن جي سير لاءِ نه ڀٽڪن. هنن جي انهيءَ حالت مان صاف ظاهر ٿئي ٿو نه سندن گيان، وديا گيان يا ڳالهين جو گيان آهي. اهو سچو گيان ناهي. آتم آنند يا برهم آنند، جنهنجي هو ايتري صفت ۽ وڏائي ڪن ٿا، اهو هنن ڏٺو ۽ پراپت نه ڪيو آهي.

٦٥. اصلي گيان انهيءَ جو نالو آهي جنهن ۾ برهم جو ساڪيات درشن ٿئي ۽ انهيءَ ۾ اهڙو رس ۽ آنند ملي ٿو جو ستن بادشاهتن جي راڄ کي نوڪاري ڦتو ڪجي، گرهست آشرم جا سک نه ڪنهن ليکي ۾ ئي ڪولهن، پر جي اهو رس ملي نه. سنت مت ۾ ايشور جي *لکش سروپ کي برهم چئجي ٿو ۽ اهو لکش سروپ ئي مايا {}سبل آهي پر ويدانتي برهم جي لکش سروپ کي شڌ ۽ ايشور سروپ کي ⊙واچ ۽ مايا سبل چون ٿا. پر سنت، جي انهن ٻنهي سروپن کان پري ۽ اڳتي پهتل آهن، فرمائين ٿا نه برهم جا ٻئي سروپ واچ ۽ لکش، مايا سبل آهن يعني هڪ سروپ ۾ مايا ظاهر يا پرگهٽ آهي ۽ ٻئي يعني لکش ۾ باريڪ ۽ گپت آهي.

٦٦. هاڻ اها سڌ هئڻ گهرجي نه سڀ مٿين درجي جا اوتار، پرگمشور ۽ گياني ۽ سڀ هيٺين درجي جا ديوتائون، پيغمبر ۽ اوتار، ايشور جي لکش سروپ يعني برهم مان يا واچ سروپ مان پرگهٽ ٿيا آهن. انهيءَ ڪري جيڪي برهم يا واچ سروپ جي پوڄا ڪن ٿا يا سندس لکش سروپ جا گياني

---

*جو ڏسڻ ۾ نه اچي. {} جنهن ۾ مايا مليل هجي.
⊙مايا وي.

کي سيڻي کان نيارو سمجهڻ ته مان نه من آهيان، نه سر ٻر آهيان، نه اندريون ۽ نه پدارٿ. مان مايا کان علحدو آهيان، نه جاڳو آهيان ۽ نه اڻڄاڻ آهيان ۽ هيڻن آهيان ۽ هوڻن آهيان. اهڙن خيالن جي ڪرڻ کي هوُ ابياس ٿا سمجهن ۽ اهڙن خيالن ڪندي جا ٿوري گهڻي من جي ايڪاگرتا ٿئي ٿي تنهن کي هوُ پاڻي آتم آنند سمجهن ٿا. اهڙو آنند نه شيخ چليءَ کي به حاصل ٿيو هو، جڏهن هو خيال ڪري رهيو هو ته مان فلاڻي ديش جو راجا آهيان، هيءُ ۽ هيڙو منهنجو محلات آهي ۽ هيڏو منهنجو شان ۽ دٻدٻو آهي...... پر جڏهن اک کوليائين ته ڪجهه به ڪونه هو.

٦٤. ڏيان سان ڏسجي ٿو ته اهوئي حال انهن گيانين جو معلوم ٿئي ٿو جيڪي پاڻ کي برهم سروپ ۽ ستچت آنند سروپ چون ٿا ۽ جي ڪنهن ڪين ڪوڙو لفظ چيو يا طعنو هنيو ته جهٽ ڪروڌ ۾ پرجلو وڃن ۽ جي ڪا سٺي وستو يا پدارٿ ڏٺائون يا ٻڌائون ته انهيءَ کي حاصل ڪرڻ يا ڏسڻ لاءِ تيار ٿيو وڃن ۽ جي ڪنهن سندن ساراهه ڪئي ته ڏاڍو خوش ٿا ٿين ۽ جي ڪنهن سندن نندا ڪئي ته بلڪل ناراض ٿي، لڙائي جهڳڙي واسطي تيار ٿيو وڃن. پنهنجي من جي چنچلتا جي ڪري، ڪڏهن به هڪ هنڌ ۽ هڪ شهر يا ديش ۾ ٽڪي نٿا سگهن. جيڪڏهن ڪين آتم آنند حاصل هجي ها ته سندن اها دردشا نه هجي ها جو سڄو وقت هڪ هنڌان ٻئي هنڌ رلڻ ۾، سير ۽ تماشا ڏسڻ لاءِ هرڪنهن کان خرچ پنڻ ۾ ۽ تيرٿن ۽ مندرن ۾ سنساري ماڻهن سان پٽڪڻ ۾ گذارين ها! هڪ شخص جنهن وٽ ڪجهه به پئسو نه آهي، تنهن کي جڏهن ڪي هزار رپيا ملي ٿا وڃن ته هو اهي واپار ۾ سيڙائي آنند سان، هڪ هنڌ ويهي پنهنجي ڪاروبار هلائي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن کي ڪا سٺي نوڪري ملي ٿي ته هو انهيءَ جي آنند

پوڄارين لئه آهن ۽ انهن ۾ ڪجهه به فائدو نٿو ڏسي. پر
ماڻهو، اهي اڀياسا ۽ اڀياس، جنهن ۾ سر ڏيڻ ۽ من کي دٻائڻو
پوي، تنهن جي ڳولا گهٽ ٿا ڪن ۽ لکو اهي محنت ۽ تڪليف
ڪير سهي ٿو سگهي. انهيءَ ڪري سيني متن جا ودوان
يعني پڙهيل، گيان مت کي پسند ڪن ٿا ۽ انهيءَ ۾ اعتبار
ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح، واچڪ گياني، صوفي ۽ برهم گياني
وڌندا پيا وڃن. هو پنهنجي حالت جي ٻاڻ ڏري ۾ پرک
نٿا ڪن ۽ نه ٻين کان پرک ڪرائين ٿا. هو ودِيا ٻڌيءَ ۽ عقل
جي دليل سان، ماڻهن کي مڃائڻ لاءِ هميشه تيار رهن ٿا. اها
ڳالهه سوچڻ جهڙي آهي ته جيستائين، ڪام، ڪروڌ، لوڀ،
موهه اهنڪار انسان ۾ موجود آهن تيستائين پورن برهم پد
ڪيئن ٿو پراپت ٿي سگهي؟ جيڪڏهن ٻه چار ڪتاب پڙهڻ
۽ سمجهڻ جو نالو برهم گيان آهي ته اهڙي برهم گياني ٿيڻ
۾ ڪهڙي تڪليف آهي؟ هرڪو شخص، جنهن کي ٿوري
گهڻي ودِيا ۽ ٻڌي حاصل آهي، سو گيان جا ڪتاب پڙهي
سگهي ٿو پر من ۽ اندرين کي روڪي، اندر جي نرملتا ۽
صفائي حاصل ڪرڻ ٻي ڳالهه آهي، اها حالت، بنا يوگ
اڀياس ڪرڻ جي پراپت ڪرڻ ناممڪن آهي.
٦٣- اهڙن گيانين کي جي ڪٿي ڪير چوي ته اڀياس ۾
وهو ۽ اندر ۾ پنهنجي سروپ ۾ ڌيان لڳايو ته سندن چنچل
من، ڪين هڪ ڪن نه وهڻ نٿو ڏئي. سنتن جي سکيا انوسار
جيڪڏهن سرت شبد يوگ جو اڀياس ڪن ها ته ڪين پنهنجي
پرک ٿئي ها ۽ پنهنجي من جي چنچلتا جي سڌ پوي ها.
هنن کي نڪو سرت شبد يوگ جي خبر آهي ۽ نه ڪين يوگ
اڀياس جي چاهه آهي، بلڪ هو ان جي ضرورت ئي نٿا سمجهن.
انهن مان ڪيترن پنهنجي لاءِ اهو اڀياس مقرر ڪيو آهي ته
جيڪي ڪجهه ڪتابن ۾ پڙهيو اٿن انهيءَ کي ويچارڻ ۽ ٻاڻ

جي پوڄا ڪندڙن جي وچ ۾ ڪھڙو تفاوت ٿيو. ٻاڪ اهي
ليڪن ۽ ٻورن جي پوڄا ڪرڻ وارا بهتر آهن ڇاڪاڻ تہ هو
اڻڄاڻ آهن ۽ سمجهائڻ سان سمجهي سگهن ٿا پر جيڪي پاڻ
کي گياني ٿا ڪوٺائين سي ڄاڻي ٻجهي بہ مايا جي طرف
جهڪندا وڃن ٿا ۽ سمجهائڻ واري کي نادان ۽ حاسد چئي،
ان جو چيو نٿا مڃن. انهيءَ جو سبب هي آهي تہ ٻنهي مان
ڪنهن کي بہ پورو گورو نہ مليو آهي. جيڪڏهين کين پورو
گورو ملي ها تہ ڪانئن ڀڳتي مارگ جي طريقي، سرت شبد
يوگ جو ابياس ڪرائي ها تہ کين اندروني طرح حقيقت جي
خبر پئجي وڃي ها يعني ٻهراڻ کين من جي نرملتا ۽ پريم جي
پراپتي ٿئي ها ۽ پوءِ اندر ۾ نج سروپ جو درشن ڪري،
ان جو آنند وٺن ها. ان ڪان پوءِ هن مرتيولوڪ جي ڀوڳن جون
واسنائون ۽ آشائون، سندن اندر ۾ نہ اڀن ها ۽ جن جهڳڙن ۽
بکيڙن ۾ اڄ ڦاٿل ڏسجن ٿا، تن ۾ نہ پون ها.

۶۱. اهوئي حال انهن گرهستين جو ڏسڻ ۾ اچيٿو جن کي
اهڙن واچڪ گيانين جو سنگ مليو آهي. پنهنجي زبان سان
پاڻ کي ڪوٺين برهم ٿا، پر جڏهن سندن ورتاءَ ۽ رهڻي
ڏسجي ٿي تہ سنساري ماڻهن کان ڪنهن بہ حالت ۾ گهٽ
ڪونهن. کين پنهنجي سمجهہ ۽ عقل جو، اندر ۾ وڏو اهنڪار
آهي. اهو اهنڪارئي سڀني پاپن جي جڙ آهي. جنهن کي
اهنڪار آيو سو هيٺ ڪريو. اهڙا ماڻهو پاڻ ۽ کين سيکاريندڙ
استاد پيڪ ۽ پنڊت، سپ، ڪال، ڪرم ۽ مايا جي چڪر
۾ پيل آهن ۽ آئينده ۾ پنهنجي پنهنجي ڪرتيءَ جو ڦل ڀوڳيندو
پوندن. انهيءَ ريت سندن اڌار يا مڪتي نٿي ٿي سگهي.

۶۲. اڄ ڪالهہ دنيا ۾ وديا گهڻو ڦهلجي ويئي آهي. عقل
۽ علم حاصل ٿيڻ سبب، ٻاهر مکي پوڄا هر ڪنهن کي فضول
۽ اجائي ٿي نظر اچي. انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ اهي

کان آزاد ٿي، آواگون يعني جنم مرڻ جي ڦيري کان هميشه
لاءِ ڇٽي وڃن. اهي وچارا گياني ته ڇا ڪن! جن پنهنجوني
ڪلياڻ ڪرڻ ڪير آهي سي ٻين جو ڪهڙو ڪلياڻ ڪندا؟
خبر ناهي ته ڪهڙي ڏک يا ڪيرو جهڳڙي يا آلس ۽ سستيءَ
ڪري، هنن گهر ٻار ڇڏيو آهي ۽ مفت ۾ کاڌو ڪپڙو حاصل
ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي مان وڌائي ۽ ٻاڻ پوڄائڻ جي آس رکي،
هنن اهڙو وس اختيار ڪيو آهي؟ جڏهن ڪين الهيءَ ۾ ٿوري
گهڻي ڪاميابي ملي، تڏهن هو ٻاڻ کي وڏو ماڻهو، الم پرش
يا خود برهم سروپ سمجهڻ لڳا ۽ وڏيڪ ناموس حاصل ڪرڻ
لاءِ، هنن ماڻهن کان ڏن وٺڻ، ڪوليون هلائڻ يا وڏا جمع
ڪري وياج ڪمائڻ ۽ واپار ڪرڻ شروع ڪيو. پنجاه سو ساڌن
کي پنهنجي جوڙاري ڪنو ڪري ۽ ڪين ڪاڏا ڪارائين ٿا، الهيءَ
واسطي ته هو سندن شيوا ڪن ۽ جڏهن هو مٺل ٻاهر ٿي گهوڙا
پالڪون ڪنا ڪري ۽ هتان هتان جهنڊا ۽ نغارا وٺي، شاهي
سرگسون ڪڍن ٿا، تڏهن ماڻهن گڏ سندن اردلي ۾ هلن.
هاڻ اها غور سان سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته جن جي من ۾
اهڙا حرص ۽ هوس ڀريا پيا آهن سي ڪيئن برهم گياني ٿي
سگهن ٿا. جڏهن سندن اهي خواهشون پوريون ٿين ٿيون
تڏهن هو ڏاڍا خوش ٿين ٿا ۽ ٻين تي طعني بازي ۽ اهنڪار
ڪن ٿا ۽ ٻاڻ کي مهاتما، پنڊت، ودوان ۽ مهنت سڏائين ٿا.
گرهستين کان مدد وٺي، شان ڏيکاري ۽ ڏيکدار سرگس سان
پنهنجن مخالفين تي روب جمائين ٿا. اهڙيءَ طرح مان ۽ اهنڪار
۾ پلجي، من ۽ مايا جي چڪر ۾ اهڙا ڦاسجي ويا آهن جو ان
مان نڪري نه سگهن. جيڪڏهن ڪير سندن اهي کهتائون
ڪڍي ٻڌائي ته ته ناراض ٿي، جهڳڙي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن
ٿا ۽ ان کي پڪتي هين، ناستڪ ۽ پيا گهٽ وڌ اکر ڳالهائين ٿا.
٦٠. هاڻي سوچڻ گهرجي ته اهڙن گيانين ۽ ليڙن ۽ مورڻن

سگهن ٿا. گرمي سردي بہ ٿوري گهڻي سهي سگهن ٿا ۽ گيان جي ڪتابن جي پڙهڻ ۽ ويچارڻ وقت ڪڏهن اندرين ۽ من کي روڪي سگهن ٿا. گيانين سان گڏجڻ ۽ گيان جا ڪتاب پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي شوق کي هو مموڪشتا سمجهي وينا آهن. جن کي سمجهہ ئي اينتري آهي تن لاء وڌيڪ ڇا چئجي. سنڌ ۾ اهڙيءَ موڪشتا تي افسوس ٿو ٿئي جو ميلا ۽ تماشا ڏسڻ، ملڪن جا سير ڪرڻ، ناموس لاءِ پنڌارا ڪرڻ، پنهنجا جهنڊا کڙا ڪري چوڌاري چيلا ڪني ڪرڻ جي کين اهڙي اور لڳل آهي جو هو ريل جي ڀاڙي ۽ پنڌارن جي خرچ واسطي، ادنيٰ گرهستين جي اڳيان ويچارا ٿي ۽ راجائن ۽ شاهوڪارن کان رپيا وٺي جمع ڪن ٿا. انهيءَ کان پوءِ بہ پاڪي ويراڳي ڪوٺين ٿا. انهيءَ مان ظاهر آهي تہ کين ويراڳ جي ذري بہ خبر ڪونهي. ڪتابن پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو شوق منجهن نت وڌندو رهي ٿو. عجب اهو ٿو لڳي تہ اهو ڪهڙو برهم آنند کين حاصل ٿيو آهي جنهن سان سنڌن من ذرو بہ نہ بدليو آهي. جي ڪالهہ پڇو تہ چون ٿا تہ اهو سڀ ڪم هو ٻين جي ڀلي يا اُپڪار لاءِ ڪن ٿا. هنن جي انهين چوڻ مان ثابت ٿئي ٿو تہ کين اها بہ خبر ڪونهي تہ سچو اپڪار ڇا کي ٿو چئجي! گيانيءَ کي جيون جي ڪلياڻ ڪرڻ جي طاقت هئڻ گهرجي. ماڻهن کي من ۽ اندرين جي قيد کان ڇڏائي، موکش پد بہ پهچائڻ، انهيءَ جو نالو آهي اپڪار. وديا پڙهائي، ماڻهن کي اهنڪاري بنائڻ يا ڪاڏا ڪارائڻ يا مندر، باغ ۽ ڌرمسالائون ٺهرائڻ ۽ سداورت هلائڻ، اهو سچو اپڪار ناهي. اهڙي نموني جا اپڪار ڪرڻ، راجائن ۽ شاهوڪارن جو ڪم آهي ۽ نہ ڪ برهم گيانين جو! برهم گيانين کي گهرجي تہ ماڻهن کي من ۽ اندرين جي بندن کان ڇڏائي، کين سندن نج سروپ ڏيکاري ۽ ان نج سروپ بہ پهچائين، جيئن هو دنيا جي دکن ۽ ڪليشن

ڄڻن ٿا تہ ھنن اڳين جنم ۾ ساڌنا ڪئي آھي. جيڪڏھن
اھا ڳالھہ سچي ھجي ھا تہ ڪين الھيءَ ساڌنا جي اڳتيءَ جي
ھيئتر بہ خبر ھجي ھا يعني اھا ڄڳتي ھيئتر ڪين ضرور ياد
ھئڻ گھرجي ڇاڪاڻ تہ برھم گيانيءَ ۽ برھم ۾ ڪوبہ فرق نہ
آھي. سنسڪرت ۾ چيل آھي تہ ”برھم وت برھمبو ڀولي“
يعني برھم گياني برھم آھي. عربيءَ ۾ پڻ چيل آھي ”ذاڪر
الشڪر ڦھو الله“ يعني جيڪو ذڪر (يوڳ) ڪرڻو سو الله ٿئي
ٿو: انھن ڪري صوفيءَ يا گيانيءَ کي سڀني حالتن جي ڄاڻ
ھئڻ گھرجي. انھن برھم گيانين جو اھو حال آھي جو ڪين پنھن
جي من ۽ اِندرين جي بہ خبر ناھي تہ آھي (من ۽ اِندريون)
ڪھڙا ڪم ڪرائي رھيون آھن. اھڙيءَ حالت ۾
پاڻ کي گياني چوڻ ۽ برھم سمجھڻ، اھا ھنن جي وڏي ڀل
آھي. ان جو ڦل ڪين اھوئي ملندو جيڪو ٻين ڪرمن ڪرڻ
وارن کي ملندو يعني ڪين بہ چوراسيءَ جو چڪر ڀوڳڻو پوندو.
٥٩. پراڻي زماني ۾ جيڪي گياني ٿي ويا آھن، جھڙوڪ
وياس، وسشٽ، رام ۽ ڪرشن، اھي سڀ يوگيشور گياني ھئا
۽ سڌن الدر ۾ پرڪاش ٿيل ھو. انھن جا چارئي ساڌن پورا
ڪيل ھئا. انھن ڪري ھو اھو قاعدو ڪري ويا تہ جيسين
ڪنھن اھي چارئي ساڌن پورا نہ ڪيا آھن، تيسين گياني ٿي
نہ سگھي، بلڪ گيان جي ڪتابن پڙھڻ جو بہ ڪنس حق ڪونھي.
اھي چار ساڌن ھي آھن ۽ پھريون ويراڳ، ٻيون وويڪ، ٽيون
کٽ سمپتي (جنھن ۾ وري ڇھ ساڌن آھن ١. سم ٢. دم ٣.
اُپرتي ٤. تتڪشا ٥. شرڌا ٦. سماڌانتا) چوٿون مموڪشتا. اڄ
ڪلھہ جي گيانين ۾ انھن مان ھڪ بہ ساڌن نظر نٿو اچي. گھر
ڇڏڻ کي، ھنن ويراڳ سمجھيو آھي ۽ ڪتاب پڙھڻ ۽ وچارڻ
کي ھو وويڪ سمجھن ٿا. کٽ سمپتي بہ ھو سمجھن ٿا تہ
ملنجھن آھي ڇاڪاڻ تہ ھو گھٽي دير ٿائين ٻک ۽ اڄ سھي

مٿي لنگهي ٿي سگهي. انهن مان جنهن جنهن جي ڀڳتي ۽ اُپاسنا ڪبي، تنهن جي لوڪ ۾ وڃبو يعني سورج لوڪ، چندر لوڪ، سورگ لوڪ، شو لوڪ، وشنو لوڪ، شڪت لوڪ، برهم لوڪ ۽ وئڪنٺ لوڪ وغيره ۾. اتي ڪجهه عرصو رهي وري هت مرتيو لوڪ ۾ جنم وٺڻو پوندو ۽ وري چوراسيءَ جي چڪر ۾ اچڻو پوندو. جيڪي اڳيان بيان ڪيل ديوتائن جي ڀڳتي ڪري رهيا آهن اُهي ته ڪنهن ليکي ۾ ناهن. هو هن ئي مرتيو لوڪ ۾ پنهنجي ڀڳتيءَ جو ڦل پائي يعني ڪجهه مايا جو سامان يا سڌي ۽ شڪتي حاصل ڪري، وري چوراسيءَ جي چڪر ۾ ايندا.

۵۸. اڄ ڪالهه اهڙا گهڻيئي ماڻهو آهن جي پاڻ کي برهم گياني ڪوٺائين ٿا ۽ پاڻ کي سڀ کان اوچ سمجهن ٿا. حقيقت ۾ مٿي ذڪر ڪيل سيني اپياسن کان برهم گيان گهڻو وڏو آهي، پر جي سچو برهم گيان هجي ته؛ ڪتاب پڙهي جيڪو گيان حاصل ٿيو هجي ان جو نالو ودِيا گيان آهي. ان مان ڪڏهن به موڪش حاصل نٿو ٿي سگهي ڇاڪاڻ ته گيان جي ڪتابن ۾ جڳهه جڳهه تي لکيل آهي ته "لتو گيان منو باشنا ناش" يعني جيستائين من ۽ واشنا ناس نه ٿيندا تيستائين لتو يعني مالڪ جو گيان حاصل نه ٿيندو. يوگ اپياس ڪانسواءِ من ۽ واشنا جو ناس ٿيڻ ناممڪن آهي. تنهن ڪري جيستائين يوگ جي سادنا نه ڪبي تيستائين اهو واچڪ گيان يا ڪتابي گيان آهي. اهڙي نموني هرڪو ماڻهو جنهن کي اها ودِيا حاصل آهي اُهو گيان جو بيان ڪري سگهي ٿو يا سمجهي سگهي ٿو. الهيءَ ۾ ڪهڙي وڏائي آهي؟ من ۽ اندرين جو ڪهڙو دمن ٿيو؟ اڄ ڪالهه جيڪي پاڻ کي برهم گياني ٿا ڪوٺائين انهن کان جيڪر پڇبو وڃي ته ٻڌايو ته توهان ڪهڙي سادنا ڪري برهم گيان پاتو آهي؟ ته هو انهيءَ سوال تي ناراض ٿين ٿا يا ڪي وري

مهربان ٿئي جو هن کي لڄ ڌام ۾ ولي وڃي، جنهن هميشه
آنند پراپت ٿئي ۽ آواگون جي ڏکن سکن کان هميشه واسطي
ڇٽي پئجي. هن جي اندر ۾ انهيءَ ڪالساه لئي ڪا ۽ چاهه
لئي رهي. ڪٿي، پاکنڊي ۽ سوارٿيءَ جو هي حال آهي ته
هو جيڪو ڪم ڪندو سو انهيءَ مطلب سان ڪندو جنهن
سندس مان، مشهوري ۽ پوڄا ٿئي ۽ ڪيس ستا، ڌن ۽ ڀوڳ
حاصل ٿين ۽ سڀ ماڻهو سندس ساراهه ڪن ۽ ڪيس وڏو ڪري
مڃين. ڪٿي هن لوڪ جي سکن ۽ مان جي چاهه هجي يا سرڳ
وڪنٺ ۽ برهم لوڪ جي، فرق انهي ۾ ٿورو آهي ڇاڪاڻ
ته هن لوڪ جا سک ۽ خوشيون جلد ناس ٿي وڃن ٿا ۽ سرڳ
وغيره لوڪن جا سک ۽ ڀوڳ دير سان ناس ٿين ٿا. ڇاهي
ڪير هن مرتيو لوڪ ۾ رهي، ڇاهي سرڳ ونڪنٺ ۽ برهم لوڪ
۾ پهچي؛ انهي هنڌ هو ڪال ۽ مايا جي علائقي ۾ آهي جنهن
ڪري هن کي سچو موکش نٿو ملي سگهي. ڪيس بار بار جمڻ
مرڻ ۽ ڏک سک ڀوڳڻو پوندو. ڪرشن مهراج هڪ دفعي ارجن
کي هڪ ماکوڙيءَ ڏانهن اشارو ڪري چيو ته ”اها ماکوڙي
ڪيترن دفعا اندر ٿي چڪي آهي ۽ ڪيترن پيرا برهما ۽ ٻيون
وڏيون وڏيون گتيون پائي چڪي آهي هاڻ هن جنم ۾ ماکوڙي
ٿي آهي.“ هاڻ سمجهڻ گهرجي ته جڏهن برهما ۽ اندر جهڙا
سي چوراسيءَ جي چڪر کان ڪونه بچيا آهن ته اهي ماڻهو
جيڪي انهن جي استان جي آشا رکي اپاس ڪن ٿا اهي
ڪهڙيءَ طرح سان امر رهندا ۽ ڪيئن چوراسيءَ جي چڪر
کان ڇٽندا؟ انهن ڪري جيڪي ماڻهو، هوم ۽ يگ، تيرٿ
۽ ورت، مورتي پوڄا ۽ جن ڌامن جي پرڪرما ڪري رهيا
آهن جيڪي ماڻهو، سورج ۽ چندرما، گڻيش ۽ شو، وشنو،
برهما ۽ شڪتي يا اوتار سروپ ايشور جي ڀڳتي ڪري رهيا
آهن، انهن سڀني جي گتي ايشور لوڪ يعني وڪنٺ کان

۾ يا ھنن جي چرڻن ۾ رھي سگھن ٿا؛ وچن اُتي ۽ درشن
ڪري يا ھنن جي ٻڌايل اُپاءَ ۾ من ۽ سرت کي جوڙي،
ان ڳالھ جي پرک ڪري ڏسي. جيڪو بہ اھڙي پرک ڪندو
تنھن کي پاڻيھي انھيءَ ڳالھ جي سچائيءَ ۾ ڀروسو ٿي ويندو
۽ ھو پاڻ ڏسندو تہ ٿورن ڏينھن جي سنگت مان ٿوري وقت
اندر سنتن جي ٻڌايل طريقي موجب ڪمائي ڪرڻ سان ڪيترو
ڦل حاصل ٿئي ٿو.

۵۷. وڏي افسوس جي ڳالھ آھي تہ اڄ ڪلھ ڪيترا
ماڻھو اھڙن جي وڏي مھما سمجھن ٿا، جي تپ ڪن ٿا،
جھڙوڪ پنجن اگنين جي وچ ۾ ويھي جلن ٿا، يا پاڻيءَ ۾ کڙا
رھن ٿا، يا شيخن ۽ ڪلين تي وھن ٿا، يا ڏينھن ۽ رات کلئي
ميدان ۾ ننگا ٿي وھن ٿا يا ويھي رھن ٿا، يا ٻيءَ ڪنھن طرح
پنھنجي سرير کي دک ۽ ڪشٽ ڏيئي تماشو ڪري ٿا ڏيکارين
يا اَن کائڻ ڇڏي فقط کير پيئن ٿا يا سڄو ڏينھن ۽ رات پاٺ
ڪن ٿا، يا ڪنھن غفا ۾ ويھي سمرڻ يا ڌيان ڪن ٿا، يا
جھنگلن ۽ پھاڙن تي وڃيو رھن يا مؤن ورت ڌارڻ ڪن ٿا
۽ ڪنھن سان ڳالھائين نٿا يا ٻيون انيڪ نمونن جا پاکنڊ ڏيکارين
ٿا. اھڙن ماڻھن جي ٻاھرين حالت بلڪل حيرت جھڙي لڳي
ٿي. انھن کي ڏسندڙن جي دل ۾ سندن لاءِ عزت پيدا ٿئي
ٿي، پر ساڻن ٿوري بات چيت ڪرڻ سان معلوم ٿيو وڃي
تہ ڪھڙو مطلب يا ڪھڙي چاھنا اندر ۾ رکي، يا ڪھڙي
مزي واسطي يا ڪھڙي ڪارڻ، ھنن اھو طريقو اختيار ڪيو
آھي. ٻُڌھن ھنن جي اصلي حالت جو پتو پوي ٿو تہ ھو سچا
پرمارٿي آھن ڪين ڪپٽي ۽ پاکنڊي. ھاڻي سمجھڻ گھرجي
تہ سچو پرمارٿي ڪير آھي ۽ ڪپٽي سوارٿي ڪير آھي؟
سچو پرمارٿي اھو آھي جو سڀ ڪم انھيءَ مراد سان ڪري ٿو
تہ سچي مالڪ جو درشن ملي ۽ اھو مالڪ ھن تي اھڙو

اچي سگهي ۽ نہ ان جو احوال شاسترن ۽ ڪتابن ۾ لکيل آهي. ڪتابن ۾ فقط انهن ڳالهين جا اشارا ڪيل آهن جي ثبوت لاءِ ڪافي آهن، باقي پيو سڀ گوروءَ يا مرشد لئي ڇڏيو ويو آهي. ڪتابن پڙهڻ سان وديا ملي ٿي پر سچي مالڪ سان ملڻ جو رستو نٿو معلوم ٿئي. انهيءَ ڪري پوٿيون ۽ شاستر فقط مددگار آهن ۽ انهن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ سان ڪجهہ قدر وهنوار نيڪ ٿي سگهي ٿو يعني اها خبر پوي ٿي تہ ڪهڙو ڪم برو آهي، ۽ ڪهڙو ڪم چڱو آهي ۽ جيڪو دل جو نرم ۽ پرمارٿي هوندو اهو برا ڪم ڇڏيندو ويندو ۽ چڱا ڪم ڪرڻ شروع ڪندو پر پوري ستگور جي ديا ۽ مهر ڪانسواءِ من کي وس ڪرڻ ۽ سيني وڪارن جو ناس ٿيڻ ناممڪن آهي. جيستائين من نہ مئو آهي تيستائين برائين ۽ وڪارن جو ٻج موجود رهي ٿو. جيڪڏهن انهيءَ وڻ جون ٽاريون ۽ پن ڪري بہ پيا تہ ڇا ٿيو، جيستائين جڙ موجود آهي! جڏهن مايا جي پوڄن ۽ ان جي سوادن جو رس مليو تڏهن پن ۽ ٽاريون سڀ ساوا ٿي پوندا ۽ وري نيون نيون ٽاريون پيدا ٿي وينديون. انهيءَ ڪري سمجهڻ گهرجي تہ ويدن شاسترن ۽ پوٿين مان، مالڪ جو ڪجهہ ڀيد، ستگور جي سهائتا لاءِ ثابتي ۽ ڪجهہ قدر برائي ڀلائي ۽ پاپ ۽ پنج جي سمجهہ ملي ٿي. انهيءَ کان سواءِ ڪتابن مان وڏو ڪو فائدو نٿو ٿي سگهي. اصل ۽ سچو پرمارٿ مرشد يا پوري ستگور کان سواءِ حاصل نٿو ٿئي. سچي کوجيءَ لاءِ اهڙي گوروءَ جي ڳولا ڪرڻ ضروري آهي. جيڪي گذريل مهاتمائن، اوتارن ۽ پيغمبرن جي ٽيڪ وٺي ماٺ ڪري ويهي رهيا آهن انهن کي مالڪ جي ملڻ جي سچي خواهش ڪونهي. تنهنڪري هو سندس درشن نہ ڪري سگهندا.

٥٦. بالڪل پوري کوج ڪرڻ کان پوءِ ستگور ڌارڻ ڪرڻ گهرجي ۽ پورو ستگور اهو آهي جو ست لوڪ ۾ پهچي ست پرش

لهن ڪري جيستائين انسان پوري ستگوروءَ جي شيوا ۽ ستسنگ ڪري، سندس ديا ۽ مهر حاصل نہ ڪندو تيستائين اهو بلڪل ناممڪن آهي تہ هو ڪي ڪر لہ سروپ جو گيان حاصل لئي يا انهن جا وڪاز بلڪل دور ڪري وڃن. البتہ انهيءَ شڪ ۽ مونجهارا آهن جو وقت جي ستگوروءَ بنا، انسان ڪي الهن جي خبر بہ لئي پئي سگهي. پر هو پهنجي من ۾ انهن کي سمجهي لہ هاڻ منهنجي من ۾ ڪو بہ شڪ يا منجهيل ڳالهہ نہ رهي آهي. پر جڏهن هو سچن جي سنت سنگ ۾ ايندو لڏهن کيس سڌ پوندي تہ منجهس ڪيتري قدر شڪ ۽ مونجهارا رهيل آهن ۽ سچي پريم ۽ ڀروسي جو حاصل ٿيڻ ڪيتري قدر نہ مشڪل آهي ۽ آخري استان ٻنا پد ڪان هو ڪيترو نہ پري آهي. توري ۾ ڪلي جڳ جي نہ سچو پريم ۽ پرمارٿ، پنهنجي وقت جي زندہ گوروءَ جي ڪرپا ۽ مدد کانسواءِ، ٻيءَ ڪنهن بہ طرح، پراپت ٿيڻ ناممڪن آهي. اوتار جي هن دنيا ۾ آيا تن کي بہ گورو ڪرڻو پيو. سڪندر جهڙي گيانيءَ جنهن کي ماءُ جي پيٽ ۾ گيان پراپت ٿيو هو، اهو بہ گوروءَ جي اپديش بنا هڪ قدم بہ اڳتي وڌي نہ سگهيو. خود لارڊ مسيح جنهن کي ولڪسنا لاڻن اچڻ وڃڻ جي طاقت حاصل هئي اهو بہ بنا گورو ڪرڻ جي، اڳتي رهي ٿي سگهيو. پوءِ هن انسان کي ڪهڙي طاقت آهي جو زندہ ۽ پوري گوروءَ جي مهر بنا سچي پرمارٿ جي رستي ۾ هڪ قدم بہ اڳيان هلي سگهي!

۵۵. ڪي ماڻهو ويدن، شاسترن ۽ گرنٿ صاحب کي گورو ڪري مڃين ٿا. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ انهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان گهڻو ڪجهہ معلوم ٿئي ٿو. پر جيڪر ڪو انهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ۾ ئي لڳو رهي ٿو ۽ ستگور جي کوج نٿو ڪري سو بہ مورک ۽ نادان آهي ڇاڪاڻ تہ ايباس جو ڀيد ۽ طريقو جيڪو وقت جي ستگور کان معلوم ٿي سگهي ٿو، اهو لکڻ ۾ نٿو

٥٤. اها ڳالهه سمجهڻ گهرجي ته سنت ستگوروءَ جيڪو انساني روپ ڌاريو آهي اهو انهيءَ لاءِ ته ماڻهو ڏسي سگهن پر سندس اصلي سروپ مالڪ جي سروپ سان مليل آهي. انهيءَ ڪري هو هر وقت سچي مالڪ يعني ست پرش جي آنند ۾ مگن رهي ٿو. سچي کوجيءَ کي جيستائين پنهنجي اندر ۾ نج سروپ جو درشن نه مليو آهي ليستائين هو پنهنجي ستگور جي ٿي سروپ کي مالڪ جو سروپ سمجهي، سندس چرنن ۾ پريت ۽ ڀروسو وڌائيندو رهي. جڏهن هن کي اندر ۾ نج سروپ جو درشن ٿئي تڏهن سمجهي ته هو سچي مالڪ يعني پوري ستگور جي چرنن ۾ ملي ويو ۽ خود ستگور جو روپ ٿي ويو ۽ سندس ڪم پورو ٿيو. انهيءَ مان سمجهڻ گهرجي ته جنهنجو ڪم ٿيو آهي يا ٿيندو اهو پنهنجي وقت جي موجوده ستگور جي پريت، شيوا ۽ ست سنگ مان ٿيو آهي. گذريل سنت، گورو، اوتار، پيغمبر ۽ ديوتائون ماڻهن کي اپديش نٿا ڪري سگهن ۽ نه هو پنهنجو نج سروپ ڪين ڏيکاري ٿا سگهن. انهيءَ ڪري کوجيءَ کي انهن سان سچي پريت ۽ منجهن سچو ڀروسو نه ٿي سگهندو ۽ جي ڪنهن کي انهن ۾ سچي پريت ٿي به، ته به هو جهڙي جو تهڙو ئي رهندو. البت سندس اندر جي ٿوري صفائي ٿيندي. پر هن جي روح يا آتما جو استان يا هنڌ نه بدلبو يعني سندس سرت جي چڙهائي نه ٿيندي. تنهن ڪري ايتري محنت ۽ تڪليف وٺڻ کان پوءِ به جيڪي ڪجهه پراپت ٿيو يعني جيڪا صفائي يا نرملتا حاصل ٿي سا قائم نه رهندي ڇاڪاڻ ته سرت يا آتما، پنهنجي دستور موجب هميشه استان تي بيٺي هوندي. جيئن ته انهيءَ استان تي مايا جو چڪر هلي رهيو آهي جنهن جو زور جڏهن وڌندو تڏهن اهو شخص پنهنجي پريت ۽ ڀروسي کان ڪري پوندو ۽ ڀوڳن جي سواد ۽ مزن ۾ ڦاسي پوندو.

مسجد هست اندرون اوليا
سجده گاه جمله هست آنجا خدا

يعني سنتن جي اندر ۾ مندر ۽ مسجد آهي ۽ جيڪو مالڪ يا خدا کي سجدو ڪرڻ چاهي اهو انهي مٿو ٽيڪي. وري ۾ فرمائين ٿا:

گفت پيغمبر که حق فرموده است
من نه گنجم هيچ در بالا پست
در دل مومن بگنجم اين عجب
گر مرا خواهي ازان دلها طلب

يعني نه خدا پيغمبر کي چيو ته مان ڪٿي به نٿو رهان، نه آسمان ۾ ۽ نه زمين تي، پر مان پنهنجي پريمي ڀڳتن جي دلين ۾ رهان ٿو، جيڪو مونکي چاهي، اهو انهي وٽ انهن کان گهري. تنهن ڪري هر هڪ سچي مالڪ جي چاهڻ واري کي مناسب آهي ته پنهنجي وقت جي ستگور جي ڳولا ڪري، ان کان اپديش وٺي، انهيءَ جي چرنن ۾ تن من ۽ ڌن سان شردا، پريت ۽ ڀروسو ڪري ته آخري وقت ۾ هن جو ڪم ٺهي ويندو. سنسڪرت ۾ چيل آهي:

گرور برهما گرور وشنو گرور ديو مهيشوره،
گرور ساڪشات پار برهم تسمي شري گروي نمه.

شري ڪرشن مهاراج ڀڳوت گيتا ۾ چيو آهي: "جيڪو به مونکي ملڻ چاهي ۽ منهنجي شيوا ۽ پريت ڪرڻ چاهي سو منهنجن پيارن سادن ۽ ڀڳتن جي شيوا ڪري. انهي منهنجي شيوا آهي ۽ مان هن تي خوش ٿيندس ۽ اهوئي منهنجو پيارو آهي جو منهنجن سچن ڀڳتن سان پريت ڪري ٿو. مان نه آڪاش ۾ رهان ٿو نه پاتال ۾، نه مان سورڳ ۾ رهان ٿو ۽ نه وڪنٺ ۾. سادو جن جيڪي منهنجا پريمي آهن، منهنجو واس انهن جي هردي ۾ آهي."

ملي، الهيءَ جسي سنگت ڪري ۽ سيئي گذريل ديوتائن، اوتارن، مهاتمائن، سنتن ۽ سادن کي، هن ۾ موجود سمجهي ٿو ۽ من سان سندس شيوا ڪري. منجهس ڀرپور ۽ وشواس رکي اُن کان ئي پنهنجو ڪم راس ڪرائي. جهڙيءَ طرح گذري ويل راجائون چاهي ڪيترا به نياءَ ڪازي ۽ وڏيءَ دل وارا هئا پر انهن جي ڳالهين ٻڌڻ يا نالو وٺڻ سان، اسانکي نياءُ، عهدو يا دولت نٿي ملي سگهي. جيڪڏهن اسان کي انهن ڳالهين جي چاهه آهي ته اسان کي جڳائي ته موجوده وقت جي زنده راجا کي ملون تڏهن البت اسانجو ڪجهه ڪم ٿيندو ۽ نه نقصان ۽ مونجهاري کانسواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل نه ٿيندو.

مولوي روم صاحب فرمائين ٿا:

چون ڪه ڪردي ذات مرشد را قبول
هم خدا در ذاتش آمد هم رسول

يعني پوري ستگرو ۽ مالڪ ۾ ڪو به تفاوت ڪونهي. مرشد يا ستگورو ۾ مالڪ ۽ اوتار سڀ اهيو وچن. جو مالڪ سان ملڻ چاهي ٿو تنهن کي گهرجي ته سچن فقيرن يا سنتن ۾ ستگور جي ڳولا ڪري. رکيل ڪپڙن پائڻ واري کي سنت نٿو چئجي. پر سنت اهو آهي جو سنت لوڪ ۾ پهچي، سچي مالڪ سان ملي ويو هجي. پوءِ ڪٿي هوُ گرهستي هجي يا تياڳي، برهمڻ هجي يا ٻيءَ ڪنهن به ذات جو. مالڪ جسو ديدار، دنيا ۾ ٻيو ڪٿي به ملي نه ٿو سگهي، سواءِ پنهنجي اندر جي يا پوري سنت يا ساڌ ۾ ڇاڪاڻ ته هوُ ڪل جڳت جا قدرتي گورو آهن. ڳوليندڙن کي فقط انهن اِن هنڌن (پنهنجي اندر يا سنت ۾) ئي مالڪ جو درشن پراپت ٿي سگهي ٿو. مورتن تيرٿن، ورتن، چٽن ذامن ۽ مندرن وغيره ۾ ڪٿي به هن جو پتو يا نشان نه ملندو. مولوي روم صاحب فرمائين ٿا:

نٿي ٿي سگهي. ساڳيو حال انهن جو سمجهڻ کپي جيڪي سنتن کي اشٽ ٻڌن ٿا. جيڪي جيڪي ماڻهو سنتن جي وقت ۾ ورتن آيا ۽ جن جي چرڻن ۾ شيرا ۽ پڳتي ڪئي ۽ ڪائن اُپديش (نام) ورتو بيشڪ مڪتيءَ جا حقدار ليا پر جن سنتن جي گذري وڃڻ کانپوءِ سندن ٽيڪ ورتي ۽ ڪن اشٽ سمجهيو پر پنهنجي وقت جو پورو گورو يا سنت يا پورو ساڌ نه ڳوليو ۽ جيڪو اڀياس جو مارگ، رستو يا طريقو سنتن مقرر ڪيو آهي، ان موجب نه هليا ته اُهي به پنهن مت وانگر مڪتيءَ جا حقدار ٿي نٿا سگهن. جيئن پيا ماڻهو مورتن، ليرٿن، پوٿين ۽ گرنٿن جي پوڄا ۾ لڳا پيا آهن ليڪن سنتن جا پوئلڳ به جي سماڌين، جيئندن، گرنٿن وغيره جي پوڄا ۾ لڳي ويا ۽ سنتن جي نج سروپ ۽ پد جو ڀيد ۽ مارگ جي حال ۽ اڀياس جو طريقو معلوم نه ڪيائون ۽ ٻاهر مکي اوکن وانگر فقط سماڌين، گرنٿن وغيره جي ٽيڪ ٻڌائون ته پوءِ اُهي به ٻين مت جي ٻاهر مکي پوڄا ڪندڙن وانگر ڪرم ۽ ڀرم ۾ اٽڪي ويندا. مڪتي انهن کي نه پراپت نه ٿيندي. سچو سنت پنٿي اهو آهي جو سنتن جي حڪم موجب اڀياس (ڪرلي) ڪري ۽ رستي جون منزلون پار ڪري سنت پرش راڌا سواميءَ جي استان تي پهچي. سا سنتن جي حڪم انوسار انهيءَ رستي تي هلڻ شروع ڪري ته هڪ ڏينهن اهو ضرور سچيءَ مڪتي پراپت ڪندو. توري ۾ مطلب هي آهي ته جيڪو گذريل مهاتمائن يا اوتارن يا پيغمبرن يا ديوتائن کي فقط پنهنجو اشٽ ٻڌي انهن سمجهندو ته مون انهن جو مت اختيار ڪيو آهي انهيءَ جو ڪڏهن به ڇوٽڪارو نه ٿيندو.

٦٣. جيڪو مالڪ جو سچو کوجي يا ڳولائو آهي تهنکي کپي ته پنهنجي وقت جي (Contemporary) پوري سنت يا پوري ساڌ جي ڳولا ڪري يعني ڪمس جتي پورو ستگرو

اِئين چوڻ ڪافي آهي تہ دنيا جي رچنا ٿيڻ بعد، ڪو دواپر ۾ ۽ ڪو تريتا جڳ ۾ پيدا ٿيو. هاڻ چڱيءَ طرح سوچڻ گهرجي تہ هنن جي پرگهٽ ٿيڻ کان اڳ ۾ سٽ جڳ ۾ ڪنهن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي ۽ ڪهڙي ٽريقي سان ماڻهو پرم پد پراپت ڪندا هئا. انهيءَ وقت ۾ هرن گرڀ، جنهن کي پرڻؤ يا اونڪار بہ چوندا آهن، ان جي اپاسنا ڪئي ويندي هئي. اهو احوال ويدن ۽ اُپنشدن ۾ لکيل آهي. پوءِ ڪهڙو ڪارڻ آهي جو ماڻهو اها پوڄا ڇڏي هن وقت مورتن ۽ تيرٿن ۾ ڦاسي ويا آهن. گنگا جي بہ تہ ڀاڳيرٿ جي وقت کان وٺي جاري ٿي. جڏهن گنگا جي نہ هئي تڏهن ڪهڙو تيرٿ هو؟ مطلب تہ جيتريون بہ پوڄائون هن وقت جاري آهن سي سڀ دواپر، تريتا ۽ ڪلجڳ ۾ نيون شروع ٿيون آهن. سچي ۽ اصلي پوڄا تہ ڪل مالڪ جي آهي جا سٽ مت پتالدؤ هرڪو ڪري سگهي ٿو. پر اوتارن ۽ پيغمبرن جي پوڄا انهن ئي ديسن يا ملڪن ۾ جاري رهي ٿي جتي هو پيدا ٿيا پر ٻين ملڪن ۾ نہ ڪير ڪين سڃاڻي ٿو ۽ نہ مڃي ٿو.

۵۲. اوتارن ۽ پيغمبرن، پنهنجي وقت ۾، پنهنجي اصلي استان يعني جنان هو پرگهٽ ٿيا هئا، اُلي جي مالڪ ڪبي وڏي ۾ وڏو ڪونيو ۽ ڀاڳي الهيءَ جو موڪليل يا پيارو سڏايو ۽ ماڻهن کي سيکاريو تہ آهي ڪين اشٽ ڪري پوڄين. اها ڳالهہ غلط نہ هئي. پر انهيءَ حالت ۾ فقط انهن ماڻهن جو ڀلو ٿيو، جي انهن اوتارن ۽ پيغمبرن جي وقت ۾ موجود هئا ۽ ڪين، انهن اوتارن ۽ پيغمبرن پنهنجي پد يا استان جي مڪتي بخشي. پر انهن جي گذري وڃڻ کانپوءِ، جيڪي ماڻهو هنن جي مت ۾ آيا تن صرف انهن اوتارن ۽ پيغمبرن جي ناليءَ جي ٽيڪ ڪٽي ورني پر هنن جي من ۾ وهنوارڪ نموني ۾ ڪا تبديلي نہ آئي. اهڙي ٽيڪ ذريعي ڪڏهن بہ مڪتي پراپت

ابرڪا ڪرڻ گهرجي بلڪ ست پرش راڌا سواميءَ کي پنهنجو اشٽ ڪرڻ وارن کي ٻه رستي ۾ ايندڙ هرهڪ پد جي ڌارنا يا ڌيان ڪرڻو پوندو ۽ انهن ڪرڻ ڪانسواءِ انهن پدن يا استانن کي پار ڪونہ ڪري سگهبو. پر انهيءَ رستي لاءِ هلڻ کان پهرين اهو ضروري آهي تہ پنهنجو اشٽ ڌر ۽ لهہ پد يا استان کي ڪرڻ گهرجي ۽ هرهڪ استان جو حال ۽ رچنا چڱيءَ طرح سمجهي ڇڏڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ اهڙا گهڻيئي پيا آهن جي خدا، پرميشور، پرماتما، برهم، پار برهم، شبد برهم ۽ ست نام جا نالا وٺي مالڪن کي منجهائين ۽ ڀٽڪائين ٿا، پر حقيقت ۾ ڪين آهي پد ۽ استان، جي رستي ۾ اچن ٿا، انهن جو پورو ۽ سربستو علمي (Theoretical) گيان بہ ڪونهي. اهڙا شخص هميشہ دوکو کائين ٿا ۽ ڪين خبر ٿي ڪانهي تہ ڌڙ ڪهڙي استان جي ڌڻيءَ يا مالڪ کي برهم، خدا ۽ ستنام چون ٿا. انهيءَ ڪري ست دبا ڪري، پنهنجن شيوڪن کي پهرين هرهڪ استان جي بلڪل چڱيءَ طرح واقفيت ڪرائي، پوءِ ست پرش راڌا سواميءَ جو اشٽ، جيڪو سڀن کان اوچو ۽ آخري آهي، پڪو ڪرائين ٿا. ان بعد انهن استانن کي پار ڪرڻ لاءِ اڀياس جو طريقو سيکارين ٿا. اهڙيءَ طرح سان اڀياسي پنهنجي منزل ڪائين پهچي سگهي ٿو ۽ سڀني استانن جي حالت ۽ حقيقت بہ جاڻي سگهي ٿو. پنهنجي پوري ۽ سچي مالڪ جي نيڪ سمجهہ وٺي ۽ جيتري قدر سندس پهچاڻ ٿي سگهي ٿي، اها حاصل ڪري، پنهنجو اڀياس شروع ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن هن کي پيد نہ مليو ۽ پهچاڻ ۽ سمجهہ نہ آئي تہ نہ مالڪ جي چرنن ۾ سچي پريت پيدا ٿيندي ۽ نہ روز بروز ترقي ٿيندي ۽ نہ ڌر تائين پهچڻ جي طاقت رهندي. رستي ۾ ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ دوکو کائي ويهي رهندو.

۵۱. اوتار ۽ ديوتائون سچا مالڪ نہ آهن. انهي نسبت

٤٩. ويدن، شاسترن، ڀاڳوت ۽ پراڻن ۾ شوءِ، وشنو ۽ برهما ۽ ٻين ديوتائن جي عمر جو بيان ڏنل آهي. اوتار ۽ دنيا مان ڪوچ ڪري ويا. ان مان ثابت آهي ته اوتار ۽ شوءِ، برهما وغيره ۾ ناسونت ۽ فاني آهن. جڏهن اهي روپ ۾ ناسونت ثابت ٿيا ته پوءِ سندن ناسونت سروپ جي نقل يعني مورتن ۽ بتن کي ابناسي سمجهڻ ۽ انهن ۾ ويساهه يا عقيدو رکڻ ڪيتري قدر درست ٿي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن هنن جي نج روپ جو ڀيد حاصل ڪري ان جو ڌيان ڪن ۽ ان ۾ نشچو رکن ته هوند ڪجهه فائدو ٿئين ها پر نقلي بتن ۽ مورتن مان ڪجهه به حاصل ٿيڻو ناهي. انهيءَ مان عام ماڻهن جي غلطي صاف ظاهر ٿئي ٿي. پر جڏهن سنت انهيءَ غلطيءَ کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته دنيا پنهنجي مورکتا ۽ اهنڪار سبب انهن کي نندڪ ٿي ڪوٺي. خاص ڪري پنڊت ۽ ڀيکداري، جن ڌرم کي پنهنجي روزگار جو وسيلو بڻايو آهي، اهي سنتن جي برائي ۽ نندا ڪن ٿا.

٥٠. جيڪڏهن ڪي ائين چون ته اسين اوتارن جي انهيءَ روپ ۽ پد جي پوڄا ڪريون ٿا جي سندن اصل روپ آهن يعني جتان اوتار پرگهٽ ٿيا ته اهو سندن چوڻ برابر آهي. پر انهيءَ ڳالهه کي اڃا به وڌيڪ ويچارڻ گهرجي ته انهن جي روپ (Form) يا پد (Region) جي پوڄا جي بدران ڇو نه انهيءَ روپ ۽ پد يعني ڪل مالڪ جي پوڄا ڪجي جنهن مان خود اوتارن جو اصل پد پيدا ٿيو. محنت ۽ طريقو ٻنهي پدن جي پوڄا جو ساڳيو آهي پر انهن جي ڦل ۽ فائدي ۾ فرق آهي. انهيءَ ڪري سڀ کان وڏي ۽ اوچي جي پوڄا ۽ ان کي پنهنجو اشٽ ڪرڻ جڳائي ۽ اهوئي اشٽ سنتن جو آهي ۽ انهيءَ جوئي سنت اُپديش ڪندا آهن. ان اپديش جو اهو مطلب ڪونهي ته ٻين پدن ۽ استانن جي ڏٺين سان ڪو ويريا

خيال ڪن ٿا ته جيئن سندن شيوڪ ناراض نه ٿين ۽ سندن
روزگار ۽ آجيوڪا ۾ خلل نه پوي. ٻئي طرف سنت، جي ڪل
مالڪ جا سچا ۽ پورا عاشق آهن سي الهيءَ ڳالهه جا خواهشمند
آهن ته دنيادار ستسنگ ۾ نه گهڙن ۽ پنهنجو پاڻ سندن
شيوڪن لئي نه وجهن. الهيءَ ڪري سنت ملامت ۽ نندا کي
پيار سمجهن ٿا چاڪاڻ ته اهي چوڪيدار جو ڪم ٿيون ڏين
۽ اهڙن سنساري ماڻهن کي سندن دربار کان پري ٿيون رکن.

۴۸. اها ڳالهه معلوم هئڻ گهرجي ته سنتن جو اهو دستور
آهي ته جڏهن ڪير ونن ويندو آهي ته هن کي فقط سنت
وستو يعني سنت پرش راڌا سواميءَ جو اُپديش يا ذڪر ڪندا آهن
۽ باقي جيڪي ڪجهه آهي تنهن کي فاني ۽ هيٺئين درجي جو
ڪوٺين ٿا. الهيءَ ڳالهه کي مورک ۽ نادان ماڻهو، ديوتائن،
اوتارن ۽ پيغمبرن جي نندا سمجهي، سنتن کي نندڪ ڪوٺين
ٿا. پر اهو خيال نٿا ڪن ته جي سنتن برهما، وشنو مهيش،
ديوتائن، اوتارن ۽ پيغمبرن کي هيٺئين درجي جو ٺهرايو ته
ساراهه ڪنهن جي ڪئي ۽ سڀ کان وڏو ڪنهن کي ٺهرايو؟
جي هن سنت پرش ۽ پرم پرش پورن ڌڻي راڌا سواميءَ جي
تعريف ڪئي، اهائي ڳالهه نه مڃڻ جهڙي ۽ بلڪل ٺيڪ آهي
چاڪاڻ ته جيڪو سڀ کان وڏو ۽ سڀ جو مالڪ آهي، ان
جي تعريف ڪرڻ ۽ سندس چرنن ۾ نهچو ۽ وشواس ڪرائڻ
۽ هن جي شيوا ۽ پوڄا جو اپديش ڪرڻ، اهو بلڪل مناسب
۽ ضروري ڪم آهي. چاڪاڻ ته هن ريءَ انسان جي مڪتي
يا اڌار ناممڪن آهي. اهو پڻ سمجهڻ گهرجي ته ڪل مالڪ
جي تعريف ٻڌي ناراض ٿيڻ ۽ پنهنجي بيوقوفيءَ ڪري،
ڳالهه جو اصل مطلب نه سمجهي، سنتن جي وچنن جو قدر
ڪرڻ بدران انهن جي برخلاف ٿيڻ ۽ ڪين برو سمجهڻ ۽ نندڪ
ٺهرائڻ، اها ڪيتري قدر نه شرم جي ڳالهه آهي.

سنساري ماڻهو دنيوي فائدن لاءِ پنهنجي ڪرم ۽ ڌرم کي ڇڏيو ڏين ۽ پرلوڪ جي نقصان کان بہ نٿا ڊڄن تہ مالڪ جي چاهڪن جي سچي چاهہ ڪهڙيءَ طرح ثابت ٿئي جي هوُ توڙي گلا يا بيوقوفن جي طعنن جو خوف ۽ خيال ڪري سنتن جي دربار ۾ حاضر نہ ٿين. انهيءَ مان اهو ثابت ٿيندو تہ ڪين سچي چاهہ ناهي ۽ هنن دنيا جي ڪاروبار ۾ ايترو دک ۽ ڪشٽ نہ ڏٺو آهي ۽ نہ دنيا کي پنهنجو ايتري قدر دشمن سمجهو آهي جو هوُ ان کي دور ڪرڻ جو ڪو علاج ڪن. هنن کي مالڪ جي درشن ڪرڻ جي ايتري قدر پياس نہ لڳي آهي جو هوُ لوڪ لڄا ۽ سنساري ماڻهن جي ٽوڪن ۽ طعنن کي نہ ليکين. اهڙا ماڻهو سنتن جي ست سنگ جا لائق ناهن ڇاڪاڻ تہ ڪين اڃا پوري غرض نہ آهي جو سنتن جي حاضريءَ ۾ نهنائي ۽ نمرتا سان پيش پون ۽ پنهنجي دک جي دوا وٺن.

١٤٧. ان ڳالهہ جي ڄاڻ ضروري آهي تہ طعنا ٽوڪون ۽ سنتن جي گلا، شيوڪن کي بہ پڪو ۽ نيڪ ٿي ڪري. جي گلا ۽ بدنامي نہ ٿئي تہ هوُ ڪچائي رهجي ويندا. نندا ۽ بدنامي سچي پريم جون نشانيون آهن. عاشقن يعني سچن پريمين کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي طاقت ناهي جو دنيوي بدناميءَ کان بي پرواهہ رهي. پارسيءَ ۾ چيل آهي:

ملامت شحنهٔ بازارِ عشق است
ملامت صيقل زنگارِ عشق است

يعني نندا ۽ دنيا جي ڪِل، پريم جي بازار جي ڪوتوال آهي ۽ اها ميل ۽ مٽيءَ جي صفائي ڪرڻ واري آهي. جيڪي گورو دنيا جي چاهڻ وارا آهن سي دنيا ۽ دنيادارن سان گهاٽي دوستي رکن ٿا ۽ انهن کي پيار ڪن ٿا ۽ انهن جي هر طرح خاطرداري ڪن ٿا ۽ ترقي ۽ عزت چاهين ٿا. ان جو وڏو

جيڪن ۽ دنيادار ناراض ٿين يا شڪايت ۽ نڪته چيني ڪن ۽ ان
ڪري اهي ۽ ٻيا اهنڪاري ماڻهو اهڙا نڪته چيني ڪندي
درٻار ۾ نه اچن ۽ ست سنگ ۾ خلل نه وجهن. سنتن جي درٻار
۾ ڪو پهرو ٿو وهي جو ٻري ۽ ٻاهري کي سڃاڻي روڪ ٽوڪ
ڪندي وهي. دنيادار ۽ اهنڪاري جيڪو، جيڪا سنتن جي نندا
۽ آلوچنا ڪن ٿا سا ڄڻ چوڪيداريءَ جو ڪم ڏئي ٿي يعني
اهڙن سنساري ۽ اهنڪاري جيون کي پري رکي ٿي. اهڙا
شخص، دنيادارن جي شرم ۽ حياءَ، خوف ۽ طعن کان بچي
سنتن جي درٻار ۽ ست سنگ ۾ نٿا وڃن. صرف اهڙا شخص
جي سچي ۽ پوري پرمارٿ جا کوجي آهن، دنيادارن جي
ڏپ ۽ لڄ جو ڪوبه خيال نه ڪري سنتن جي درٻار ۾ پهچن
ٿا. انهيءَ ڪالسواءِ اها نندا پرمارٿ جي شوقين لاءِ هڪ قسم
جي پرکڻا آهي، يعني هڪدم معلوم ٿيو وڃي ته ماڻهو سچو
پرمارٿي آهي يا نه. جيڪي سچا کوجي هوندا آهن سي
ڪڏهن به دنيا جي بدنامي ۽ نڪته چيني ۽ مورکن جي طعن
کان نٿا ڊڄن ۽ پنهنجي اصلي مطلب يعني پرمارٿ کي حاصل
ڪرڻ واسطي، سنتن جي درٻار ۾ حاضر ٿين ٿا ۽ جيڪي
ڪوڙا آهن سي اُلي نٿا پهچن.

٤٦. دنيادارن کي ڏسوا ڇاڪاڻ ته هو دنيا کي سچيءَ
دل سان چاهين ٿا انهيءَ ڪري پنهنجي مطلب حاصل ڪرڻ
واسطي ڪهڙي به اسان ليءِ وڃڻ کان نٿا ڪيٻائن ۽ اهڙي
هيڏ ڊيٺا ڏيکارڻ ۾ هنن کي ڪو شرم نٿو ٿئي. مثال طور،
براهمڻ غير قوم وارن جي خدمتگاري يعني شيوا ڪن ٿا يا
پنهنجي اولاد جي بيماري هٽائڻ جي غرض ڪاڻ پيگيءَ جي
گهر وڃڻ کان نٿا هٻڪن. ڪيترا اوچيءَ ذات وارا پنهنجي
اشٽ يا ڌرم جي ڪا پرواه نه ڪري شيخن ۽ سيدن جون
قبرون وغيره پوڄين ۽ الڪ پوڄن ۽ پرين کي پوڄين. جڏهن

عقل پنهنجي نتو سگهي. انهيءَ سبب ڪري، ڪيترا ماڻهو پنهنجي ناداني، ڪم عقلي ۽ ڪم فهميءَ کان سنتن جي چال ۽ هلت تي آيا۽ آئي، مفت پنهنجو نقصان ۽ هرج ڪن ٿا يعني هنن جي سنگت کان پري هليو وڃن.

٤٣. سنت نٿا چاهين ته سندن درٻار ۾ دنيادارن جو وڏو انداز ۽ گهڻي ڀيڙ هجي. هو صرف اهڙن ماڻهن کي چاهين ٿا جن کي پرم پد حاصل ڪرڻ جو سچو شوق آهي. پر هنن کي اهڙن ماڻهن جي صحبت کان نهايت نفرت آهي جن کي دنيا جي چاه آهي. انهيءَ سبب ڪري هو، ڪا به شڪتي يا ظاهري ڪرامت اڪثر نه ڏيکاريندا آهن. ڇو ته اهي ڪرامتون ڏسي گهڻيئي سنساري ماڻهو ڇڪجي ايندا جنهن ڪري سنتن ۽ سندن سچن شيوڪن جي ست سنگ ۽ اڀياس ۾ خلل پوندو. جيڪو سندن وچن ۽ گيان کي پڌي وشواس ڪريتو انهيءَ کي البت اندروني ڪرامت يعني سچي مالڪ جي درشن ۽ جمال جو نور ۽ پرڪاش ڏيکارين ٿا ۽ هن جي سچي ڪاروبار ۾ هو هميشه اندروني ڏيان ڏيندا رهن ٿا. ته هن تي هو سنتن جي ڪرامت چڱيءَ طرح ڏسي ۽ سمجهي ٿو ۽ پوءِ هن جو ڀروسو به پڪو ٿيندو ٿو وڃي ۽ سندس سنتن جي چرنن ۾ روز بروز پريت وڌندي رهي ٿي.

٤٤. جتي سنت ستگور عام طور ست سنگ جاري رکن ٿا اُتي هنن جي درٻار ۾ اڪثر فقير ۽ محتاج به اچن ۽ وڃن ٿا. انهيءَ ڪري جائز آهي ته پريمي شيوڪ جيڪي تن ۽ سامان پيش ڪن سو انهن غريبن ۽ محتاجن کي ڏيئي سڦل ڪيو وڃي ڇاڪاڻ ته سنت شيوڪن جي ڏنل سامان ۽ تن کي پاڻ وٽ نه رکندا آهن.

٤٥. جتي سنت ستگور پنهنجي موج ۾ ست سنگ فرمائين ٿا، اتي هو جاتي بجهي به چار اهڙيون ڳالهيون ڪندا آهن

حڪومت جو فخر (۴) لم حياءَ ۽ دنيا جي ليڪيءَ ۽ بديءَ
جو ڊپ (۵) استري، اولاد، ڌن ۽ مال جي محبت (٦)
ڪوڙن ۽ سڪڙن متن جي پاسخاطري (۷) آشا، ترشنا ۽ دنيا
جي ڀوڳ ولاس جي چاهه (۸) خودي يا اهنڪار.

۴۳. جنهن مهاتما جي ست سنگ ۽ سيوا سان اهي ٻنڌن
روز بروز ڍلا ۽ گهٽ ٿيندا وڃن ۽ سچي مالڪ جي چرڻن ۾
ڏن ٻه ڏن پريم ۽ ڀروسو وڌندو رهي ته اهو سمجهڻ گهرجي
ته اهو سنت آهستي آهستي سڀني ٻنڌن کان ڇڏائي، نج
پد ۾ پهچائيندو. انهيءَ کانسواءِ ٻي ڪابه پروڙ ۽ اعتبار
جوڳي سڃاڻپ، سنت ۽ ساڌ جي ڪانهي. جيڪڏهن ڪير
ارادو ڪري ته سنتن جي لڇڻ ۽ چال چلن جي حال کي
ڏسي، انهن کي ڪتابن ۾ لکيل ڳالهين سان ڀيٽي يا سندن
ڪرامتون ڏسڻ چاهي يا سندن ڪنهن ٻيءَ طرح پرکڻا ۽
امتحان وٺي ته اها سندس بلڪل وڏي غلطي ۽ نادالي ٿيندي.
ڇاڪاڻ ته هن عيبن سان پربل ٿيل جيو کي ڪهڙي طاقت
آهي جو پنهنجي ٿوري بُڌي ۽ محدود عقل ۽ سمجهه سان،
سنتن جي حال ۽ آلمڪ پهچ کي پرکي سگهي. منش کي ته
ڀرين پنهنجي گهرج جي ڳالهه ڏسڻ گهرجي يعني ڪيس ڏسڻ
گهرجي ته سنت جي درشن ۽ وچن سان سندس دل ۾ ڪيتري
قدر مالڪ جي ملڻ جو شوق پيدا ٿئي ٿو. ڪيس جڳائي ته سچي
نمرتا ۽ نهٺائيءَ سان سنتن جي اڳيان وڃي. هنن سان ٻيا
اهنڪار ۽ چترائيءَ جي ورتاءُ ڪري. سندن وهنوار ۽ هلت
کي پنهنجي ٿم عقل سان نه پرکي، نه دخل ڏئي ۽ نه پنهنجي
راءِ ڏئي. ڇاڪاڻ ته سنت جيڪو ڪم ڪن ٿا سو ٻاهران ڪٿي
ٻاراڻو ڪمل ڏسڻ ۾ اچي پر اهو ڪڏهن به مطلب کان سواءِ نه
هوندو ۽ ضرور اُن ۾ سڀني جيون جو لاڀ هوندو. اسان جو
سچو فائدو ۽ نقصان ڇا ۾ آهي، انهيءَ جي ڄاڻ انسان جو

ڏجن ٿا. ڪبير صاحب، تلسي صاحب، جڳجيون صاحب، غريب داس جي، پلٽو صاحب، گورو نانڪ صاحب، دادو جي، تلسي داس جي، نابا جي، سوامي هرداس جي، سورداس جي ۽ روداس جي. مسلمانن ۾ شمس تبريز، مولوي روم، حافظ، سرمد، مجدد الف ثاني. انهن صاحبن جي وچنن ۾ بائيءَ مان سندن پهچ ۽ منزل جو پتو پوي ٿو.

٤٠. سچن سنتن ۽ فقيرن جي سڃاڻپ اِها آهي ته هو هميشه، سچي مالڪ کي اندر ۾ حاصل ڪرڻ سيکاريندا آهن ۽ ٻاهرين مورتن، تيرٿن، پوٿين ۽ ڪتابن ۾ نه ڦاسائيندا آهن ۽ نه هو ديوتائن اوتارن ۽ پيغمبرن جي پوڄا ۾ لڳائين ٿا. سنت، سهج يوگ يعني سرت شبد جي اڀياس ڪانسواءِ ٻيو ڪو به رستو مالڪ جي ملڻ جو نه ٻڌائيندا آهن. هو پنهنجي وقت جي (Contemporary) ڪامل مرشد يا پوري ستگور جي شيوا ۽ خدمت ۽ پريت جو اُپديش ڪندا آهن. هو اِستري، اولاد، ڌن، مان ۽ مرتبي جو پيار روز بروز گهٽائي، ڪوجيءَ جي هردي ۾ سچي مالڪ لاءِ پريم ۽ پيار وڌائين ٿا. هو پاڻ به هر وقت پنهن ڌيان ۾ رهندا آهن ۽ پنهنجن شيوڪن کي به انهيءَ ڪم ۾ لڳائين ٿا. هو، گذريل وقت جي ڌرمن، ڪرمن، ڀرمن، شڪ شبهه ۽ ڀين اشٽن کان دور رکي، هڪ ئي سچي ۽ ڪل مالڪ کي اشت ڪرڻ جي هدايت ڪن ٿا. آهستي آهستي سيني اندروني ۽ ٻاهروني ٻڌنن جي جڙ ڪاٽي، جيئري ئي يعني هن ئي سرير ۾ مالڪ جي چرنن ۾ پهچائين ٿا، پر شرط هي آهي ته ماڻهو هنن جي شيوا ۽ ست سنگ کان هٽي نه وڃي ۽ روز بروز سندن چرنن پرپريم ۽ ڀروسو وڌائيندو رهي ۽ جيئن هو فرمائين تيئن ڪندو رهي.

٤١. رشي وسشٽ اڀمان ٽن قسمن جا ٻڌن آهن: (١) خاندان يا ونش جو فخر (٢) ذات جو فخر (٣) عهدي يا

رنگ، تماشا ۽ عيش جاري ڪري ڇڏيا آهن. سنت سنگهہ جا مکيہ ڳالهہ هئي، تنهن جو ڪوبہ خيال نہ ٿو ڪيو وڃي. پوڄا ڪندڙن کي خوش ڪرڻ لاءِ نوان نوان ولندرجا طريقا اختيار ڪيا ۽ مندرن کي سينگارڻ چالو ڪيو. اهڙي طرح اڄ ڪالهہ ليرن ۽ ورتن مان انهن جي اصلي مطلب ۽ مقصد جي ورڌ نتيجو نڪري ٿو. ايستائين جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙن ليرن تي نٿو وڃي ۽ پنهنجي گهر ۾ واهي مالڪ جو نام جپي ٿو تہ هو ڪيترن ئي پاپن ۽ ڪُڪرمن کان بچيو رهي ٿو. اهڙو ماڻهو انهن کان بهتر آهي جيڪي ليرت ڪن ٿا ۽ ليرت استانن تي چڱا چڱا طاقتور ڪاڏا ڪالي تماشا ڏسن ٿا ۽ اهڙين بي فائدي ڳالهين ۾ پنهنجو وقت خراب ڪن ٿا ۽ ليرن ڪرڻ جو اهنڪار پنهنجي دل ۾ رکن ٿا. اهڙي حالت، اڄ جي وقت ۽ ماڻهن جي ڏسي، سنتن کي ڏاڍي دليا آئي ۽ جيترو ٿيڪ هئن کي سچا پرمارٿي ۽ کوجي تمام ٿورا ڏسڻ ۾ آيا، تڏهن نہ هئن پنهنجي دليا مهر ڪري، وچن ۽ باڻيءَ وسيلي سڀني کي پرم پد جو اپديش ڪيو. جن جن انهن جي وقت ۾ سندن وچنن کي چت سان ٻڌو ۽ سمجهيو ۽ ان تي وشواس ڪيو ۽ ابياس ڪيو، انهن کي سنتن پرم پد ۾ پهچايو. باقي ٻين ماڻهن واسطي سنتن جي باڻي ڇڏي ڪري رکي ويئي تہ جيڪو ان کي پڙهي ۽ سمجهي، اهو بہ سنتن جو قدرڄاڻي ۽ سچي مالڪ جي پراپتيءَ لاءِ پوري سنت ستگرو جي ڳولا ڪري. ڪرم ۽ پرم يعني مورتي، باڻي، جانورن، وڻن، ديوتائن ۽ اوتارن جي پوڄا کان پري رهي، هڪ سچو مالڪ، جو سڀ جو ڪرتا ۽ سڀ کان مٿي آهي، تنهن ۾ پڪو پريم ۽ ڀروسو رکي، هن جي چرنن جو درشن حاصل ڪندو.

٣٩. گذريل سعد سؤ سالن ۾ جيڪي پورا ۽ سچا سنت، سچا ساڌ ۽ فقير پرگهٽ ٿيا آهن، انهن مان ڪن جا نالا هت

وڃائي رهيا آهن ۽ سهج يوگ جي اڀياس ۽ ستگرو ڀڳتي
کان بلڪل بي خبر ۽ اڻ ڄاڻ آهن اهي ڀرم ۾ پد ڪسي ڪيئن
پهچي سگهندا؟ اها ۽ حقيقت آهي ته گسائين ۽ پوڄاري ۽ کان
وٺي ڀائرين ۽ پوڄڻ وارن لاءِ ڪو ورلو سچي ۽ دل سان مورت
۾ سچو ۽ پڪو ڀروسو رکي ٿو نه ته دنيا جي مورت يعني
مايا ۽ ان جي پدارٿن کي ئي سڀ ماڻهو پوڄين ٿا ۽ ٻين کان
پوڄا ڪرائين ٿا.

٣٧. اهوئي حال هاڻ تيرٿن جو به ٿي ويو آهي. اڳين
مهاتمائن، ست سنگ، دان پن ۽ ايڪانت ۾ ڪجهه ڏينهن
گهر کان دور رهڻ واسطي، اهي تيرٿ استان مقرر ڪيا پر
آهي اڄ ميلي ۽ تماشي جا استان ٿي ويا آهن. هرڪو اتي
پنهنجي من جي آنند ولاس، دوستن جي ملاقات، سير ۽
تماشي، سوکڙين ۽ ٻين سامان خريد ڪرڻ لاءِ ڀڳو ويندو آهي.
سمرڻ ۽ ڀڄن جو اتي نشان به ڪونهي. هاڻ اهڙن ئي ماڻهن
کي سمجهائجي ٿو ته ڀائي ذرا غور سان ويچار ڪري ڏسو ته
اهڙي حالت ۾ تيرٿ ڪيئن مڪتي ڏيئي سگهندا. ورتن جو به
ٿورو گهڻو ڪري اهوئي حال آهي. اهي خوشين ملهائڻ جا ڏينهن
ٿي پيا آهن. اڳين مهاتمائن اندرين ۽ من کي ضابطي ۾ آڻڻ
لاءِ، جاڳرتا ڪرڻ لاءِ، پوڄا ۽ ست سنگ لاءِ، اهي ڏينهن
مقرر ڪيا هئا. پر اڄ ڪلهه انهن ڏينهن کي شطرنج ۽ چوپڙ
راند ڪرڻ، رات ڏينهن سمهڻ ۽ ورت ٽوڙڻ مهل سنن سنن
ڪاڏن ۽ طرح طرح جي ميون ۽ کيرڻين کائڻ ۾ گذاريو ٿو وڃي.

٣٨. مورتي پوڄا اصل ۾ ڌيان کي استر ڪرڻ ۽ چت کي
اندر ۾ ايڪاگر ڪرڻ واسطي مقرر ڪئي ويئي هئي. پر اڄ
ڪلهه، اصلي مطلب کي وساري، ماڻهو نسالي ماٿو مندرن ۾
اچڻ ۽ وڃڻ، هار گل ۽ جل چاڙهڻ ۾ ئي پورا آهن ۽ پوڄارين
ن کي پنهنجي روزگار جو وسيلو سمجهي مندرن ۾ ڪيل، ناچ،

دنيا ۾ جي دشمني ٿئي ته جيڪر هن جهڙو ڪم سولائيءَ
سان ٻڌجڻ شروع ٿي وڃي ! پر ان ڳالهه ۾ ته اها مشڪل آهي
ته اهڙي سٽڪور کي پنهنجو مطلب لڪن، لوڀي ۽ دغاباز جهڙو
سمجهي، انسان سندس ڳڙن قبول نٿو ڪري. دنيا جي ماڻهن
کي بيوقوف ۽ ذليل ڏسي، ڪي ماڻهو، جي حشمت ۾ پوڙهي
۽ عيش ۽ دنيا جا غلام آهن، پاڻ کي مرشد يا گورو بڻائي،
پنهنجو روزگار خوب جاري رکيو ويٺا آهن. جيتري قدر ٿي
سگهي ٿو اهي غريب ۽ ذليل انسان کي ڏن، استري اولاد،
تندرستي ۽ ناموس حاصل ڪرڻ جي لالچ ڏيئي، ڄا ڄاڻ سچ
پنج انهيءَ جي اندر ۾ لڳل رهي ٿي، ڪين پريم ۽ دوکي ۾ وڌو
يعني ڪالئين پٿر، پاڻي، وڻن ۽ جانورن جي پوڄا ڪرائي پنهنجو
مطلب سڌ ڪيو ۽ ابرن، ورڻن، هون ۽ يڳيه ۾ پرمانو ۽
انهن کي وڏي واڪي ٻڌايو ته هڪائي ورت ۽ تيرٿ ڪرڻ
سان ڪين موڪش ملندو. جي ڪٿي اهو روزگار نه ڪيو ان ته
انهن وچارن ڀلين کي گهڻت ۾ ٿهڻ سڌو رستو ته ٻڌائين ها
جنهن ۾ هن جو نه ڪجهه فائدو ٿئي ها. پر سچي مارگ ۽
جڳتيءَ جي ڪين ٿي خبر ڪونهي، باقي پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ٻڌائڻ
۾ سڀ استاد ۽ هوشيار آهن. شري ڪرشن مهراج اوڌو کي
جيڪو اپديش ڪيو انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته جيتو ٽيڪ
اوڌو ڪرشن مهراج جي صحبت ۽ خدمت ۾ گهڻا سال گذاريا
ته به هن ڪان اهو نه ٿي سگهيو جو اوڌو کي پاڻ سان پرم پد
۾ وٺي وڃي. سو اوڌو کي هدايت ڪيائين ته بدرين ٿون
يوگ ابياس ڪر تڏهن پرم پد جو لائق ٿيندين. هاڻ اهو
سوچڻ گهرجي ته سچي ڪرشن مهاراج جي شبدن، ٿهل ۽ سکيه
۾ اوڌو جهڙو پريمي به ٻيا ابياس پرم پد کي پهچڻ جي لائق
نه ٿيو ته پوءِ اهي ماڻهو جي ڪرشن مهاراج جي سروپ جو
نقل ڪري يا ڏالوءَ جو ناهي ان جي شبدا ۽ ٿهل ۾ پنهنجو وقت

يعني ليرٿن، ورتن ۽ مورتي پوڄا ۾ قائل آهن، سي نه ويچار
ڪنهن ڳڻپ ۾ئي ناهن. مطلب ته هو بلڪل اونده ۽ غفلت
۾ پيا آهن ۽ جيڪڏهن هو انهن ئي ڳالهين ۾ پيا هوندا ۽ اصلي
مالڪ جي کوج نه ڪندا ته سچي مالڪ جو پتو ۽ درشن هرگز
نه پائيندا.

٣٥. گديا چڪر کان وٺي سهس دل ڪنول جي هيٺ
تائين ڇهه چڪر آهن. اها افسوس جي ڳالهه آهي، جو مالڪ
۽ اُپائيندڙ جو ايڏو مهربان ۽ ديال آهي ۽ جنهن هيءَ سڀ
رچنا پيدا ڪئي آهي ۽ انسان کي اُتم ديهي ڏني آهي ۽
قسم قسم جا سامان ۽ صورتون پيدا ڪيون آهن تنهن کي
ماڻهو، پٿر يا ڌاتن مان ٺهيل بتن ۾ يا پاڻيءَ جهڙوڪ گنگا، جمنا
۽ نربدا يا وڻن جهڙوڪ تلسي ۽ پپر ۾ يا جانورن جهڙوڪ ڳانءِ،
هنومان يا نانگ جي صورت ۾ ڳولي پوڄين ۽ ڳولين ٿا. انهن
سڀني کان نه پرڪش سج، چنڊ ۽ خود انسان وڏو آهي.
مالڪ جي پيدا ڪيل شين کي خدا يا مالڪ سمجهي پوڄڻ ۽
اصل مالڪ جي کوج نه ڪرڻ، بلڪ پنهنجي هٿ جي ٺاهيل
شين کي پاڻ ئي پوڄڻ، اهو ڪيتري قدر نه پنهنجي غفلت،
بيوقوفي ۽ بيپرواهي ظاهر ڪري ٿي آهي. اتم نر ديهي حاصل
ڪري ان کي مفت برباد ڪرڻ ۽ نيچ گتيءَ کي پائڻ ۽
چوراسيءَ جي نيچ جوٽين کي پائي نرڪن ۾ وڃڻ، انهيءَ کان
وڏو گناهه ۽ پاپ انسان لاءِ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن
سچي مالڪ جي انسان کي خبر هجي ها ته سندس دل ۾ مالڪ
جو ڪجهه پيار ۽ ڀؤ پيدا ٿئي ها. جيڪي شيون انسان خود
پنهنجي هٿن سان ٺاهيون آهن، انهن سان سندس پيار يا انهن
مان ڪيس خوف ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟

٣٦. جي ڪنهن کي پورو ستگور، جو سچي مالڪ سان
مايل آهي، يا سچو ساڌ يا فقير ملي وڃي ۽ انهيءَ جي هن ئي

ورلو ئي جن چڪر ٽائين ۽ ڪو خاص خاص سهس دل ڪنول تائين پهچي، جوڳي يا جوڳيشور جي گتي حاصل ڪندو هو. پر هاڻي سنت اڀياس، شروع ئي سهس دل ڪنول ڪان ڪرائين ٿا ۽ اشٽانگ يوگ يا پراڻايام جنهن ۾ ساهه روڪڻو پوندو آهي، ان جي بدران سهج يوگ يعني سرت شبد جو سولو رستو جاري ڪيو آهي. اهو اڀياس ٻار به ڪري سگهي ٿو. هن جو فائدو، پراڻايام، مدرا، هٺ يوگ وغيره کان بلڪل گهڻو آهي. ٻين سڀني يوگن جا فائدا، سرت شبد مارگ لي هلڻ واري کي رستي ۾ ئي حاصل ٿيندا وڃن ٿا جنهن جو وڏيڪ احوال اڳتي ڏنو ويندو.

٣٤. هاڻ اهو سوچڻ گهرجي ته جيڪي ماڻهو ناڀي يا هردي چڪر ۾ ڌيان لڳائين ٿا اهي اصلي استان کان ڪيتري قدر پري آهن؟ جي ڪير انهن هيٺين استانن لي سوڀ به ڪٺي پائي ته به جيڪي ڪجهه هن کي حاصل ٿيندو سو اصلي استان جو پاڇو يا ڇايا آهي. اڄ ڪلهه ناڀي ۽ هردي چڪر لي فتح پائڻ ٻه تمام مشڪل ۽ ڪٺن ٿي پيو آهي ڇاڪاڻ ته پراڻايام يا مدرا جو اڀياس ڪنهن کان به ٿي نٿو سگهي. جڏهن هنن کي علوي يعني آسماني استانن جي بلڪل ڄاڻ ئي ڪانهي ۽ مثلي يعني هيٺين استانن کي ئي هو آسماني استان يا سڌالت سمجهي ويٺا آهن ۽ پوءِ هو ڌر يعني اصلي استان لي ڪيئن پهچي سگهندا ۽ ڪُل مالڪ جو پد ڪڏهن حاصل ڪري سگهندا؟ الهيءَ ڪري سنتن، جي سڀ کان اوچي ۽ مها نرمل ۽ پورڻ استان ست نام ۽ راڌا سواميءَ ۾ پهتل آهن، فرمائين ٿا ته سڀ دنيا جا ماڻهو غلطيءَ ۽ دوکي ۾ آهن. مالڪ سندن ڪٿي آهي ۽ هو ڳوليس ڪٿي پيا! اهو آهي حال انهن جو جيڪي ڳُرو ب گهٽي انترمک پوڄا، شيوا ۽ ڌيان ڪن ٿا يا جهن چڪرن ۾ اندر وڃڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پر جيڪي ٻاهر مکي آهن

ڪارڻ آهي جو هو پنهنجي ڌرمي ڪتابن، جي ڪيترا ئي
دلچسپ يا پُرانا آهن، انهن جي وچن تي جهڙو اعتقاد هئڻ
کپي اهڙو نٿا ڪن ۽ نڪو اهڙا ماڻهو ڌرم يا مذهب جي
اهڙي پوري تحقيقات ڪن ٿا جهڙي سچي عمر دنيا جي
پين ڪمن جي. هرڪو پنهنجي من انوسار يا پين کي ڏسي
ڪنهن نه ڪنهن اشت ۾ ڀروسو ڏئي ٿو پر پنهنجي عقل سان
تحقيقات نٿو ڪري. اهڙي اشت جو ڀروسو فقط نالي ۾ آهي.
ان ڪارڻ ئي دنيا ۾ روز بروز برن ۽ ڀيڙن ڪمن جي ترقي
ٿيندي پيئي وڃي. چاڪاڻ جو ڀؤ رهيو ڪونهي ۽ نه ڪنهن
کي ٻئي ڪنهن جي حال جي پرواهه آهي. انهيءَ ڪري ماڻهو
روز بروز نيچتا ڏانهن گهلبا پيا وڃن.

٣٢. پنڊت، سنياسي، ساڌو ۽ مولوي، جن ويد مت ۽ قرآن
مت جي شروعات ۽ اڳواڻي ڪئي سي پاڻ هن روحاني دولت
کان خالي آهن ۽ هو پاڻ پين کان وڌيڪ دنيا جي پوڄ ولاس،
لوڀ ۽ مان وڏائيءَ جي چاهه ۾ قائل آهن. هاڻي ڪير هنن
سيني پنڊتن، ڀيکين ۽ گرهستين کي سندن غلطيون ڏيکاري،
کين سڌي رستي تي لڳائي؟ اهو ڪم فقط سنتن جوئي آهي.
جيڪو به هن وقت سنتن جي وچن کي چڱيءَ طرح سمجهي
ان جو ابياس يعني ساڌنا ڪندو اهو بيشڪ من جي فريب
۽ مايا جي ڄار کان بچندو. نه ته هرڪنهن کي اختيار آهي
ته جيئن وڻيس تيئن وڃي ڪري، هن ڳالهه ۾ زور زبردستي
نٿي ٿي سگهي.

٣٣. سنتن جي دَيا ۽ مهر ۾ ذرو به شڪ ناهي جو هنن
اڄ ڪلهه جي ماڻهن واسطي ٿوري ۾ سچي مت ۽ مارگ جو
ڀت ۽ مالڪ جي ملڻ جو سولو رستو ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ
وقت ۾ ابياسي پنهنجو ابياس مول چڪر يعني گديا چڪر
کان شروع ڪندا هئا ۽ تمام گهڻي مشڪلات ۽ عرصي کانپوءِ ڪو

جو عقل ھن مت کي سمجھي نٿو سگھي. ڇاڪاڻ ته پيدائش
کان اھڙن ماڻھن کي نه ويچارن ۽ پرمالين تا ٽھن ڪري ھو
سنتن جي مت ۾ ڪو نشچو نٿا ٻڌي سگھن ۽ پنھنجي پراڻي
اشت کي ڇڏي سنتن کي پنھنجي اشت ڪري ۽ ھن کي
ڏکيائي لڳي ٿي. سنتن جي اھا مرضي نه آھي ته ھو نشچي
۽ ڀاءُ پوريءَ رات سنت مت کي سمجھڻ جي، ڪو عام ماڻھو
ھيءَ مت اعتبار ڪن. ڇاڪاڻ ته اھڙو اٿل وشواس وري
اھائي ڪريل حالت پيدا ڪندو، جھڙي اڄ ڪالھ ديوتائن
۽ اوتارن جي پوڄا ۾ آھي. ظاھري طرح ته ماڻھو رام، ڪرشن،
مھاديو، وشنو، شڪتيءَ ۽ برھم کي اشت رکن ٿا پر اندر ۾
ھو ڌن، استري، اولاد ۽ ناموس جا عاشق آھن ۽ انھن جي
آڌين آھن. ڪين پنھنجي اشت جي حڪم جي ڪتاب پرواھ
ڪرڻي، نه وري انھن جو ڪو ڏپ اٿن. سندن دلين ۾ ھن
لاءِ ڪا محبت يا پريم جي جڳھ نه آھي. اھڙيءَ حالتيءَ مان
ڪو به آتمڪ لاڀ نٿو ٿي سگھي ۽ نه ڪي اھا حالتي، ڪنھن
اوتار، ديوتا، سنت، ست پرش يا پرم پرش پورن ڌڻي
راڌا سواميءَ جي ھجي.

٣١. چمڪو وشواس، ڪرامتن ۽ شڪتين کي ڏسي ٿي
۽ سو ٽڪناءِ نٿو ڪري ڇاڪاڻ ته جيستائين ڪنھن مت يا
عقيدي کي عقلي ۽ مذھبي دليلن سان پوريءَ ريت نه سمجھيو
ويو آھي ليستائين ان تي پڪو پروسو ۽ يقين نٿو ٿئي. اھا
ڳالھ اڄ ڪالھ صاف نظر پيئي اچي ته ڪيترا ماڻھو، جي
ظاھريءَ طرح ھندو يا مسلمان وغيره آھن پر اندروني طرح
ھن جو مذھب ۾ ڪو به وشواس ڪونھي. انھيءَ جو ڪارڻ
ھي آھي ته ھن پنھنجي مت يا مذھب جي ڪتابن کي غور
۽ خيال سان ڪڏھن پڙھيو آھي، نه سمجھيو آھي ۽ نه وري
ڪنھن عامل ڪان انھيءَ بابت ڪا تحقيقات ڪئي آھي. اھڙي

سڌي رستي کان گهڻو پري نڪري ۽ نهايت پلي ويا آهن، سنت پرش راڌا سواميءَ کي ڏيا آئي ۽ هُو ڪرپا ڪري سنت ستگور جو روپ ڌاري سنسار ۾ پرگهٽ ٿيا ۽ سچي مت ۽ مارگ جو ڀيد صاف صاف ٻاڌائيءَ ۽ وچنن ۾ کولي ظاهر ڪيو. جڏهن هنن ڏٺو ته براهمڻ پنهنجي آجيوڪا يا روزگار واسطي، پرمارٿ ۾ گهڻيون چالاڪيون ڪيون آهن ۽ اصلي ڪتابن کي سڀني جي نظر کان لڪايو ويو آهي تڏهن هنن ڏيا ۽ مهر ڪري سمورو ڀيد، تمام سولي ٻوليءَ ۽ تمام سولي نموني ۾ ظاهر ڪيو ۽ جيون کي اپديش پڻ ڪيو. جيئن ٿيڪ براهمڻن جي چار اهڙي ٻولي نه هئي جو سنتن جو اپديش سولو جاري ٿئي پر وري به آهستي آهستي ڪيترائي جيو، جن ويچار ڪري، اصل ڳالهه کي سمجهو ۽ حقيقت پروڙي، تن اهو اپديش سچي سنت مت اختيار ڪيو. اهڙا سنت هئا، ڪبير صاحب، گرو نانڪ صاحب، جگجيون صاحب، پلٽو صاحب ۽ غريب داس جي، جن ٻولين سنتن صدين ۾ جدا جدا هنڌن ۽ وقتن ڌي، پرگهٽ ٿي سنت مت جو پرچار ڪيو.

٢٩. پنڊت ۽ ڀيکي هرڪنهن سنت جي وقت ۾ زور ۽ شور سان سنتن جي مخالفت ڪندا رهيا آهن ۽ وس پڄندي ڪوشش ڪندا آيا آهن ته سنتن جو اصلي مت، جو پرلو يعني برهم تائين ويد مت موجب ساڳيو آهي سو نه ڦهلجي ڇاڪاڻ ته انهن کي پنهنجي روزگار وڃڻ جو خوف هو. انهن پنڊتن ۽ ڀيکين، بيوقوف ۽ سنساري ماڻهن کي گهڻن ئي نمونن سان ڀرمايو ۽ ٺڳيو. انهيءَ ڪارڻ سنت مت جو، جهڙو وڃڻ گهرجي اهڙو واڌارو ۽ ترقي نه ٿي.

٣٠. اها به حقيقت آهي ته سڀ ماڻهو سنت مت جي لائق نه آهن. جيڪي وشئي ۽ پوڄي آهن ۽ جن کي مالڪ سان ملڻ جي ۽ پنهنجي اڌار جي سچي چاهه ڪونهي، اهڙن ماڻهن

جي ٻورڪن، وقت جي حالت اوسار دنيا جي جيون کي
موڙ ڏيڻ ۾ اهڃاڻ سمجهي ڪن اوتارن ۽ ديوتائن وغيره جي
ٻاهرين پوڄا ۾ لڳا هو. انهيءَ خيال کان ته اهي تالا ۽ روپ جي
اصل الڏ ربن استانن ۾ انهن جي مالڪن جا هئا، ان کي ماڻهو
پاڻ ڪي جيئن سنڌين ڏارنا ٻهرين ٻاهر مڪي ڇڏي، پوءِ الڏ ۾
لڳي. پر عام ماڻهن کان اهو ڪم نه ليڪ ۽ پورو نه ٿيو. پوءِ
ڪن برهمڻ اپاس کي سولي ڪرڻ لاءِ ۽ خيال ۽ دوشٽيءَ کي
هڪ هنڌ ڄمائڻ لاءِ اعليٰ درجي جي اوتارن ۽ ديوتائن جي
مورتين جوڙيان ڪرائڻ شروع ڪيو. پر ڌرم جي واپار ڪندڙ
روزگاري پنڊتن اهو موقعو پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ سلو
سمجهي، شاعرڪارن کي پيلا ڪانئن ولن وڏن اوتارن ۽
ديوتائن جا مندر ٺهرائڻ چالو ڪيا. اهڙيءَ طرح پنهنجي روزگار
واسطي انهن جي پوڄا تمام زور شور سان چالو ڪرائي ۽ پراڻا
ڪتاب جن ۾ اپاس ۽ اپاشنا جا پيد لکيل هئا ان کي لڪائڻ
شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح آهستي آهستي اوتارن ۽ ديوتائن
جي پوڄا عام جاري ٿي ويئي. حقيقت اها آهي ته اهڙي
پوڄا ڪرڻ ۾ ڪنهن کي به ڪجهه تڪليف نه ٿئي ۽ هرڪو
اها سولائيءَ سان ڪري سگهي ٿو. ان ڪارڻ سڀ ان پوڄا
۾ لڳي ويا ۽ الڏ روڻي اپاس جو پيد روز بروز گم ٿيندو ويو
۽ سڀ ڳالهيون برمارلي ٿيندا ويا. آهستي آهستي سچي دنيا
۾ اها چال جاري ٿي ويئي. سنساري ۽ پوڄي ماڻهن کي اها
پوڄا ڏاڍي پسند آئي ڇاڪاڻ ته اها سندن من جي موافق
هئي ۽ انهيءَ ۾ ته هو مايا جي ٻوجهه ۽ ولاس جو رس وٺڻ لڳا.
٢٨. هن وقت ڪلجڳ جو گهڻو زور ۽ شور ڏسجي، جيئن
ايڪ ٽولن جي دکن، جهيڙڪ غريبي، بيماري، پليڪ
ڏن، بکڙن ا جي وڏي ٻاڻ ۾ حسد ۽ وروڌ سڀ پيدا
انهن ۾ گرفتار ڏسجي ۽ اهو ٻڌ ڏسجي ته سڀ جيو،

لائين. پراڻ استان کان مٿي واري استان کي پار برهم چون ٿا.
سنت مت موجب، سفلي (هيٺيان) استان، اسٿول سرگ ۽
اڇي وڃن ٿا ۽ سهس دل ڪنول ۽ ترڪٽي، اهي ٻئي نرمل
سرگ ۾ اچن ٿا. انهن ٻنهي استانن کان مٿي سن استان آهي
جو خالص نرگڻ ڪوٺجي ٿو. ان کان ۾ پريان سنتن جو ديش
شروع ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري ٿي چيو ويندو آهي ته سنتن جو
استان سرگڻ ۽ نرگڻ جي پار آهي. اهوئي سبب آهي جو
ڪرشن مهراج ارجن کي اُپديش ڪيو هو ته ”ويدن جي حد
کان (جي ترگڻ آلمڪ يعني سرگڻ آهن) جڏهن پار ٿيندين
تڏهن اصلي مقام تي پهچندين.“ رچنا جو راز ۽ نمونو وغيره
۽ جا جا شڪتي ۽ قدرت، انهن استانن ۾ رکي ويئي آهي
سا بي انت آهي. اهو سڀ حال سچي ابياسيءَ کي پوري
ستگرو روءِ کان معلوم ٿئي ٿو ۽ ابياس ڪندي اهو سڀ ڪجهه
هو پاڻ ڏسندو ويندو.

۲۷. هاڻ اها ڳالهه ظاهر ڪرڻ ضروري آهي ته جڏهن
پراچين سادن، جوگيشورن ۽ ٻين مهاتمائن ڏٺو ته علوي يعني
آسماني استانن جو ڀيد تمام باريڪ ۽ مشڪل آهي ۽ هرڪنهن
کي ان جي سمجهڻ جي طاقت نه آهي ۽ انهن جو ابياس پراڻايام
وسيلي تمام ڪٺن آهي، خاص ڪري پراڻي وقت ۾ جڏهن
براهمڻن کان سواءِ ٻئي ڪنهن به ورن کي ڌرمي ڪتابن پڙهڻ
جو حڪم نه هو، تڏهن انهن مهاتمائن پهرئين فقط سفلي يعني
هيٺين استانن جو ڀيد ظاهر ڪيو ۽ مٿين آسماني استانن جو ڀيد
ڳجهو رکيو. مطلب ان جو اهو هو ته آهستي آهستي جيئن
ابياسي انهي منزلون چڙهندو ويندو ليئن هن کي اڳتي وڃڻ
جو ڀيد ٻڌايو ويندو. پر اهو رستو ۽ ان جو ابياس اڻترو ته
ڏکيو ۽ تڪائيندڙ هو جو انهن هيٺين استانن جا ابياسي به
ڪي بلڪل ٿورا وڃي پڄيا پوءِ آهستي آهستي، انهيءَ وقت

هن ۾ جڳهه تان سڄي شرير يا پنڊ جو انتظام ٿي رهيو آهي. پر اها ڳالهه سمجهڻ کپي ته هت پنڊ يعني شرير جو مطلب سوکشم شرير آهي ۽ سڀ سنڪلپ ۽ وڪلپ انهيءَ استان تان پيدا ٿين ٿا. رنج ۽ خوشي، خوف ۽ اميد، ڏک ۽ سک جو اثر به هن ۾ هنڌ ٿئي ٿو.

٢٢. چوٿون چڪر ناڀي ڪنول آهي جو ڏهن پتن آهي. هن هنڌ وشنو ۽ لڪشميءَ جو واسو آهي. شرير جي پرورش (Nourishment) هن جڳهه تان ٿي رهي آهي. استول پراڻن جو مدار هن جاءِ تي آهي.

٢٣. ٻيون چڪر، اندري ڪنول آهي. انهيءَ جاءِ تي برهما ۽ ساوتريءَ جو واسو آهي. استول شرير جي پيدائش، اُن جي طاقت ۽ ڪام وغيره جي ظاهر ٿيڻ جو استان هي آهي.

٢٤. پهريون گدا چڪر، گدا وٽ آهي. هن جاءِ تي گڻيش جو واسو آهي. پراچين زماني ۾ پراڻايام يعني اشٽانگ يوگ جو ابياس انهيءَ هنڌ تان شروع ڪيو ويندو هو. انهيءَ ڪارڻ هر ڪنهن ڪم جي شروع ڪرڻ وقت گڻيش جي پوڄا مقرر ڪئي ويئي هئي.

٢٥. هاڻ اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ کپي ته اهي سڀ علوي ۽ سفلي استان، انسان جي اندر ۾ آهن. ٻاهر سان انهن جو ڪوبه واسطو ناهي. هيٺيان سفلي استان، گدا جي چڪر کان وٺي اکين جي هيٺان ختم ٿيا. اُن ڪري شرير يعني پنڊ جي حد اکين تائين آهي. انهيءَ کي شرير جي نون دروازن جو پسارو به چوندا آهن. اهي نَوَ دروارا آهن — ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه ناسون، وات اندري ۽ گدا.

٢٦. سهس دل ڪنول جو ميدان، اکين جي مٿان شروع ٿئي ٿو ۽ اتان ٿي برهمانڊ جي حد جي شروعات ٿئي ٿي، جا ٻي ڏسوين دوار جي هيٺان ختم ٿئي ٿي يعني پراڻ استان

استان آهي.

١٨. ڇهڙي طرح سمت لوڪ کان ولي سهس دل ڪنول تائين ڇهه مقام علوي يعني آسماني استان آهن، اهڙيءَ طرح اُن جي هيٺان پنڊ ۾ به ڇهه سفلي استان آهن، جي سچ پچ مٿين علوي استانن جو عڪس يا پاڇو آهن. انهن جا نالا ۽ استان جدا جدا آهن. حضور راڌا سوامي ديال انسانن لي بيحد ديا آڻي جيڪو سولو طريقو ابياسين لاءِ ظاهر ڪيو آهي تنهن موجب انهن هيٺين استانن کي پار ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي، تنهن هوندي به اهو واجب آهي ته انهن استانن جو مختصر احوال، شڪ شبهو دور ڪرڻ لاءِ ڏنو وڃي. انهن چڪرن کي کٽ چڪر چئجي ٿو. اهي سڀ استان پنڊ يعني شرير سان واسطو رکن ٿا. جيڪي علوي يعني آسماني استان آهن انهن جو واسطو برهمنڊ ۽ ان کان پري وارن استانن سان آهي.

١٩. پهريون چڪر ٽهي اکين جي پٺيان آهي. هت سرت يعني روح يعني جيو آتما جي بيٺڪ آهي. انهيءَ استان تان، آتما سرير ۾ آهستي آهستي هيٺين پنجن چڪرن ۾ پکڙجي ٿي. هن جو نالو پرماتما آهي ۽ گهڻن متن ۽ مذهبن جو خدا يا برهم يا ڀڳوان اهوئي آهي. جاڳرت اوستا ۾ آتما جي به اُتيئي بيٺڪ آهي. ڪي پيغمبر، اوتار، ولي، جوڳي ۽ سنت هتان پرگهٽ ٿيا آهن.

٢٠. ٻئي چڪر جو استان ڪنٺ يعني ڳلي ۾ آهي. سرت جو پاڇو يا عڪس جڏهن ڪنٺ چڪر تي پوي ٿو تڏهن سپنن جي رچنا ڏيکاري ڏئي ٿي. ڪيترن ئي متن ۽ مذهبن جو وشراٽ سروپ ڀڳوان ۽ آلم پد اهوئي آهي ۽ شرير جي پرانن جو استان به اهوئي آهي.

٢١. ٽيون چڪر هرديه ۾ آهي ۽ اهو دل يعني پنڊي من جو استان آهي. شو شڪتي جي ٻاڇي جو واسو به هت آهي.

چيتن آڪاش جو ظهور آهي يعني سڄي هيٺين رچنا کي اهو چيتن آڪاش شڪتي ڏيئي رهيو آهي. ايستائين، ٻرهماس علوي يعني مٿين استانن (Higher Regions) جو احوال ٻڌايو ويو. هن استان جي ڌڻين پرهما، وشنو ۽ مهاديو جا استان آهن. جتي انهن ديوتائن جو اصل روپ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سنت ۽ فقير سرت کي اکين جي استان تان ڪڏهين ڀيرن هن استان طرف مٿي چاڙهيندا آهن. هن رستي تان سواءِ پوري ڪرڻ رستو مٿي چڙهڻ جو نه آهي.

١٦. ايستائين شبد يا ناد جا درجا مقرر آهن يعني جيترا استان آهن اوترائي شبد آهن. سنت لوڪ تان وٺي هيٺ سهس دل ڪنول تائين پنج استان آهن ۽ پنج شبد آهن— آهي پنج شبد ڪامل مرشد يا پوري ستگرو کان معلوم ڪري سگهجن ٿا. هرهڪ استان لئي جدا جدا شبد آهي ۽ انهيءَ جو ڀيد به جدا جدا آهي. پنجون شبد سنت لوڪ ۾ آهي ۽ انهيءَ جي ٻڌڻ جيڪا شبد جي ڌارا آهي انهيءَ جو بيان ٻڌائڻ يا لکڻ ۾ نٿو اچي سگهي ۽ اڪو اڻ جيترو نمونو هن دنيا ۾ آهي، جنهن سان ان جي ڀيٽ ڪئي وڃي. اهو شبد انهيءَ منزل يا استان لئي پهچڻ وقت ابياسيءَ کي معلوم ٿيندو آهي. آهي پنج شبد انهن پنجن استانن جا نشان آهن. انهن جي ڌن کي پڪڙي سرت هڪ استان تان ٻئي استان تائين درجي بدرجي مٿي يعني ڌر استان تائين پهچي سگهجي ٿي. ٻئي ڪنهن به طريقي سان سالڪ ڪري هن ڪلجڳ ۾ سرت جو مٿي چڙهڻ بلڪل ناممڪن آهي.

١٧. اهو سڀ کان ڳجهي ته آخرين استان وڏا سواءِ ٻيو آهي. انهيءَ جو نه روپ آهي، نه رنگ آهي نه ريکا. بلڪ اتي شبد به گپت آهي. اتي جو حال چوڻ ۽ لکڻ ۾ نٿو اچي سگهي. هي ڪامل انتهائي ۽ پورن سڪون جي آرام ڪرڻ جو

استان آهي.

١٨. ڇهڙي طرح سمت لوڪ کان ولي سهنس دل ڪنول تائين ڇهه مقام علوي يعني آسماني استان آهن، اهڙيءَ طرح اُن جي هيٺان پنڊ ۾ به ڇهه سفلي استان آهن، جي سڀ ڇهه مٿين علوي استانن جو عڪس يا پاڇو آهن. انهن جا نالا ۽ استان جدا جدا آهن. حضور راڌا سوامي ديال اسانن لي بيحد ديا آئي جيڪو سولو طريقو ابياسين لاءِ ظاهر ڪيو آهي تنهن موجب انهن هيٺين استانن کي پار ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي، تنهن هوندي به اهو واجب آهي ته انهن استانن جو مختصر احوال، شڪ شبهه دور ڪرڻ لاءِ ڏنو وڃي. انهن ڇڪرن کي کت چڪر چئجي ٿو. اهي سڀ استان پنڊ يعني شرير سان واسطو رکن ٿا. جيڪي علوي يعني آسماني استان آهن انهن جو واسطو برهمنڊ ۽ ان کان پري وارن استانن سان آهي.

١٩. پهريون چڪر ٻنهي اکين جي پنيان آهي. هت سرت يعني روح يعني جيو آتما جي بيٺڪ آهي. انهيءَ استان تان، آتما سرير ۾ آهستي هيٺين پنجن چڪرن ۾ پکڙجي ٿي. هن جو نالو پرماتما آهي ۽ گهڻن متن ۽ مذهبن جو خدا يا برهم يا ڀڳوان اهوئي آهي. جاگرت اوستا ۾ آتما جي به اِتيئي بيٺڪ آهي. ڪي پيغمبر، اوتار، ولي، جوڳي ۽ سنت هتان پرگهٽ ٿيا آهن.

٢٠. ٻئي چڪر جو استان ڪنٺ يعني گلي ۾ آهي. سرت جو پاڇو يا عڪس جڏهن ڪنٺ چڪر تي پوي ٿو ته ڏهن سپنن جي رچنا ڏيکاري ڏئي ٿي. ڪيترن ئي متن ۽ مذهبن جو وشراٽ سروپ ڀڳوان ۽ آلم پد اهوئي آهي ۽ شرير جي پرانن جو استان به اهوئي آهي.

٢١. ٽيون چڪر هرديه ۾ آهي ۽ اهو دل يعني پنڊي من جو استان آهي. شو شڪتي جي پاڇي جو واسو به هت آهي.

چيتن آڪاش جو ظهور آهي يعني سڀجي هيٺين رچنا کي اهو چيتن آڪاش شڪتي ڏيئي رهيو آهي. ايستائين، درجات علوي يعني مٿين استانن (Higher Regions) جو احوال پورو ٿيو. هن استان جي هيٺان برهما، وشنو ۽ مهاديو جا استان آهن. جتي انهن ديوتائن جو اصل روپ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سنت ۽ فقير، سرت کي انهن جي استان تان ڪڍي ٻهران هن استان طرف مٿي چاڙهيندا آهن. هن رستي کان سواءِ ٻيو ڪو رستو مٿي چڙهڻ جو نه آهي.

١٦. ايستائين شبد يا ناد جا درجا مقرر آهن يعني جيترا استان آهن اوترائي شبد آهن. ست لوڪ کان ولي هيٺ سهس دل ڪنول تائين پنج استان آهن ۽ پنج شبد آهن—اهي پنج شبد ڪامل مرشد يا پوري سنت ستگور کان معلوم ٿي سگهن ٿا. هر هڪ استان ۾ جدا جدا شبد آهي ۽ انهيءَ جو ڀيد به جدا جدا آهي. پنجون شبد ست لوڪ ۾ آهي ۽ انهيءَ جي ٻڌان جهڙا شبد جي ڌارا آهي انهيءَ جو بيان ڳالهائڻ يا لکڻ ۾ ٿي نٿو اچي سگهي ۽ اگر ان جهڙو نمونو هن دنيا ۾ آهي، جنهن سان ان جي ڀيٽ ڪئي وڃي. اهو شبد انهيءَ منزل يا استان ۾ پهچڻ وقت ابياسيءَ کي معلوم ٿيندو آهي. اهي پنج شبد انهن پنجن استانن جا نشان آهن. انهن جي ڌُن کي پڪڙي سرت هڪ استان کان ٻئي استان تائين درجي بدرجي مٿي يعني ڌُر استان تائين پهچي سگهي ٿي. ٻئي ڪنهن به طريقي سان خاص ڪري هن ڪلجُڳ ۾ سرت جو مٿي چڙهڻ بالڪل ناممڪن آهي.

١٧. اهو سچکنڊ گهر جي نه آخرين استان راڌا سوامي پد آهي. انهيءَ جو نه روپ آهي، نه رنگ آهي نه ريک. بلڪ آلي شبد به گپت آهي. الي جو حال چوڻ ۽ لکڻ ۾ نٿو اچي سگهي. هي ڪامل فقيرن ۽ پرم سنتن جي آرام ڪرڻ جو

شڪتي، اهي اتان پرگهٽ ٿيا. اعليٰ درجي جا اوتار جهڙوڪ رام ۽ ڪرشن، جوگيشور جهڙوڪ وياس ۽ وسشٽ ۽ سراؤگين جو رکب ديو، اهي سڀ هن استان تان پرگهٽ ٿيا آهن. مهاآڪاش به هن استان جو تالو آهي. چيتن پران (Conscious Life Force) به هتان پرگهٽ ٿيو. هن استان جي مالڪ کي پران پرش ۽ خدائي عظيم به چئجي ٿو. سنت هن کي برهمنڊي من چون ٿا.

۱۵. هن کان هيٺ سهس دل ڪنول جو استان آهي. نرنجن جوت، شو شڪتي، لڪشمي نارائڻ، نارائڻ جو ٻي سروپ، شيام سندر، عرش ۽ خدا، اهي سڀ تالا هن استان جا آهن. سنت مت ۾ اڀياسين کي پهرين هن استان جي سادنا ڪرائي ويندي آهي. ٻئي درجي جا سڀ اوتار، اعليٰ درجي جا پيغمبر، اولياء، جوڳي وغيره هن استان مان پرگهٽ ٿيندا آهن ۽ وري انهيءَ استان ۾ ئي سمائجي ويندا آهن. سنت ۽ فقير هن استان کي نج من ڪري چون ٿا. هن ئي استان مان، ٽون جي تن ماترا * پيدا ٿي. انهيءَ بعد اسٿول تتو، اندريون پران ۽ پرڪرتيون پرگهٽ ٿيون. هن استان جو ٻاهرو يا عڪس، پهرين نقطا سويدا يا تل (ڪارو تر) جو اکين جي پٺيان آهي، تنهن ۾ پوي ٿو ۽ وري ٻنهي اکين ۾ پوي ٿو. جاڳرت اوستا ۾، جيو آتما جو استان انهيءَ تل ۾ آهي. سهس دل ڪنول مان، چداڪاش يا چيتن آڪاش، جنهن کي بعضي گياني برهم چوندا آهن، سو پرگهٽ ٿي، سڄي شرير يا پنڊ ۾ ۽ ٻي سڄي رچنا، جا هن استان کان هيٺ آهي، تنهن ۾ ڦهلجي ويو. سهس دل ڪنول جي هيٺان جيڪا سڄي رچنا آهي تنهن ۾ انهيءَ

* اهو سوکيم مادو جنهن مان پنج تتو، هوا، باه، پاڻي، ڌرتي ۽ آڪاش پيدا ٿيا.

ٻيجي ٿو اعوليٰ راڌا سوامي استان ۾ ٻيڄي سگهندو، ٻي ڪنهن طرح سان پهچي نہ سگهندو. الهيءَ ڪري سنتن جي اپاسنا يا ڀڳتي ئي سچ پرش راڌا سواميءَ جي ڀڳتي آهي ڇاڪاڻ تہ انهن جو اصل ۽ مالڪ سچ پرش راڌا سوامي آهي. هن استان ۾ پهچڻ واري جو نالو سنت ۽ ستگرو آهي. ٻيو ڪوبہ سنت ۽ ستگرو پدويءَ جو لائق يا اڌڪاري ناهي.

١٣. سنت لوڪ جي مٿان ۽ استان ڇڏي، سن استان يعني **دسوون دوار** آهي جتي سرت يا آتما سچ لوڪ مان لهي اچي ٽڪي ۽ وري اتان پرهمنڊ ۾ آئي ۽ پوءِ پنڊ ۾ آئي. سنتن جو آهر پد ۽ فقيرن جو مقام **هاهوت** اعوليٰ آهي. جڏهن سرت، پنجن تتن، ٽن گڻن، ڪارڻ، سوکيم ۽ استول ديهہ کان جدا يعني نرمل ٿي، هن استان ۾ پهچي ٿي تڏهن ئي پنهنجي مالڪ جي ڀڳتيءَ جي لائق ٿئي ٿي. پوءِ هتان سچي پريم جي ٻل ذريعي اڳتي وڌي، سچ لوڪ ۽ راڌا سوامي استان ۾ پهچي ٿي. راڌا سوامي يا سنت مت ۾ الهيءَ استان ۾ پهچڻ واري کي پورو ساڌ چئجي ٿو. هن استان ۾ پڄي هنس يعني پريمي سرتين جون منڊليون رهن ٿيون ۽ امرت آهار ۽ طرح طرح جي آنند ولاس ۾ مگن رهن ٿيون. پرش ۽ پرڪرتي هن ئي استان تان ظاهر ٿيا. هن استان کي پار برهم چئجي ٿو.

١٤. سن استان يا دسوين دوار کان هيٺ ترڪٽي آهي جنهن کي گگن پڻ چئجي ٿو. هن کي برهم ۽ پرنوَ يعني اونڪار پد بہ چئجي ٿو. سڀني فقيرن الهيءَ مقام کي عرش عظيم ۽ عالم لاهوت ڪري ڪوٺيو آهي. يوگيشور ۽ سڀ پورن گياني هيستائين پهتا آهن. هتان مٿا سوکم ئي گڻ، پنج تت، ويد ۽ قرآن ۽ سرائوگين جو آد پراڻ ۽ ٻيا ڌرمي پستڪ ۽ سڄي رچنا يا پيدائش جو سوکم مادو يا ايشوري مايا يا

۽ شڪتي الش روپ ۾ ڪم ڏيئي رهي آهي. شروع شي
۾ انهيءَ ڌر استان تان موج اُٿي ۽ شبد روپ ٻڌجي هي
لڳي. هي استان پرم سنتن جو آهي. ڪنهن ورلي سنت
سواءِ هت پيو ڪير به نہ پهتو آهي ۽ جيڪو هت پهتو انهي
جو نالو پرم سنت آهي.

١٢. راڌا سوامي استان ڪان هيٺ ۾ استان وچ چڙهي پ
ست نام جو استان يعني ست لوڪ آهي. اهو مها پرڪاش وار
پاڪ پوتر ۽ نرمل آهي، جو چيتن ئي چيتن آهي ۽ انهيءَ ڪا
هيٺ جيڪا به رچنا آهي تنهن جو آد ۽ انت اهو ئي آهي
هن استان تان وري ٻہ ڌارائون نڪتيون ۽ سيئي هيٺين استان
۾ ونڀاڳ ٿي ويئون. سنت مت ۾ هن استان جي مالڪ کي
سچو مالڪ ۽ ڪرتا (پيدا ڪندڙ) چوندا آهن. ست شبد
هن ئي استان مان پرگهٽ ٿيو جنهن کي مهاناد ۽ سار شبد ۾
ڪوٺجي ٿو. ست پرش ۽ آد پرش ۾ هن جو نالو آهي. هو
اَڄر، اَمر، اَبناسي ۽ سدائين هڪ جهڙو آهي. سنت انهيءَ
پرش جا روپ (اوتار) آهن. هي استان ديال پرش جو آهي.
هت هميشہ ديا ۽ مهر ئي مهر ۽ آنند ئي آنند آهي. هن
استان ۾ بيشمار هنس يعني پريمي آتمائون يا ڀڳت، جدا جدا
ديپن ۾ رهن ٿا ۽ ست پرش جي درشن جو آنند ماڻين ٿا ۽
امرت جو آهار ڪن ٿا. هت ڪال يا موت، ڪرم، ڪروڌ،
سزا، پاپ ۽ پڃ ۽ دک سک جو نالو نيشان ۾ ڪونهي. انهيءَ
ڪري هن استان جي مالڪ کي ديال ۽ رحمان چئجي ٿو ۽
سچن ۽ ڪامل فقيرن هن استان کي هوُت ڪري سڏيو آهي.
راڌا سوامي پد تان سرت هيٺ لهي-پهرين انهيءَ استان تي
اچي ترسي، جتان پوءِ وري هيٺ لٿي. جيڪو شخص راڌا سواميءَ
کي پنهنجو اِشٽ ڪري ۽ ستسنگ چرڻن ۾ پورو ڀروسو رکي،
سيئي استانن کي پار ڪري هن استان يعني ست لوڪ تائين

۽ وشيءَ لوڳ جي واسنا، چاهي اها سنساري هجي يا پرمارٿي،
ليڪن ان جو نالو نشان نہ رهجي پر فقط پرم پرش پورڻ ڌڻي
راڌا سوامي ديال ڪل مالڪ جي درشن جوڳي آنند آهي.
ٿڌهن ٿي اهڙو شخص ٻجي وڃڻو ۽ وري آشا ۽ ترشنا طرف
هرمڪ نہ جهڪندو ڇاڪاڻ تہ هو مايا جي گهيري مان پار ٿي ويو.
اهڙي اپاسيءَ سنت پدويءَ پراپت ڪئي آهي. اهوئي سبب
آهي جو وڏا وڏا اوتار، رکيشور، منيشور، اولياءَ ۽ پيغمبر
ڪنهن نہ ڪنهن وقت مايا جي چڪر ۾ اچي ويا، پنهنجي
پد کان ان وقت ڌوکو کائي ويا. جهڙوڪ نارد، وياس، شرنگي
رشي، پاراسر رشي، برهما، مهاديو ۽ اوتار وغيره. هن جو حال
جدا جدا هندن ۾ لکيل آهي ۽ ٿورو گهڻو سڀ کي معلوم
آهي. تنهن ڪري هت بيان ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي.

١٠. مٿي جيڪو اشارو ڪيو ويو آهي ان جو مطلب اهو
ناهي تہ اهي سڀ مهاتمائون پوريءَ طرح مايا جا قيدي ٿي
ويا هئا يا هنن جو وڏو روحاني نقصان ٿيو هو. پر مطلب اهو
آهي تہ ڪين مايا پنهنجو زور ڏيکاري ڌوکو ڏيئي ڇڏيو. ان
جو سبب ظاهر آهي تہ هو ڌار ڌار مٿين استانن ۾ پهتا هئا،
پر ان استان تي نہ پهتا هئا جو مايا جي گهيري کان ٻاهر آهي.
اهو استان سنت نام ۽ راڌا سوامي استان آهي. هاڻ سرت جي
هيٺ لهڻ جو بيان ڪيو وڃي ٿو جنهن مان صاف ظاهر ٿيندو
تہ سرت جو اصلي استان ڪيتري قدر پري ۽ مٿي آهي ۽
اوتار، پيغمبر، اولياءَ، ديوتائون وغيره ڪهڙي ڪهڙي استان
مان پرگهٽ ٿيا ۽ سندن حد ڪيستائين آهي.

١١. پهريون پهريون ڌر استان سڀ کان مٿي ۽ اڻڊو وڏو
آهي جو الکي استان نہ ڇئي نٿو سگهجي، الهيءَ کي راڌا سوامي،
انامي ۽ اڪهہ چون ٿا. اهوئي سڀني جو آد ۽ انت آهي ۽
سڀ انسان ان جي گهيري ۾ آهن. هرچند هن استان جي ديا

سو به پنهنجي مرضيءَ موجب يعني جڏهن مرضي پوءِ تڏهن ٽوڙي ڇڏي. مختصر ۾ مطلب هي آهي ته جيستائين سرت انهن استول، سوکيم، ڪارڻ، ديهه، من ۽ اندرين جي بندن کي ٽوڙي يا گهٽائي ۽ اُهي ملين استان جن جو واسطو بند ۽ برهمنڊ سان آهي انهن کي ڇڏي، پنهنجي اصلي استان ڏانهن رخ نه ڪندي ۽ برهمنڊي من جي پار نه پهچندي، ليستائين هنجي جڙ ۽ چيتن جي ڳنڍ نه کلندي. من، اندريون، سريرِ، سپ سنساري وهنوار، پوڄا وغيره اِهي سڀ جڙ پدارٿ آهن. سرت چيتن ۽ لطيف (Subtle & Conscious) آهي. انهن جڙ ۽ چيتن جي ميلاپ کي جڙ چيتن جي ڳنڍ ڪوٺجي ٿو. سو جيستائين اها ڳنڍ نه کلندي يعني جيستائين آتما جو مايا سان ناتو نه ٽٽندو ليستائين موڪش نه ملندو ۽ نه آشا ۽ ترشنا جو ناس ٿيندو.

٩. ڪجهه اڀياس ڪرڻ سان ۽ ڪجهه رستو طيءِ ڪرڻ سان آشا ۽ ترشنا جو زور ڪجهه قدر گهٽجي وڃي ٿو يا ڪجهه وقت لاءِ دبجي به وڃي ٿو ۽ ظاهري طرح ائين به سمجهه ۾ اچي ٿو ڄڻ نه ناس ٿي ويو پر جيستائين سرت ستلوڪ تائين نه پهچندي ليستائين آشا ۽ ترشنا ناس نه ٿيون ٿين. ننهنڪري اهو ساڌو، جو پهرئين ۽ ٻئي استان يعني سهس دل ڪنول ۽ ترڪٽيءَ ۾ پهتو آهي پر نه ست لوڪ ۾، اهو پوڄا ولاس جي زبردست ڇاپت کان پاڻ نه سنڀالي سگهندو ۽ عجب ناهي نه ڪري پوي. پوءِ چاهي جلدئي هوش ۾ اچي، دنيا جي پوڄن کان نفرت ڪري، اڀياس جي مدد ۽ پنهنجي گروءَ جي ديا سان وري واپس انهيءَ استان تي پهچي وڃي پر سندس داغي ٿيڻ ۾ ڪو به شڪ نه رهيو. انهيءَ ڪري اهو مناسب آهي نه پريمي اڀياسي پنهنجي سرت کي اهڙي اوچي استان تي پهچائي جتي ڪنهن به قسم جي آشا ۽ ترشنا

ڏٺي راڌا سوامي دنال، جنهن لئي ڏنا آهن انهن استانن جا صاف ورڻن ڪيو آهي ۽ انهن جو ڀيد ۽ ڪيفيت ب ظاهر ڪئي آهي. هنن ڏنا ڪري سيني کان مٿي ۽ اوچو راڌا سوامي (يا انامي) پد، جو سيني جي آد ۽ ڀنڊار (Source & Origin) آهي ۽ جو پرم سنتن جو نج محل آهي، ان جو ڀيد ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ استان کان سرت شروع ۾ هيٺ آئي. انهيءَ ۾ هي هيٺان جيڪي استان آهن سي سرت يا روح جي هيٺ لهڻ جون منزلون (Stages) آهن. هيٺئين جيو آتما يعني سرت يا روح، شرير ۾ ٽڪس دل ڪنول جي هيٺان آهي ۽ انهن هن جي روشني ۽ شڪتي سڄي شرير ۾ ڦهلجي ۽ پکڙجي، من ۽ اندرين جي ذريعي اسٿول ۽ سوڪشم ڪم ڏيئي رهي آهي.

٨. من ۽ آهن هڪ برهمنڊي من (Universal) ۽ ٻيو پنڊي من (Individual). برهمنڊي من جو استان ترڪٽي ۽ سهس دل ڪنول ۾ آهي جنهن کي برهم، پرميشور، پرماتما يا خدا ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو. پنڊي من جو استان اکين جي پنيان ۽ هردي ۾ آهي. اهو ئي من، سرت جي مدد سان دنيا جو سڀ ڪاروبار ڪري رهيو آهي. سرت يا روح جي اتري قدر من سان پريت لڳي وئي آهي جو ان جي سنگ ۾ هيٺين جسماني استانن ڏانهن لهندي پيئي وڃي. من ۽ اندرين وغيره کي ڪم ڪرڻ جي طاقت سرت يا جيو آتما مان ملي رهي آهي. جيڪڏهن جيو آتما پنهنجو منهن پنهنجي اصلي گهر ڏانهن ڦيرائي ۽ پوءِ دنيا جي سامانن مان هن جو ڌيان گهٽبو ويندو، سندس موڪش ڏانهن رستو کلي پوندو. جڏهن سرت برهمنڊي من جي استانن کان پري پنهنجي اصلوڪي استان يعني ست لوڪ ۾ پهچندي تڏهن هن جا سڀ اسٿول، سوڪشم ۽ ڪارڻ، ڏيهه، اندرين ۽ من جا بندڻ (Bonds) ٽٽي پوندا. پوءِ اهڙيءَ آتما جو دنيا سان وهنوار ٿالي ماٺر وڃي رهندو.

اهڙي حالت پيدا ٿئي ٿي، جنهن جو بيان ڪرڻ مشڪل آهي.

٦. سرت يا روح جي حالت ۽ ڪيفيت هر استان تي پهچڻ سان بدلجندي رهي ٿي ۽ ائين محسوس ٿي ڪري ڄڻ سڀ هيٺيان استان سندس ضابطي هيٺ آهن ۽ پاڻ انهن ۾ و ياپڪ آهي. مثال طور پهرئين يا ٻئي استان تي پهچڻ سان ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ڄڻ ته سرت يا الهيءَ استان جو مالڪ، الهيءَ کان سيني هيٺين استانن ۾ وياپڪ ۽ انهن جو ڪرتا آهي. منجهانئس ئي سڄي هيٺين رچنا ظاهر ٿي آهي ۽ سندس آسري تي ئي قائم آهي. جيئن ته سرت کي پوري گوروءَ نه ملڻ جي ڪري وڌيڪ مٿين استانن جي خبر نه هئي، هن ان استان جي مالڪ کي ڪل مالڪ سمجهيو ۽ پنهنجي شيوڪن ۽ ستسنگين کي انهيءَ جي پوڄا ۽ ڀڳتيءَ ڪرڻ جو اُپديش ڪيو. ڇاڪاڻ ته مٿين استانن جي ڀيد جو پورو واقف سنت ستگورو ئي آهي ۽ اُهو جي هن کي ملي ها ته کيس مٿين ديشن جو ڀيد ٻڌائي اڳتي وٺي وڃي ها. اهڙيءَ طرح جنهن جنهن پنهنجي اندر ۾ هڪ، ٻه يا ٽي استان پار ڪيا آهن انهيءَ شخص کي پورن ۽ پهتل ڄيو ۽ سمجهيو وڃيتو. جيئن ته پهرئين استان تي پهچڻ سان سرت کي سڀ شڪتيون حاصل ٿين ٿيون ۽ انهن شڪتين ڪري ئي دنيا انهن کي ” مهاتما “ ۽ ” ڪامل “ وغيره سمجهي ٿي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هيٺين (سفلي) درجن جي ڀيٽ ۾ هي استان بلڪل اوچ ۽ الم آهي ۽ اُتي پهتل ۾ شرير ڪ ۽ سنساري ملينتا يا غلاظت نه ٿي رهي.

٧. مٿي چيل آهي ته ستنام استان جنهن کي سنت لوڪ يا سچ کنڊ به چئجي ٿو اهو نهايت مٿي آهي ۽ اُهو ئي سنتن جي دربار آهي. انهيءَ کان مٿي ٻيا به ٽي استان آهن. اهو راز اڳي ڪنهن به سنت ظاهر نه ڪيو. هينئر پرم پرش، پورڻ

سندن ڪتبن الڳ آهن. راڌا سوامي پنٿ ڪي اڪهه ۽ انامي
ٻه ڪرلين تا ڄاڻائن ته هي استان اپار، اننت ۽ انادي آهي
۽ ٻيا سڀ استان انهيءَ مان پرگهٽ يا پيدا ٿيا آهن. سچو
لامڪان ۽ لامقام انهيءَ ڪي ئي چئو وڃي ٿو.

۵. هاڻ اهو معلوم ٿيڻ گهرجي ته ساڌ، گياني ڀڳت، اوتار،
پيغمبر ۽ سڀ مهاتمائون، جيڪي هن استان تائين نه پهتا آهن،
انهن جو درجو سنتن کان گهٽ ۽ هيٺ آهي. ڄاڻائڻ
ته آهي مٿي چڙهندي جدا جدا استانن تي پهچي ويهي ويا
آهن. ننڍڪري ئي دنيا ۾ جدا جدا مت ۽ ڌرم استاپن ٿيا
آهن، يعني جو جو جنهن استان يا منزل تي پهتو آهي تنهن
انهيءَ منزل کي آخرين منزل ۽ اُن جي مالڪ کي بي انت ۽
اپار سمجهي، ان جي پوڄا جو اُپديش ڪيو آهي.

اهو انهيءَ ڪري آهي جو مالڪ پنهنجيءَ قدرت سان
هرهڪ هيٺين ديش يا استان کي تنهن ديش جي ٻاڇي وانگر
لاهيو آهي جنهن ڪري هيٺين ديش ۾ اُرڙي گهٽي يا ڪجهه
قدر مٿين ديش جهڙي حالت ۽ ڪيفيت نظر ايندي آهي.

پر هرهڪ استان جي ديش جي حالت ۽ ڪيفيت ۾ ان
جي مدي (قيام) Permanence ۾ وڏو فرق آهي ۽ جيڪا
رچنا هرهڪ ديش ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي سا نه ايءَ ايءَ طرح
جي آهي ۽ درجي بدرجي اها رچنا، سوکشم، وڌيڪ سوکشم،
اَتي سوکشم، نرمل، وڌيڪ نرمل ۽ مها نرمل ٿيندي وڃي ٿي.
پر اها حالت انهيءَ ڪي ئي معلوم ٿي سگهي ٿي جنهن سڀني
استانن جو سير ڪيو هوندو. نه ته جيڪو جنهن استان تي
پهتو، انهيءَ استان جي مالڪ جو سروپ ۽ پرڪاش ڏسي،
انهيءَ کي بي انت ۽ بي حد، خدا ۽ پرميشور سمجهيو ۽ پڪاريو.
اهڙي قدر ان کي آنند ۽ خوشي حاصل ٿي ٿي جو سڀ
هوش حواس ئي گم ٿيو وڃن ۽ مجذوب مستيءَ ۽ شوق جي

اندر ۾ اصلي منزل طرف وڃڻ شروع ڪيو ۽ سيئي ڏر استان ڳائين ڪرڻ پهتا. انهن مان گهڻا ته پهرين منزل تي مس پهتا، ڪي ٿورا ٻيءَ منزل تي پهتا، ڪو ورلو ساڌ ۽ پريمي ٽئينءَ منزل جي ويجهو پهتو. فقط سنت پنجينءَ منزل يعني ست نام تائين ۽ ڪو ورلو انهين منزل يعني انامي يا راڌا سوامي منزل تائين پهتو.

شروع شروع ۾ انهيءَ راڌا سوامي استان تان سرت هيٺ لٿي آهي. جڏهن سرت هيٺ لهي رهي هئي تڏهن هينين مقامن وارن ڪي انهن سمجهڻ ۾ پئي آيو ته هوءَ ست لوڪ وغيره (جي حقيقت ۾ ان جو اصلي ديس نه آهن) مان لٿي آهي. وري جيڪي اڃا به هيٺ پهتل هئا انهن کي ائين پئي لڳو ڄڻ ته سرت انهن ئي نڪتي هئي جتي هو پهتا هئا. جيئن ته انهن کي پورو گورو نه مليو هو، هو انهيءَ ئي استان يا منزل کي سرت يا روح جو پيدار (Source) ۽ انهي جي مالڪ کي، باقي هينين ديسن جي رچنا جو مالڪ ۽ اپائيندڙ ڄاڻي، پنهنجن ششن کي انهيءَ ديس جي مالڪ کي ڪل رچنا جو ڪرتا ۽ اشت ڪري مڃڻ جو اعتقاد ڏياريو ۽ هن جي اپاسنا ۽ پوڄا ڪرڻ جو اپديش ڪيو.

٤. هاڻ سمجهه ۾ اچڻ گهرجي ته راڌا سوامي پد سڀ کان مٿي استان آهي. اهو ئي، ڪل مالڪ، سچي صاحب ۽ خدا جو نالو آهي. انهيءَ استان کان ۾ استان هيٺ ست نام استان آهي جنهن کي سنت جدا جدا نالن، جهڙوڪ، ست لوڪ، سچ کنڊ، سار شبد، ست شبد، ست نام ۽ ست پرش سان ڪونيو آهي. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته اهي استان سنتن ۽ پرم سنتن جا آرام گاه آهن. انهيءَ ڪري سنتن جو درجو سيني کان مٿي آهي. انهن استانن تي من ۽ مايا ٻئي ڪونهن. هينيان سڀ استان ۽ سچي رچنا، انهن استانن کان هيٺ ۽

وٺي آهي جو سندس ڇڏڻ محال ٿي پيو آهي. اهي سڀئي ٻنڌڻن جي ڇوٽڪاري کي مشڪل ڇاڄي ٿو.

اندريون، لنگ ۽ من، اهي کي اندروني ٻنڌڻ چئجي ٿو ۽ سرير ۽ ان سان واسطو رکندڙ شيون ۽ ڪٽنب، اهي آهن ٻاهريان ٻنڌڻ. اهي ٻئي ٻنڌڻ ۾ جيو آتما يا سرت اهڙو ته ڦاسجي وئي آهي جو هن کي پنهنجي اصلي ديش جي يادگيري وسري وئي آهي ۽ اهيءَ پنهنجي اصلي ديش کان ايترو دوُر نڪري وئي آهي جو بنا پوري ستگور يا ڪامل مرشد جي، سندس اُتي واپس پهچڻ ناممڪن آهي.

ڪم فقط ايترو آهي جو انسان پنهنجي سرت يا روح کي واپس سندس آدي ڀنڊار (Source) يعني ست نام ۽ راڌا سواميءَ ۾ پهچائي. جيستائين ائين نه ٿيندو تيستائين دنيا جي دکن ۽ سکن کان ڇوٽڪارو ناممڪن آهي.

٢. سڀئي مت ۽ پراچين مهاتمائن جو مقصد ۽ طريقو اهو ئي آهي ته ڪيئن ريت سرت کي پنهنجي ڀنڊار (Source) ۾ واپس پهچايو وڃي. پهتل اهيءَ کي چئجي ٿو جنهن اڀياس يا ڪرڻي ڪري، پنهنجي روح کي اصلي ديش ۾ پهچايو هجي ۽ سڀئي ٻاهريون ۽ اندروني ٻنڌڻ ۽ اسٿول، سوڪشم ۽ ڪارڻ کي ٽوڙي، پنهنجي من کي ساري برهم کان نيارو ڪيو هجي. ڪامل، عامل، سچو عاشق، پريمي، پورن ڀڳت، سچو گياني ۽ پورو سادو اهو ئي آهي جيڪو آخرين منزل تي پهچي ويو هجي. جيڪي پهتلن جو ذڪر ڪن ٿا يا انهيجي وچن کي فقط پڙهن ٿا يا ٻڌائين ٿا پر پاڻ منزل تي ڪونه پهتا آهن يا منزل تي پهچڻ جو اڀياس نه ٿا ڪن، انهن کي عالم يعني ودوان ۽ واچڪ ڪوٺجي ٿو.

٣. جيترا به آچاريه، مهاتما، اوتار ۽ پيغمبر هر هڪ مذهب ۾ ٿيا آهن اهي سڀئي پنهنجي اڀياس جي زور تي

# سار وچن

راڌا سوامي ديال ڪي ديا راڌا سوامي سهاء

## حضور راڌا سوامي صاحب جي اُپديش مان ڪي ورق

هيءُ جڳت ناسونت آهي ۽ هن جا سڀ سامان بہ ناسونت آهن. عقلمند اهو انسان آهي جنهن هن دنيا جي ڪاروبار کي چڱيءَ طرح جاچي، ان کي ناسونت ۽ فاني سمجهي، هن منش ديهيءَ کي مالڪ جي سمرڻ ۽ ڀڄن ۾ لڳائي سڦل ڪيو آهي ۽ جيڪي وستو انهيءَ مالڪ پنهنجي ديا سان هن منش ديهيءَ ۾ ڏنيون آهن، انهن مان لاڀ وٺي، پنهنجي سرت يا جيو آتما، جا بي بها جواهر يا تت وستو آهي، انهيءَ کي پنهنجي اصلي استان يا سچي ديش ۾ پهچائي.

۱. جيو آتما يا سرت جنهن کي روح بہ چئجي ٿو، اهو سڀ کان اوچي استان يعني ستنام ۽ راڌا سوامي پد تان هيٺ لهي هن سرير ۾ آئي آهي ۽ ٽن گڻن (ستو، رجو ۽ تمو)، پنجن تتن (مٽي، پاڻي، باهہ، هوا ۽ آڪاش) ۽ ڏهن اندرين (ڪن، اکيون، زبان، نڪ، چمڙي، هٿ، پير، گديا، جنن اندري ۽ وات) ۽ من جي قيد ۾ قابو ٿي ويئي آهي. تنهن ڪانسواءِ سرير ۽ ان سان واسطو رکندڙ شين جي بندڻن ۾ اهڙو بڌ جي

،، انهيءَ کان نام جي بخشش وٺي پنهنجو آڌار ڪندا

ن ڪتاب "سار وچن" ۾ انهيءَ سنت مت جي وامت بيان
آهي جا بلڪل گرنٿ صاحب ۽ ٻين سنتن جي چيل ٻاڻيءَ
ار آهي ۽ ڪڏهن به حالت ۾ انهن کان نرالي ڪونهي.
ڃي دنيا جي دکن سکن ۽ پنهنجن دشمن جي ظلم کان ڇٽڻ
ن ٿا ۽ جن کي مالڪ سان ملڻ جي سچي سڪ ۽ پياس
، انهن لاءِ هي سوامي جي مهاراج جن جا وچن پريم ۽ پرمارٿ
انمول خزانو آهن. باقي جيڪي اجا دنيا جي پدارٿن، اولاد،
، اِستري ۽ مان وڏائي ۽ وديـا ۾ قائل رهڻ چاهين ٿا،
ن کي هـي نج روحانيت جون ڳالهيون نيڪ اهڙيءَ طرح
ڏڙيون لڳنديون جيئن بخار واري ماڻهوءَ کـي مصري.
ن نسبت گورونانڪ جن فرمايو آهي:
ورک سچ نہ جاڻني من مکي جنم گدوايا، وچ دنيا ڪاهي آئيا"

**ڪرشن ٻاٻاڻي**

## انوادڪ جو نوٽ

راڌا سوامي مت ٻاري ۾ عام کي ڏاڍا عجيب غريب خيال ويٺل آهن. راڌا معنيٰ سرت، روح يا آتما، سوامي معنيٰ مالڪ يا ڌڻي. راڌا سوامي معنيٰ روح جو مالڪ. مالڪ جي ڳڻن برابر ۾ اچي مالڪ کي ڪيترن ئي جدا جدا نالن سان ڪوٺيو آهي، اهڙيءَ طرح راڌا سوامي نه مالڪ جو هڪ نالو آهي. هي مت ڪو نئون مت ڪونهي. اهوئي سنت مت يا گورو مت آهي جيڪو سري گورو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب ۽ ٻين سنتن جو هو. ٻوليءَ جي سهوليت کان هن کي مت ڪوٺجي ٿو پر حقيقت ۾ هي مالڪ سان ملڻ ۽ جنم مرڻ جي ڦيري کان هميشه لاءِ ڇٽڻ جو انسان لاءِ هڪ ئي رستو آهي جو مالڪ پاڻ ٺاهيو آهي، ساڳي طرح جيئن دنيا ۾ انسان هي جنم ڌر رستو نه پاڻ ئي ناهيو الس، جنهن ۾ ڪو به ڦيرو يا ڦرق نٿو اچي سگهي. اهوئي رستو مالڪ جي ملڻ جو هو، آهي ۽ رهندو. هن سڄيءَ رچنا جو هڪ ئي سچو پاتشاه آهي. سنت سندس سرڪار آهن جي جڳ جڳ ۾ سندس امر يا حڪم يا شبد يا نام جو پرچار ڪن ٿا. جيئن گرنٿ صاحب ۾ فرمايل آهي، "اڪو امر اڪا پاتشاهي جڳ جڳ سرڪار چلائي هيءِ" سنت هر وقت دنيا ۾ موجود هوندا آهن پر اڪثر دنيا، سنتن کي سندن جيتري نه سڃاڻندي آهي ۽ نه سندن قدر ڪندي آهي. سري گورو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب ۽ ٻين سنتن جي وقت ۾ دنيا سندن قدر نه ڪيو پر هاڻ سندن مهما جون ڳالهيون پڙهي ۽ ٻڌي انهن جو قدر ڪري ٿي. ليڪن سچي نام جي بخشش ۽ مڪتيءَ جي واسطي وقت جي ديهه ڌاري سنت ستگرو کان ئي ملندي آهي. دنيا گمراهه آهي جو گذريل مهاتمائن جي ٽيڪ وٺي ۽ موجوده سنتن کي اکرائي ٿي. پر جيڪي

ڪري، انهيءَ ڪان نام جي بخشش وٺي پنهنجو آڌار ڪندا آهن.

هن ڪتاب "سار وچن" ۾ انهيءَ سنت مت جي وامت بيان ٿيل آهي جا بلڪل گرنٿ صاحب ۽ ٻين سنتن جي چيل ٻاڻيءَ انوسار آهي ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ انهن ڪان نرالي ڪونهي. جيڪي دنيا جي دکن سکن ۽ پنجن دشمنن جي ظلم کان ڇٽڻ چاهين ٿا ۽ جن کي مالڪ سان ملڻ جي سچي سِڪ ۽ پياس آهي، انهن لاءِ هي سوامي جي مهاراج جن جا وچن پريم ۽ پرمارٿ جو انمول خزانو آهن. باقي جيڪي اچا دنيا جي پدارٿن، اولاد، ڌن، اِستري ۽ مان وڏائي ۽ وديا ۾ ڦاٿل رهڻ چاهين ٿا، انهن کي هي نج روحانيت جون ڳالهيون ٺيڪ اهڙيءَ طرح ڪوڙيون لڳنديون جيئن بخار واري ماڻهوءَ کي مصري. اهڙن نسبت گورونانڪ جن فرمايو آهي:

"مورک سچ نہ جاڻني من مکي جنم گنوايا، وچ دنيا ڪاهي آئيا"

**ڪرشن ٻاٻاڻي**

ڪري، انهيءَ ڪان نام جي بخشيش وٺي پنهنجو اُڌار ڪندا آهن.

هن ڪتاب "سار وچن" ۾ انهيءَ سنت مت جي واٽ بيان ٿيل آهي جا بلڪل گرنٿ صاحب ۽ ٻين سنتن جي چيل باڻيءَ انوسار آهي ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ انهن کان نرالي ڪونهي. جيڪي دنيا جي دکن سکن ۽ پنجن دشمنن جي ظلم کان ڇٽڻ چاهين ٿا ۽ جن کي مالڪ سان ملڻ جي سچي سڪ ۽ پياس آهي، انهن لاءِ هي سوامي جي مهاراج جن جا وچن پريم ۽ پرمارٿ جو انمول خزانو آهن. باقي جيڪي اجا دنيا جي پدارٿن، اولاد، ڌن، اِستري ۽ مان وڏائي ۽ وديا ۾ قائل رهڻ چاهين ٿا، انهن کي هي سچي روحانيت جون ڳالهيون نيڪ اهڙيءَ طرح ڪؤڙيون لڳنديون جيئن بخار واري ماڻهوءَ کي مصري. اهڙن نسبت گورونانڪ جن فرمايو آهي:

"مورک سچ نہ جاڻني من مکي جنم گنوايا، وچ دنيا ڪاهي آئيا"

**ڪرشن ٻاٻاڻي**

## انوادڪ جو نوٽ

رادا سواميءَ مت باري ۾ عام ماڻهن کي ڏاڍا عجيب غريب خيال ۽ ڀُلُون آهن. رادا معنيٰ سرت، روح يا آتما، سوامي معنيٰ مالڪ يا ڌڻي. رادا سوامي معنيٰ روح جو مالڪ. مالڪ جي ڳجهن ٻولن ۾ اُنهي مالڪ کي ڪيترن ئي جدا جدا نالن سان ڪوٺيو آهي، اُنهيءَ طرح رادا سوامي به مالڪ جو هڪ نالو آهي. هي مت ڪا نئون مت ڪونهي. اصولي سنت مت يا گرو مت آهي جنهن کي سري گرو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب ۽ ٻين سنتن جو هو. ٻوليءَ جي سهوليت کان هن کي مت ڪوٺجي ٿو پر حقيقت ۾ هيءُ مالڪ سان ملڻ ۽ جنم مرڻ جي قيد کان هميشه لاءِ ڇٽڻ جو انسان لاءِ هڪ ئي رستو آهي جو مالڪ پاڻ ٺاهيو آهي، ساڳي طرح جيئن دنيا ۾ انسان جي جسم جو رستو به پاڻ ئي ٺاهيو اٿس، جنهن ۾ ڪو به ڦيرو يا فرق ڪو نه اچي سگهي. اصولي رستو مالڪ جي ملڻ جو هو، آهي ۽ رهندو.

هن سڄيءَ رچنا جو هڪ ئي سچو پاتشاهه آهي، سامي سندس سرڪار آهن جي جڳ جڳ ۾ سندس امر يا حڪم يا شبد يا نام جو پرچار ڪن ٿا. جيئن گرنٿ صاحب ۾ فرمايل آهي، ”اِڪو امر اِڪا پاتشاهي جڳ جڳ سرڪار چلائي هيءَ“ سنت هر وقت دنيا ۾ موجود هوندا آهن پر اڪثر دنيا سنتن کي سڃاڻندي نه آهي ۽ نه سندن قدر ڪندي آهي. سري گرو نانڪ صاحب، ڪبير صاحب ۽ ٻين سنتن جي وقت ۾ دنيا سندن قدر نه ڪيو پر هاڻ سندن مهما جا ڳالهيون پڙهي ۽ ٻڌي انهن جو قدر ڪري ٿي. ليڪن سچي نام جي بخشش ۽ مڪتيءَ جي وات وقت جي ديهه ڌاري سنت ستگور کان ئي ملندي آهي. دنيا گمراهه آهي جو گذريل مهاتمائن جي ٽيڪ وٺي ٿي ۽ موجوده سنتن کي اکرائي ٿي. پر جيڪي ڀاڳن وارا هوندا آهن اهي وقت جي سنت ستگور جي کوج

(٢٠)

من . انهيءَ شبد ذريعي ئي اِنسان دنيا جي دکن
۽ کان ڇٽي سگهي ٿو . انهيءَ جي ذريعي ئي
کي رهي آهي ۽ اِنهيءَ جي ذريعي ئي اِنسان
جي اصلي گهر (سچ کنڊ) پهچي سگهندو .
وقت ستگور نام جي بخشش ڪن ٿا، تنهن وقت
ش کي ڪي مکيه راز سمجهايا ويندا آهن، جي
ندروني ڪاميابيءَ واسطي ڪارائتا آهن . تنهن کانسواءِ
رن، پڇن ۽ ڌيان جي ترتيب سيکاري ويندي آهي،
ريعي هن کي پنهنجي اندر ۾ ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي شڪتي
ڪري، مٿين منزلن ڏانهن پنهنجو اندروني سفر چالو
آهي . آخر ۾ موت وقت جڏهن هو پنهنجو سريو
ٿو تڏهن هو پنهنجي ستگور سان مٿين روحاني ديشن ۾
ٿو . نام بخشش ڪرڻ وقت، ستگور پنهنجي شش کي
سان جوڙين ٿا ۽ جيستائين شش سچکنڊ ۾ پهچي
ٻن اندروني منزلن لاءِ هر وقت ساڻس هوندا آهن .
بد ڇا آهي، اهو پوريءَ طرح بيان ڪرڻ شايد ڏکيو
، شبد خود پاڻ مالڪ آهي جو چيتنتا جي دائمي ڌارا
روپ ۾ هت من ۽ مايا جي ديش ۾ پهچي ٿو . بائيبل ۾
کي Holy Ghost ( پوتر ديوتا ) ستگور کي Son (پتر)
ما کي Father (پتا) ۽ تنهي کي Holy Trinity (پوتر ترمورتي)
ٿا . انهيءَ شبد جو ذڪر، پراچين ڌرمي ۽ فيلسوفيءَ
اِتهاس ۾ ڪيترن هنڌ، جدا جدا نالن ۾ ٿيل آهي. بائيبل
نهيءَ کي Logos يا Word چيو ويو آهي، هندو انهيءَ کي
ڪوٺين ٿا، اسلام وارا انهيءَ کي ڪلمو يا اِسم اعظم ڪري
ن ٿا ۽ سنت انهيءَ کي شبد ڪوٺين ٿا . جنهن کي پوري
ؤ يا ڪامل مرشد کان نام مليل آهي ۽ جو پنهنجي ستگور

٣. مڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ، جنم مرڻ جي ڦيري کان بچڻ لاءِ ۽ پنجن وڪارن (ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موھ ۽ اهنڪار) جي طاقت کان ڇٽڻ لاءِ ۽ من کي وس ڪرڻ لاءِ، هر هڪ انسان کي ستگرو يا ڪامل مرشد جي کوج ڪرڻ گهرجي. اهو آهي اهڙوي ۽ قدرتي رستو مڪتي حاصل ڪرڻ جو. ٻئي ڪنهن به طريقي سان اهو مقصد حاصل نه ٿي سگهندو. جنهن پوري ڄاڻ يا علم هئڻ جو سوال ڪري ٿو. جيڪڏهن لاءِ پوري ڄاڻ يا علم ضروري آهي بلڪ الهيءَ ڪان به وڌيڪ ضروري آهي ستگرو جي شش کي شخصي مدد. من ۽ مايا جو هيٺ ڪيلبندڙ ويڪرو ۽ پنجن گهاتڪ دشمنن جي حملي جو اڪيلي سر مقابلو ڪرڻ ناممڪن آهي. انسان جي پاڪيءَ ڄاڻڻ جي ڪوشش جي باوجود نه، هنجي آتما اڪثر اڪثر جنم مرڻ جي اوڙاه ڏانهن گهليو پيئي وڃي. اهڙي تاريڪ واديءَ ستگرو پهنجو جيرو مدد جو هٿ نه ڏيکاڙي ته جنهن جي اندر ڪابه شڪتي نٿي اچي سگهي. هو مرد ۽ زندگيءَ جو مالڪ آهي ۽ آساني سان استان (پنڊ ديش جنهن ۾ آسانيءَ ڪري به اچي وڃي ٿي) جي ڏنيءَ جو ڏني آهي. ڏاڍي ڇالي سگهي ٿو ۽ هن ڪالسواءِ جو ڪارو ٽو ٽلي سگهي. هن ڪتاب الڊ ر الهيءَ بنيادي سچ ۽ حقيقت جو تربيتو وستار ڪيل آهي.

٣. سنتن جي سکيا جو ٻيو بنيادي پاڙو آهي شبد يا نام. قدرت جي هن نهايت ضروري حقيقت جي دنيا کي تمام ٿوري خبر آهي. مغربي فيلسوفيءَ جي ساهتيه ۾ هن مسمپن ڪوبه ذڪر ڪونهي، جيتوڻيڪ هيءَ سڄي سرشتيءَ جي مکيه ۽ مکيه ۽ بنيادي ڳالهه آهي ۽ آتما جي موڪش ۽ مڪتيءَ لاءِ نهايت ضروري آهي. الهيءَ بنا سڀ مذهب ۽ فيلسوفيون

**اهائي خاص ڳالهہ آهي جنهن ۾ سنت مت سڀني مٿن مذاهبن کان نرالو آهي.**

سنت، جن پاڻ انهيءَ رستي تي سفر ڪيو آهي، سي ان جي مفيد ۽ ڪارگر هجڻ جي باري ۾ ڪا غلطي نٿا ڪري سگهن. هو پنهنجن ششن کي سائنيو پاڻ وارو طريقو سيکارين ٿا، جيئن اُهي به سائيو ئي ڦل حاصل ڪري سگهن ۽ ساڳيءَ طرح پرماڻڪ ڏيکاءُ (Demonstration) ڪري سگهن. تنهن ڪري سنت مت هڪ پورڻ سائنس آهي. هڪ وڏي سنت، انهيءَ کي "آتما کي سندس اُپائيندڙ سان ڳنڍڻ (ملائڻ) جي سائنس" ڪري ڪوٺيو آهي. هن سائنس جو لت ۽ "سار وچن" جو ٽالپرج هيٺ ڏجي ٿو.

۱. اِنسان ذات تمام بريءَ طرح من ۽ مايا جي جار ۾ ڦاٿل آهي جنهن مان هو پاڻ کي ڇڏائي ۽ بچي نٿو سگهي. هوُ پاڻ کي ڇڏائڻ لاءِ فقط ڪشمڪش ڪري سگهي ٿو، پر اُها ڪشمڪش اڪثر سندس حالت پهريءَ کان بہ بدتر ڪيو ڇڏي. ڌرمي ڪريائون، گرنٿ ۽ پستڪ، تيرٿ ياترائون ۽ عبادتون ڪيس انهيءَ جار مان ڇڏائي نٿيون سگهن، ويندي دان پن جا نيڪ ڪم بہ ڪيس بچائي نٿا سگهن. هيءُ پنهنجي سر ڪابہ اهڙي ڳالهہ نٿو ڪري سگهي جنهن مان سندس ڇوٽڪارو ٿئي. تنهن کان سواءِ هن کي اها ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ خود مالڪ بہ سڌيءَ طرح سان ڪيس بچائي نہ ٿو سگهي. مالڪ انهيءَ مقصد (مڪتي) لاءِ هڪ ئي طريقو مقرر ڪيو آهي. انهيءَ ايشوري ۽ قدرتي طريقي جي عيوض ٻيو ڪوبہ طريقو ڪونهي. اها ڳالهہ چڱيءَ طرح محسوس ڪرڻ گهرجي تہ اِنساني آتما انهيءَ باري ۾ لاچار ۽ بيوس آهي. اهو سڀ ڪجهہ اسان کي سنت مت جي ٻيءَ مکيہ ڳالهہ تي آڻي ٿو، جا آهي، **وقت جي ديهہ ڌاري سنگور جي ضرورت.**

پنهنجي هامي ڀاڻ ڀڳائي. هڪ قوم زوال کي پهچي ٿي ۽ ٻي ترقيءَ. قوم جا واڪتي (Individuals) انهيءَ ۾ ڪجهه وقت لاءِ پرگهٽ ٿي ۽ وري غالب ٿي پورڻتا کي پهچڻ لاءِ وري ٻين دنيائن ۾ پرگهٽ ٿي سگهن ٿا. ڪنهن قوم جا واڪتي (Individuals) پورڻتا کي حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺين درجي جي جدوجهد مان مٿي اڀرن ٿا. تنهن اهو ضروري ناهي ته ساڳئي ديش يا قوم ۾ واپس پيدا ٿين. انهن کي اڳتي وڌڻ لاءِ جتي سندن ڪرمن اوسار سندن وڌڻ ضروري آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن به قوم لاءِ سڄيءَ دنيا کي پنهنجو پالڻ، چاڙهي ۽ زوال ۾ ٿئي اوڙيءَ طرح انسان ۾ اڻ آهي. اهو وڪاس جي قانون خلاف ڪونهي. سچ پچ ته اهي عرصا قومن ۽ دنيائن لاءِ اهڙائي ضروري آهن جهڙا واڪتين (Individuals) لاءِ. هڪ دنيا جي انهيءَ ڪري ناستي يا پرلءِ ٿئي ٿي، جنهن ليءِ جو جنم ٿئي. انهن ٿيڻ سان، اتي جي رهواسين کي پورڻتا حاصل ڪرڻ لاءِ ٻيون ۽ بهتر حالتون ملن ٿيون. تنهن ڪري اهو طريقو (پرلءِ ۽ اُپتيءَ جو) ٻي انت وقت لاءِ هلندو ايندو، جيستائين هر هڪ انسان پنهنجي لاءِ گهر ۾ نه پهتو آهي. انهيءَ هئڻ سان ئي هن وڪاس جي وڏي رٿا جو اعليٰ مقصد ۽ مراد پوري ٿيندي.

هاڻ باقي اها ڳالهه رهي ته سنت مت جو مکيه سڌانت ڪهڙو آهي ۽ سنت انسان جي ڀلائيءَ لاءِ ڪهڙو طريقو سيکارين ٿا. اها ڳالهه خاص طرح سان ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته سنتن جي سکيا شخصي تجربي ۽ پرمانڪ ڏيکاءُ (Demonstration) تي ٻڌل آهي. ڏکي بازي ۽ عقيدي کي سنت مت ۾ ڪابه جاءِ ڪانهي.

عام طرح قبول ڪيل ”وڪاس واد“ يعني (Theory of Evolution) جي ورڻ سمجھي منجھي پون لڳ هننکي هي ٻه ڳالهيون خيال ۾ رکڻ کپن.

١. هي مت، انهيءَ وڪاس واد جي خلاف ڪونهي پر سنت مت انهيءَ قانون کي اُلٽيءَ طرح ۾ ڪناديءَ درشٽيءَ کان ڏسي ٿو. مثال طور هي مت انساني تواريخ کي ڪروڙين سالن کان نهاري ٿو پر سائنسدان هن کي فقط ڪي هزار سال قديم سمجھن ٿا. هو انسان ذات جي انهن ئي حصن جي سمجھائي ڏين ٿا جن جا ڪي قديم نمونا ۽ نشان رهجي ويا آهن. جڏهين قديم قومون نابود ٿين ٿيون تڏهن نين حالتن سبب نيون قومون پيدا ٿين ٿيون، جي انهيءَ ساڳئي وڪاس جي قانون (Law of Evolution) انوسار ڪنهن وقت لاءِ سڀيتا جي اوچ اوستا تي پهچن ٿيون. جنهن کان پوءِ وري ٻيون سڀيتائون پيدا ٿين ٿيون ۽ اُئين ٿيندو ئي رهيو. اهو چڪر ست جڳ کان وٺي ڪروڙين سال هلندو آيو آهي. هيءَ سڀيتائن جي اوت ۽ موٽ ۽ قومن جو ڪمال ۽ زوال، ۽ انسان ذات جي ڪيترن حصن جي ترقي ۽ گراوٽ؛ اها ليلا سائنس دانن جي محدود نظر ۾ نه اچي سگھي آهي. پر انهيءَ ۾ هنن جو ڏوهه به ڪونهي.

٢. اهو خيال ۾ رکڻ گھرجي ته وڪاس (Evolution) قدرت جي طريقي ڏانهن اشارو ڪري ٿو. اهو قدرت جو طريقو، انسان ۽ ٻين جاندارن کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪرڻ جو طريقو آهي. جيتوڻيڪ اها وڪاس جي سکيا قومن ۽ دنيا جي جھڪاو (Decline) ڏانهن اشارو ڪري ٿي پر اها ڳالهه وئڪتين (Individuals) سان لاڳو ڪونهي. انهيءَ وڪاس جي طريقي جو مقصد وئڪتيءَ (Individual) جي پورڻتا (Perfection) آهي. وئڪتي (Individual) لئو ڪري، جيستائين ڪ

برهمانڊ جي پيٽ ۾ ٻين مادي ورلڊن سرشٽين ۽ دنيائن (Physical Universes and Worlds) اڪثر تبديل ٿي گهٽري اندر آهن ۽ مختلف جلدي جلدي بدلجن ٿيون. هنن جي هستيءَ جو مدو برهمانڊ جي هستيءَ جي مدي کان گهڻو گهٽ آهي. هنن جو آيو چڪر (Life Cycle) برهمانڊ جي آيو چڪر کان تمام ننڍو آهي ۽ جڏهن اهو پورو ٿئي ٿو ته هنن جو پورڻ خاتمو (Complete Dissolution) ٿئي ٿو. ته هنن ڪالبوءِ وري ٺهي اچي ٿي. جنهن ۾ قريب حالتن ڪري، جيون پيدا ٿيندي آهي. اسان کي معلوم آهي ته هي اسٿان دائمي تبديل ۽ آمدورفت سان ڀريل آهي. آڪاش ۾ جهڪي بي اندازه گرهه ۽ دنيائون آهن انهن سڀني ۾ اهائي حالت آهي.

انهن هيٺين دنيائن جي رهواسين لاءِ ڇوٽڪاري جو ڪو به آسرو نه ڏسجي ٿو پر هڪ ڳالهه آهي. اسانجي پرم پتا اسان کي وساري ڪونه ڇڏيو آهي، جيتوڻيڪ اسين کيس وساري ويٺا آهيون. هو اسان کي هن دنيا ۾ انهيءَ مراد سان موڪليو آهي ته اسين پنهنجون اوڻايون ڪڍي ٻاڻي کي ليک ۽ لو مل ڪريون. انهن ڪرڻ ڪالبوءِ هو اسان جي واپس موٽڻ وڃڻ جي انتظار ۾ رهي ٿو. انهيءَ واپسيءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ هو پنهنجا پيارا پٽ هت موڪلي ٿو، جن کي اسين سنت ڪوٺيون ٿا. دنيا ڪڏهن به سنتن کان خالي ڪونهي. سندن مقصد (Mission) اهوئي هوندو آهي ته هو اسانکي واپس پنهنجي گهر وٺي هلن. جيڪي جيڪي سندن شرن وٺن ٿا، اهي جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي وڃن ٿا.

هن ڪتاب "سار وچن" جو رچيندڙ به اهڙن سنتن مان هڪ هو. پيا به اهڙا ئي سنت هن وقت اهو موڪش جو ڪارج ڪري رهيا آهن.

جيڪڏهن ڪي اڄ ڪله جا پڙهيل، هنن ڳالهين کي،

۽ اچي وڃي ٿي اهي سڀ هن پنڊ ديش ۾ آهن. اسانجي دنيا جي آڪاش ودياجي ڄاڻن (Astronomers) ڪي، جن بي انداز گرهن ۽ دنيائن جي ڄاڻ آهي، اهي سڀ هن پنڊ ديش جو هڪ تمام ننڍو حصو آهن. سڄو پنڊ ديش وري برهمانڊ ديش جي آسمان ۾ هڪ ننڍڙو بادل آهي. اهي سڀ مادي واريون سرشٽيون (Physical Universes) برهمانڊ جي چوگرد هڪ بي انت سرڪس وانگر ڦري رهيون آهن ۽ برهمانڊ جي سهاري ٽِڪي رهيون آهن. برهمانڊ وري ست ديش جي آڌار تي هلي رهيو آهي.

ٻڌهندڙ ڪي سنت مت يا راڌا سوامي مت جون سکياڻون سولائيءَ سان سمجهه ۾ اينديون، جيڪڏهن هو اها ڳالهه ڌيان ۾ رکندو ته سڄي رچنا جي اُپتي، انتظام ۽ پرورش آلمڪ شڪتين جي سنڀال هيٺ آهن جن جا جدا جدا درجا آهن ۽ جن کي جدا جدا اختياريون آهن. اهوئي سبب آهي جو سنتن جي سکيائن ۾ ڪيترن هنڌ جدا جدا استانن جي مالڪن يا ڌڻين جا نالا ۽ بيان اچن ٿا. انهن مان هرڪو پنهنجي پنهنجي استان جو شڪتي ڪيندر يا طاقت جو مرڪز (Power-house) آهي ۽ انهيءَ سڄي استان کي چيتن شڪتي پهچائي ٿو. اهي سڀ ست پرش جي مرضيءَ ۽ حڪم انوسار ڪاروبار هلائي رهيا آهن. اها شڪتي جنهن کي عام طرح ڪال (Negative Power) يا برهمنڊي من يا (Universal Mind) چئجي ٿو سا محدود اختيارن سان، دسوين دوار کان هيٺ جيڪا رچنا آهي، انهيءَ کي هلائي رهي آهي. هيءَ شڪتي پڻ ست پرش مان اُپن ٿي آهي ۽ پنهنجي استان ۾ انهيءَ ست پرش جي اڇا انوسار ڪاروبار هلائي ٿي. ست پرش يا ست نام ئي ديال شڪتي (Positive Power) آهي، جنهنجو استان سچ کنڊ آهي.

پر هتي هر وقت اُنس سک ۽ آنند پر رهن ٿا. هتي موت ۽ تبديل (Death & Change) جو نشان نه ڪونهي. هن ديش منجهان ئي باقي سڀني هيٺين ديشن جي اُتپتي يا پيدائش ٿي آهي ۽ اُهي سڀ هن جي سهاري ٽڪي رهيا آهن.

٢. برهماند

ست ديش کانپوءِ هي ٻيو وڏو ديش آهي. هن کي ڪال ديش نه چون ٿا. جيتوڻيڪ هي گهٽي ڀاڱي چيتنا جو ديش آهي پر هن ۾ نرمل مادو (Refined Matter) ملاوت ٿيل آهي. هتي جا رهواسي ايتري سک ۾ رهن ٿا جو اُنهن کي سمجهه کان ٻاهر آهي پر اُهي موت جي دائري کان ٻاهر ناهن، جيئن ڪيترا ماڻهو سمجهندا آهن. هن جي عمر تمام وڏي ٿيندي آهي ۽ جڏهن نهايت گهٽي عرصي کانپوءِ مها پرلئه ٿيندي آهي ۽ برهماند پهچندي اُتپتيءَ کان اڳ واري اوستا (Precreation Status) کي پهچندو آهي تڏهن هن جي حياتي ختم ٿيندي آهي جنهن جو تمام ڪجهه هن دنيا جي موت مثل آهي. هي سڀني جو ديش آهي ۽ موجوده مذهبن جا گهٽي ڀاڱي سرڳ ۽ بهشت هن ۾ آهن. هي ايترو وڏو ۽ وسيع آهي جنهن جي اسين ڪلپنا نه ٿا ڪري سگهون پر ست ديش جي ڀيٽ ۾ بلڪل ننڍو آهي.

نوٽ: هن کي ڪي اُستان يا ديش چوندا آهن پر حقيقت ۾ هي برهماند يعني ٻئين ديش جو هڪ حصو آهي.

٣. پنڊ

هي ٽئون ديش آهي. هن ۾ مادو (Matter) تمام گهڻو آهي ۽ منجهس چيتنا ايتري ٿوري آهي جو هن جي هلائڻ يا قائم رکڻ لاءِ اُهو بلڪل ضروري آهي ڇاڪاڻ ته سڀ جيوت جو آڌار چيتنا (Spirit) ئي آهي. هتي مادي جو زور گهڻو آهي. هن دنيا جا سڀ سورج ۽ گره جنهن ۾ اسانجي ڌرتي

ڪتاب پڙهي وڃڻ ڪانپوءِ به اهو نه سمجهي سگهن ته هي سڀ ڪجهه ڇا ثابت ٿو! لنهن ڪري هن ميائي ۾ هن سڄي ڪتاب جو سار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جيئن پڙهندڙ جو من سمجهڻ لاءِ تيار ٿئي. پر انديشو آهي ته اها سمجهاڻي به اڻ پوري هجي ۽ اهڙي ڇٽي نه هجي جهڙي هئڻ گهرجي. اميد له اها ڳالهه محسوس ڪئي ويندي له ايڏي وڏي سنت مت جي سائنس جنهن ۾ سڀ ڪجهه اچي وڃي ٿو، لنهن جو لت هنن ٿورڙن جملن ۾ قلمبند ڪرڻ ڪيترو نه مشڪل آهي. لنهن هوندي به ڪوشش ڪئي ويئي آهي ۽ آشا آهي ته هن آد سچ جي ڪجهه قدر جهلڪ پڙهندڙ کي نظر ايندي.

جيتوڻيڪ سنت مت جي سکيا هن زماني جي سيني مذهبن کان اڳير و وڃيئي پر انهي جي بنيادي سکيائن ۾ ڪو به اختلاف ڪونهي. پڙهندڙ کي جڳائي ته ساوڌان رهي جيئن ڪو پراڻو عقيدو يا سنسڪار سندس هن کوج ۾ رنڊڪ نه ٿئي. سنت مت ڪجهه به ڇڏائي نٿو پر جيڪي اڳيئي آهي ان کان وڌيڪ سيکاري ٿو. پوءِ چاهي جگياسو ڪير به هجي ۽ ڪهڙي به مت يا ڌرم جو هجي. ان ڳالهه جو ڪو به فڪر ڪونهي.

سنت مت موجب سرشٽيءَ جي سڄي رچنا هيٺين ٽن حصن ۾ ورهايل آهي.

**١. ست ديش**

هن ديش کي ديال ديش به چئجي ٿو. هي ديش اوچي ۾ اوچو، وڏي ۾ وڏو ۽ پورڻ ۾ پورڻ ديش آهي. هيءَ نج چيتنتا (Pure Spirit) جو ديش آهي جنهن ۾ ذري به مادي (Matter) جي ملاوت ڪونهي. هتي پرڪاش ئي پرڪاش آهي. هي ست پرش ۽ اُپائيهار جو استان آهي. هتي بي انداز

اسلان مان، ڏبرو وڏي هڪ لنڊڻ شهر لي ١هو آهي جتي سڀ غريب ڇاهي اسو، پڙهيل لوڪي اڄ پڙهيل ٻنا ڪيئن ڏامه ۽ ولگ پيد جي ”سمد مد“ جو سندبش بڌي ۽ نام جي بخشيش لاء اڇن ۱۱.

## ميگم (ياڏو يپو)

### سڏانت ۽ سمجهاڻي

هيء سار وچن، سوامي جي مهاراج جن جي سڀ سڪمن ڪان ورلل اوتن لي يڌل آهي. اهي سڀ سنگ ۽ هڪ لي وقت ڪيل آهن ۽ ۽ ساڻن پڌلڙن اڳيان ڪيل آهن. لنهن ڪري ڪي ڳالهيون وري وري دهرايل نظر اينديون. اهو جيتوڻيڪ ساهتڪ لحاظ کان غير ضروري آهي پر پڙهندڙ لاء مطلب ڪالسواء ڪرائي. ڪاڻ اهم حقيقت يا سڏانت،خاص ڪري جو پڙهندڙ لاء لئون آهي اهو وري وري انهيء واسطي دهرايو ويندو آهي جيئن پڙهندڙ کي چڱي طرح ذهن نشين ٿئي. لنهن ڪري آسا ڪجي ٿي ته هيء ڪتاب ساهتڪ ولدر جي خيال کان نه، پر پرم ستم کي ڳولهي لوڪ جي مراد سان پڙهيو ويندو.

هيء الهن ڪتاب مان نه آهي جي ڪيهن خيال، ڪلپنا يا عقيدي لي يڌل آهن، پر هڪ پرم سمد ستگرو جا وچن آهن جن جو بنياد نج حقيقت ۽ انڀو کي يڌل آهي. سمد اهوئي چوندا آهن جو پاڻ ڏٺو الن، يڌو الن ۽ جاچن ٿا ــ سچ آهي.

هن ڪتاب ۾ ڪي ڳالهيون عام ماڻهوء لاء اتراون نه ليون ۽ عجب ۾ وجهندڙ آهن جو شايد پڙهندڙ لاء الهن جو اولهو مطلب يڪدم سمجهڻ اڇه ڏکيو ٿئي. جيڪڏهن الهن جي سمجهاڻي ڪرلي نه لڪي وبدي نه شايد ڪي سچي

سندس مت ۾ هو ڪهڙيءَ طرح آيا، اهو واقعو هت ڏيڻ مناسب آهي. هوُ گهڻي وقت کان وٺي پوري ستگور جي کوج ۾ هئا. هنن گرنٿ صاحب وغيره جو لمار گهڻي چاهه سان اڀياس ڪيو هو ۽ الدرين روشني حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻن ئي سادن ۽ مهاتمائن وٽ ويا هئا. آخر جڏهن هو مري پهاڙ تي پنهنجي ڊيوٽيءَ تي هئا تڏهن بابا جئمل سنگهه جن، جي انهيءَ وقت پنهنجي روحانيت جي ڪري پرسڌ هئا، سي مري پهاڙ تي آيا. هڪ دفعي بابا جئمل سنگهه جن رستي تي ويندي پنهنجي هڪ شيوڪ کي چيو، "هي جيڪو آفيسر وڃي رهيو آهي، اسين انهيءَ کي نام ڏيڻ واسطي هتي آيا آهيون." اهو اشارو سردار ساوڻ سنگهه جن ڏانهن هو، جي انوقت اتان لنگهي رهيا هئا. تنهن تي انهيءَ شيوڪ بابا جئمل سنگهه جن کي چيو، "اَئين ڪيئن ٿيندو، جڏهن اهو ماڻهو توهان ڏانهن نهاري به ڪونه ٿو؟" پر بابا جئمل سنگهه جن وراڻيو، "هوُ اڄ کان چوٿين ڏينهن اسان وٽ ايندو." ائين ئي ٿيو. انهيءَ کان برابر چوٿين ڏينهن ساوڻ سنگهه صاحب جن، اهو ٻڌي ته هڪ مهاتما ست سنگ ڪري آيو آهي، سندن درشن ڪرڻ ۽ ست سنگ ٻڌڻ لاءِ آئي آيا. انهيءَ وقت کان وٺي هو بابا جي مهاراج جن ڏانهن ڪيئجي ويا. ڪيترين روح رهاڻين بعد بابا جي مهاراج جن ١٥ آڪٽوبر سنه ١٨٩٤ع ۾ کين نام جي بخشش ڪئي. جڏهن ڪانپوءِ هو دل وجان سان پنهنجي ستگور جي ڪار ۾ لڳي ويا ۽ کين ئي بابا جئمل سنگهه جن، جون ١٩٠٣ع ۾ بياس جو سڄو ڪار سؤنپيو ۽ ايندڙ ڊسمبر ۾ جڏهن پاڻ جوتي جوت سمايا تڏهن بابا ساوڻ سنگهه جن هي وڏو ڪار پنجاب ۾ هلائيندا رهيا.

سندن نگهبانيءَ ۽ انتظام هيٺ، هڪ ننڍڙي ويران



حضور مهاراج بابا ساؤن سنگهہ جي

۾ ورهي ۱۸۹۱ ۾ بياس ۾ آيا ۽ سمت سنگ شروع ڪيائون. انهيءَ وقت ڏيرو هڪ بلڪل ننڍڙو استان هو جنهن کي اوناري جي سورج جي تاپش ۽ سياري جي سرد هوائن کان ڪوبه بچاءُ نه هو. بابا جئمل سنگهه جن آئينده ڏيري جو استان، امرتسر ضلعي ۾ بياس ندي‌ءَ جي ڪناري اي، بياس ڙيلوي اسٽيشن کان ٽي ميل پري چونڊيو. اهو استان اڄ لکين سمت سنگين لاءِ پوتر استان آهي. اهڙيءَ طرح بابا جئمل سنگهه جن پنجاب ۾ هن ڪارڄ کي استاپن ڪيو ۽ ۱۱ ورهيه اهو ڪارڄ هلائيندا رهيا، جنهن بعد هنن سردار ساون سنگهه جن کي، آسه مها پنهنجي چولاءِ ڇڏڻ کان اڳ، پنهنجو جانشين مقرر ڪيو ۽ ۲۹ ڊسمبر ۱۹۰۳ع تي پنهنجو چولو ڇڏيو.

## سردار ساون سنگهه مهاراج صاحب

سندن جنم ۲۷ جولاءِ ۱۸۵۸ع ۾ ميهماسنگهه والا ڳوٺ، ضلع لڌيانا پنجاب ۾ ٿيو. پنهنجي ٻاري ۾ ڪوبه سرپستو بيان ڏيڻ لاءِ هنن جي منع ٿيل آهي. تنهن ڪري ڪٿو ڪجهه جيڪي همت چوڻو هو تنهن کي ڇڏيو پوندو. ٿامسن سول انجنيئرنگ ڪاليج، روڙڪي، اڻ-پيءَ ۾ تعليم وٺڻ بعد هو سرڪاري نوڪريءَ (ملٽري انجنيئرنگ ڊپارٽمينٽ) ۾ ڪيڙيا. سندن پتا چوڌهين سک رجيمينٽ ۾ ڪميشنڊ آفيسر هئا. پنهنجي پتا جي چالاڻي بعد هوءَ به انهيءَ رجيمينٽ ۾ شامل ٿيا ۽ ٽن سالن اندر ڪين ڪميشن جو عهدو مليو. پنهنجي ڪاليج جي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ انهيءَ رجيمينٽ ۾ واپس آيا ۽ ملٽريءَ جي انجنيري ڪاپي ۾ مرڪليا ويا، جتي هنن ۲۸ ورهيه ڪم ڪيو ۽ ۱۹۱۱ع ۾ پينشن ورتائون. انهيءَ وقت کان وٺي هنن پنهنجي سڄي زندگي سنت مت جي ڪارڄ ۾ آربڻ ڪئي.

وراڻيو، ”جي توکي انهيءَ ڳالهه جي ثابتي کپي ته پڇن ۾ ويهه ۽ اکيون ٻوُر.“ ائين چئي سوامي جن هن جي سرت کي کينچي دسوين دوار تائين وٺي ويا ۽ اهو سڄو وقت ستگرو جو سروپ بابا جئمل سنگهه جن سان گڏ هو. پوءِ وري سندن سرت کي واپس سريرَ ۾ آندائون. ان بعد باباجي مهاراج جن چيو، ”توهان پنهنجي ديا سان مونکي مايا جي استانن مان ڪڍي آيا آهيو، هاڻ مٿين استانن تي وڃڻ سولو آهي. هاڻي مونکي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ڪهڙي پورو استان تي وڃي اڀياس ڪريان؟“ تنهن تي سوامي جن مشڪيو ۽ وراڻيو، ”جيڪڏهن تون ٺيڪيءَ جي جيون ڪاٽيندين ته پنهنجي گذران لاءِ ٻين تي ڀاڙڻو پوندءِ، ائين ڪرڻ سان تنهنجي پڇن تي اثر پوندو. تنهن ڪري بهتر ٿيندو ته تون پاڻ ڪمائي کاءُ.“ باباجي جن چيو، ”مان ڪڙمي گهراڻي مان آهيان ۽ جي کيتي ڪري گذران ڪندس ته مونکي شادي ڪرڻي پوندي ۽ شادي ڪرڻ لي منهنجي مرضي ناهي.“ تنهن تي سوامي جن وراڻيو، ”فوج ۾ ڀرتي ٿيءُ.“ سو هو ۱۴ جولاءِ ۱۸۵۷ ۾ ۲۴ پنجابي ريجيمينٽ ۾ ڀرتي ٿيا. هنن لاءِ ائين چيو ويندو آهي ته ڏينهن جو سرگرم ڊيوٽيءَ هوندي به ڪيترن ئي موقعن تي ڪين سڄي رات پڇن اڀياس ۾ ويٺل ڏٺو ويندو هو ۽ جڏهن بياس ۾ موڪل آيل ڏهن ڏينهن ۽ رات جو ڪجھ وقت پڇن اڀياس ۾ گذاريندا هئا. جڏهن هو وڏيءَ موڪل (Furlough) تي بياس ايندا هئا ته سڄي مائي ڀاڳيءَ ۾ پڇائي اها ڪاٽي، وري پنهنجي پڇن ۾ لڳي ويندا هئا. ۳۴ ورهين جي نوڪريءَ کان پوءِ (سندن ۾ ورهيه ليکي ۾ نه آندا ويا چاڪاڻ ته فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ وقت پوريءَ عمر کان سندن عمر ۾ ورهيه گهٽ هئي) هنن رٽائر ڪيو ۽ ۱۸ آگسٽ ۱۸۸۹ تي کين پينشن ملي. ان بعد ڪجھ وقت پنهنجي گهر ۽ ڏاريوال

جو ستسنگ ھلندا رھيا. پر ڪنھن مان بہ ڪين پنجن شبدن جي ڀيد جو پتو نہ پيو. آخر ڪين هڪ ساڌوءَ جو ڏس مليو، جيڪو ناڪل ڏورانھين جھنگل ۾ رھندو ھو. ھو انھيءَ وٽ بہ ويا. انھيءَ ساڌوءَ کين چيو تہ ھن جھنگل ۾ رھڻ ڏاڍو خطرناڪ آھي ڇاڪاڻ تہ ھتي ديتا ۽ رڇ رھن ٿا. تنھن تي ھنن جواب ڏنو، "اھي جھنگلي جانور جيڪڏھن ٽوڪان کي ڪو نقصان نٿا رسائين تہ مونکي ڇو رسائيندا؟" انھن تي ساڌوءَ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کين آخر ٻڌايائين، "ھن وقت آگري ۾ ھڪ پورڻ مھاتما رھندو، توھان انھيءَ وٽ وڃو ۽ ھو توکي پنجن شبدن جو ڀيد ٻڌائي سگھندو." اھو ٻڌي بابا جئمل سنگھہ جن تمام خوش ٿيا ۽ پنھنجي مسئلي حل ڪرڻ جي اميد ۾ آگري روانا ٿيا. انھيءَ مھاتما کي ڳولڻ ۾ البت کين تڪليف ٿي، پر آخر ھڪ ڏينھن ھو جمنا جي ڪناري تي ويٺا ھئا تہ ٻہ مائون جمنا ۾ اشنان ڪندي انھيءَ وڏي مھاتما جي ستسنگ جي ڳالھہ ٻولھہ پئي ڪيون؛ اھا گفتگو سندن ڪن تي پيئي. ڪالھہ انھيءَ مھاتما جو ڏس پڇي اچي وڃي پھتا. اھڙي طرح سندن ڳولھا ڪوچ پوري ٿي.

ڪجھہ وقت اتي ست سنگ ۾ رھڻ کان پوءِ، سوامي جن کين نام جي بخشش ڪئي. انھيءَ مھل کان وٺي ھو پنھنجو سڄو وقت ڀڄن ابياس ۾ گذارڻ لڳا. جنھن ڪري ھنن ڇڪي ترقي ڪئي. ھڪ ڏينھن سوامي جن، بابا جئمل سنگھہ جن کان پڇيو، "ھي رستو ليک گرو نانڪ صاحب جن جھڙو آھي يا نہ؟" ھنن ورانيو، "رستو ليڪ آھي پر مٽي وڃڻ جي خواھش ھوندي بہ منھنجي آتما کي رڪاوٽ ٿئي ٿي." تنھن تي سوامي جن فرمايو، "ابياس تنھنجو اڳتي ڪمل آھي، اھا رڪاوٽ وڌيڪ ھٽڻ جي آھي." بابا جئمل سنگھہ جن پڇيو، "ڪيئن چئجي تہ منھنجو ابياس اڳتي ٿيل آھي؟" سوامي جن

# حضور بابا جئمل سنگهہ جي مهاراج

حضور بابا جئمل سنگهہ جن، سوامي جن جي پريمي شيوڪن مان هڪ هئا. سندن جنم جولاءِ ۱۸۳۹ع ۾ ٿيو. سندن پتا جو نالو سردار جوڌ سنگهہ ۽ سندن ماتا جو نالو شريمتي ديا ڪؤر هو. هو جڏهن اڃا ستن ورهين جا ٻالڪ هئا تڏهن بابا کيمداس، جي ويدانتي ۽ چڱا مهاتما هئا، تن وٽ گورمکي پڙهيا. هن نيڪ مهاتما جي سنگت جي اثر هيٺ اچي ۽ ستگورن جي باڻي پڙهي، بابا جئمل سنگهہ جن کي آتمڪ اڀياس لاءِ گهڻي چاهنا جاڳي. ايتري قدر، جو انهيءَ وقت هنن اندر ۾ ڪجهہ آتمڪ روشني ٻـــ ڏٺي. گرنٿ صاحب جـــو اڀياس ڪندي هنن پنجن شبدن جو ذڪر ٿيل ڏٺو، جي پنج شبد هرڪنهن انسان اندر هر وقت وڄي رهيا آهن ۽ پوري اڀياس سان ٻڌي سگهجن ٿــا. هنن انهيءَ بنسبت پنهنجي مٽر بابا کيمداس جن ســان ڳالهہ ڪئي، پر هو انهيءَ تـــي ڪابہ روشني وجهي نہ سگهيا. اڃا ننڍا ئي هئا تہ پنجن شبدن جي ڀيد کي ڄاڻڻ لاءِ ديس جي ڪيترن ئي مهاتمائن وٽ ڪهي ويا، پر ڪير بہ کين اهو ڀيد ٻڌائي نہ سگهيو. آخر هڪ مهاتما، جو گرنٿ صاحب جو اڀياسي هو، سو هنن سان شامل راءِ ٿيو، تہ انسان جي اندر پنج شبد وڄي رهيا آهن. پر هن کي فقط ٻن شبدن جو ڀيد معلوم هو، باقي ٻين جي باري ۾ هوُ سندن مدد ڪري نہ سگهيو. اهڙيءَ طرح هنن ٻين بہ ڪيترن سادو مهاتمائن کان پڇا ڳاڇا ڪئي پر وريو ڪجهہ بہ نہ. آخر هوُ گهر واپس موٽي آيا. انهيءَ وقت سندن عمر سورهن سال هئي. جڏهن هو پنجاب مان ٻياس پهتا تڏهن هنن کي هڪ سادن جي ٽولي گڏي، جا رشي ڪيش وڃي رهي هئي. هي پڻ انهيءَ ٽوليءَ سان رشي ڪيش روانا ٿيا. اتي بہ هوُ، سڄو وقت پنجن شبدن جي ڀيد جي ڳولا ۾ لڳاتار هرڪنهن مهاتما

ايم اعلي ڪري ڪڍيو آهي، بالڪل ۽ الهيءَ کي ورڊ
(Word) چيو ويو آهي ۽ هندستان ۾ هالوڪي سنتن الهيءَ
کي شبد ڪري ڪوٺيو آهي. ۽ مٿين ڳالهه، ها سوامي جن
انسان ذات جي ڀلي لاءِ ڪئي، سا اها هئي جو هن بالڪل
سولي ۽ جٽي لوڙي ۾ شبد يوگ جو اڀياس سيکاريو ۽ اهڙيءَ
طرح هن يوگ جو املهه لاڀ هرڪنهن جي پهچ اندر آندو.
اهو ڪرڻ سان سوامي جن پراڻين يوگ اڀياسن کي ڏکيو
۽ غير ضروري ڪري ڇڏيو. سوامي جن جي ٻڌايل سولي
شبد يوگ جو اڀياس ڪرڻ سان، نه فقط پراڻين يوگ اڀياسن
جا سڀيئي لاڀ شبد يوگ کي پراپت ٿين ٿا، پر سولائيءَ، سلامتيءَ
۽ جلدائيءَ سان اعلي اڀياس شبد يوگ کي اهڙن منزلن تائين وٺي
وڃي جيڪي پراڻين يوگن جي خواب ۾ به نه آيون هونديون.
الهيءَ يوگ جو اڀياس ٽسري تل يا ٽين اک، جا هن اکين
جي وچان آهي (The Pineal Gland) اُن تان شروع ٿئي ٿو ۽ مٿي
هلي ٿو. اهڙيءَ طرح شبد يوگ جو اڀياس اُتان شروع ٿئي ٿو
جتي ڪيترا پراڻين يوگ اڀياس اچي ختم ٿين ٿا. پهرئين استان
يا منزل تي پهچڻ سان شبد يوگ جي اڀياس ڪندي اهڙا اندروني
پرم سکائي ۽ اهي روحاني ۽ سڌيون حاصل ٿين ٿيون جيڪي
انهن پراڻين يوگن ۽ مهاتمائن کي حاصل هيون جن کي سنتن
جي مارگ جو پتو نه هو. جڏهن ته سوامي شبد جي آخري
منزل اچي ٿي ته هن هو بلڪل لئه ۽ لا محدود دنش ۾ پهچي ٿو
جو سرشٽيءَ جو وڏي ۾ وڏو ۽ اعلي ۾ اعلي مرڪز آهي ۽ جن
سرگن جي پراڻين رشين کي خبر هئي تن کان گهڻو پري ۽
مٿي آهي. الهيءَ اوچ ڪوٺيءَ تي پهچڻ جو رستو ڏيکارڻ،
سوامي جن جي مقصد (Mission) جو حصو هو. جيئن وڃي ٿو ته
هن پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪن هزارن کان مٿي جيون کي نام جو پد
بخشش ڪيو. ١٥ جون ١٨٧٨ع ۾ هن پنهنجو چولو ڇڏيو.

# مهاڳ

اهو مناسب آهي ته راڌا سوامي ستسنگ، بياس، جنهن جي سهاري هيٺ هي ڪتاب پيش ڪجي ٿو، تنهن جي اُنتيءَ ۽ وڪاس سان، جن سنت سنگورن جو سنبنڌ رهيو آهي، تن جو مختصر جيون چرتر هت ڏنو وڃي.

## پرم سنت حضور سوامي جي مهاراج

راڌا سوامي مت جو بنياد پرم سنت حضور سوامي جي مهاراج جن وڌو. سندن اصل نالو سيٺ شو ديال سنگهه هو. سندن جنم ٢٥ آگسٽ سنه ١٨١٨ع ۾ صبوح جو ٤ بجي، آگري ۾ ٿيو. هو هڪ سيٺ کتري خاندان مان هئا. سندن پتا جو نالو سيٺ دلوالي سنگهه ۽ سندن ماتا جو نالو مها مايا هو. هو بالڪ اوستا ۾ ئي ڳوڙهيون اڌ ياتمڪ ڳالهيون کولي سمجهائيندا هئا. سندن اونها وچار ڪيترائي اچرج ۾ وجهندا هئا. آخر هنن پنهنجي سکيائن جا مکيه اصول لکيت ۾ آندا، جي ٻه ڪتاب هئا "سار وچن" نثر ۽ "سار وچن" نظم. سترهن ورهيه هڪ اونداهي ڪوٺيءَ ۾ ڌيان ۾ گذارڻ کان پوءِ سوامي جن، جنوري ١٨٦١ ۾ ستسنگ ڪرڻ شروع ڪيو.

سندن سکيائون ڪي بلڪل نيون ڪونه هيون، ڇاڪاڻ ته اڳين سنتن، جهڙوڪ ڪبير صاحب، گرو نانڪ صاحب، تلسي صاحب ۽ ٻين سنتن به اهي ئي سکيائون ڏنيون هيون. گهٽو ڪري سڀني پراچين ڌرمي پستڪن ۾ شبد جو ذڪر آيل آهي، جيتوڻيڪ اهو ذڪر جدا نالن ۾ ٿيل آهي. ويد انهيءَ کي ناد ڪوٺين ٿا، مسلمان فقيرن انهيءَ کي ڪلمو يا

# ڀومڪا

”سار وچن“ حضور سوامي جي مهاراج جن جو راڌا سوامي مت لئي هڪ بنيادي ڪتاب آهي جو هندستان جي سيني مکيہ ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهي.

شري ڪرشن ٻاٻاڻي سردار سيواسنگهہ جي انگريزي ڇاپي جو ترجمو ڪري سنڌي ستسنگين ۽ پرمارٿي پريمين جي لاڀ لاءِ انهيءَ کي پهرين ٻمبئيءَ ۾ ڇپايو. اهو ڇاپو جلدي وڪامي ويو. تنهنڪري شري منگهارام ديال اجمير نواسيءَ هي ٻيو ڇاپو اجمير ۾ ڇپايو آهي جنهن لاءِ اسين سندس شڪرگذار آهيون.

آشا آهي ته ستسنگي ۽ ٻيا پرمارٿ جا چاهڪ پڙهي لاڀ وٺندا.

ڪي - ايل - کنا

سيڪريٽري

راڌا سوامي ستسنگ بياس

# سار وچن

(نثر)



انوادڪ :

## ڪرشن ٻاٻاڻي



راڌا سوامي ست سنگ، بياس (پنجاب)